# ڳالهيون ڪنڍي ڪاڪ جون

## روچي رام

سهيڙيندڙ:

نيل ڪنٺ

لڪشمي پبلشنگ هائوس

ڪتاب جو نالو: ڳالهيون ڪنڌي ڪاڪ جون
سهيڙيندڙ: نيل ڪنٺ
تاريخ اشاعت: جولاءِ 2011ع
تعداد: 1000
ڪمپيوٽر لي آؤٽ: فهيم احمد سولنگي
ڇپيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي. 32737290_021
ڇپائيندڙ: لڪشمي پبلشنگ هائوس
تنو جو چوئرو 3 عيدگاهه روڊ.
ميرپورخاص

مُلهه: =/200

**ڪتاب ملڻ هنڌ**

ڪانياواڙ بوڪ اسٽور اردو بازار ڪراچي
شاهه لطيف ڪتاب گهر، حيدر چوڪ گاڏي کاتو حيدرآباد
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ سکر
عزيز ڪتاب گهر بئراج روڊ سکر
نيشنل بوڪ اسٽور بندر روڊ لاڙڪاڻو
ڪاڪائوجاني مني ٿرپارڪر

*For Corresponding*

**لڪشمي پبلشنگ هائوس**
E_50، چوڌري رحمت علي روڊ
آئيلينڊ اپارٽمينٽ
باٿ آئيلينڊ ڪراچي

drneelkanth@hotmail.com

# ترتيب



## سفر ڪٿا



## يادگيريون

# ايڊيٽر پاران

لڪشمي پبليڪيشن جو ٻيو ڪتاب "ڳالهيون ڪنڊي ڪاڪ جون" اوهان جي هٿن ۾ آهي.

پهرين ڪتاب جي سُٺي موٽ ٻئي ڪتاب ڇپائڻ تي اُتساهيو. هن ڪتاب جي ترتيب ۾ سري لنڪا جو سياسي مونجهارو، سنهالين ۽ تاملن جا تاريخي، مذهبي ۽ لثاني تضاد، ٻڌ جو فلسفو ۽ ان جا مثلڪ زير بعس آهن.

جرمني ۽ انگلستان جي سفر جو احوال، هٽلر جي يهودي ڪُش روَش ۾ سُرجندڙ يهودي، عيسائي رومالوي ڪٿا ڪهاڻي ۽ ان جي ڀوڳنا جو عجب احوال اهو سڀ آهي هن گهڻ موضوعاتي گلدستي ۾ اميد تہ اوهان کي پسند پوندو.

دادا (روچي رام) جو چوڻ آهي تہ هڪ ناول سندس ٽيبل تي آخري مرحلن ۾ آهي. موضوع بابت اڃان ڪجهہ ٻڌايو نہ اٿن. شايد سندن ذاتي زندگي بابت آهي.

هڪ انگريزي ڪتاب جنهن جو موضوع ڪميونزم جي زوال جا سبب ۽ انهيءَ سوشل سائينس جي اڄ جي حالتن ۾ غيرموثر ٿي وڃڻ تي هڪ تجزياتي بحث آهي. اڄڪلهہ انهي ڪتاب کي تيزي سان پورو ڪرڻ جو ارادو ڏسجي پيو.

سفر ڪٿا جي پهرين حصي ۾ چار مضمون سري لنڪا جي احوال بابت آهن. هڪ موقعي تي ڪينڊي جي پهاڙن ۾ جرمن ڀڪشُو "مهاتريان پونيڪا" سان گفتگو تي، سندس خيال هو تہ "ڏک جا ڪارڻ انسان جا پنهنجا جذبا، حوس ۽ اڻڄاڻائي آهي."

پر دادا ان کي پنهنجي انوکي انداز ۾ بيان ڪن ٿا. چون ٿا، "ذهني دک ۽ سور انسان جو قيمتي سرمايو آهن. انسان معاشي، سماجي ۽ سياسي طرح غلام آهي ۽ استحصال جو شڪار آهي. ان لاءِ تاريخي عمل، جدوجهد ۽ ڪشمڪش موجود آهي. ان کي تيز ڪرڻ، ان خلاف تحرڪ ۽ ڪوشش کي زور وٺائڻ سان اهڙن سورن کان نجات ملي سگهي ٿي."

دک جي ڪارڻ کي سمجهڻ جو هي انوکو خيال ٻڌائي ٿو تہ شايد سندس علم ۽ مشاهدي ۾ فلسفي ۽ مذهبي ڄاڻ سان گڏ سندس سياسي مسلڪ جو اثر پڻ آهي.

1983ع ۾ سري لنڪا ياترا دؤران جڏهن ڪولمبو جي انگريزي اخبار Daily Mail جي ايڊيٽر ماڻڪ ڊي سلوا سان ملاقات ۾ ڪيس سنهالين ۽ تاملن جو فرق سمجهائين ٿا ۽ ان کي اسان جي ملڪ جي سياسي ۽ قومي مسئلن سان ڪجهہ هيئن ڳنديين ٿا.

"سنهالين جو مذهب ٻڌ آهي ۽ تاملن جو هندو. سنهالي آريا نسل جا ۽ تامل دراوڙ. سنهالي زبان سنسڪرت گروپ جي ۽ تامل زبان دراوڙ گروپ جي. سنهالي اصل رهاڪو ۽ تامل لڏي آيل (مقامي ۽ غيرمقامي جو فرق) مطلب تہ جهيڙو ڪرڻ لاءِ سمورا سبب جهڳڙوڪ مذهب، ٻولي، نسل، سڀ موجود. تامل گهڻو پڙهيل ۽ شهري، سنهالي ٻهراڙي ۾ زميندارن ۽ وڏيرن سان لاڳاپيل." ڊي سيلوا کي چيائون، "مون کي انهي نسلي مذهبي ۽ لساني فرق جي نفسيات جي ڄاڻ آهي. مون کي لڳي ٿو تہ توهان جي ملڪ ۾ گهرو جنگ جو خطرو آهي ۽ توهان جي اخبار ان تضاد کي هوا ڏئي رهي آهي."

اڄان سري لنڪا جي گهرو ويڙهہ تيزي سان شروع نہ ٿي هئي. هي وقتائتي ڄاڻ ۽ خطري جي نشاندهي سندس بصرت جو اهڃاڻ هئي، جنهن کي ايڊيٽر ڊي سلوا اڳتي هلي شدت سان محسوس ڪيو.

گذريل سال هڪ ٽريننگ جي سلسلي ۾ آمريڪي رياست OHIO ويس. اسان جي پاڙيسري ڊاڪٽر نريش سولنڪي سان ياري ٿي ويئي. پاڻ امريڪا جو ناليوارو Invasive Cardiologist آهي. پنهنجي نئين ورتل جرمن ڪار پورشيا (Portia) ۾ ويهاري Kentecky state جي مشهور امريڪن شراب (Burbun) بربن پيارڻ هليو.

چيائين "اها صرف برف ۾ پيئبي (On Rocks only)
چيم: مون کي خبر نہ آهي شراب پيئڻ جا آداب ڇا آهن. انهي جو اعتراف منهنجي بابي پنهنجي ڪتاب ۾ هڪ هند جرمني ۾ پروفيسرڊاڪٽر ايوا سان هڪ PUB ۾ گفتگو ڪندي ڪجهہ هيئن ڪيو آهي.

"علم حاصل ڪرڻ سان گڏوگڏ اٺڻ ويهڻ ۽ فضيلت جا آداب بہ شريفاڻي زندگي جو حصو آهن. منهنجا پنهنجا بار مون وانگر صوفي آهن، خيال آيم تہ هي امريڪا ۽ يورپ وڃن پيا، هنن کي مئخاني جون فضيلتون سکڻ کپن."

چيم: اسان کي جيئن ۽ جيترو اياز ٻڌايو اوتري ئي خبر هئي تہ:
"ميخاني جي ساري جان
ساقي تنهنجا ماٽا هئا."
سولنڪي چيو: ''تمہارے ابا سے ملنا ہے مجھے''

نريش سولنڪي دهلي جي پرسان واري رياست هريانہ جو وينل آهي. سندس پيءُ 1965ع جي جنگ ۾ مارجي ويو هو. ماڻس دماغ جي مليريا وگهي گذاري ويس. پاڻ بنا ماءُ پيءُ جي پڙهي امريڪا جو ناميارو ڪارڊيولاجسٽ بڻيو. ٻڌايم دادا جي امان بہ سندس جمڻ کان ڏيڍ سال پوءِ ٻئي ڊليوري ۾ گذاري ويئي. بابو بہ اڪيلو هِي پڙهي وڏو ٿيو.
چيائين: ''تمہارے ابا سے ملنا ہے مجھے''

ٻڌايم، اسڪول جي زماني کان ئي دادا پيد ياء جي سخت خلاف هو. اسڪول ۾ پڙهندي شايد 1940ع جو زمانو هو سندن هيڊ ماستر شاهاڻي ڪاليج ۾ پڇيو "توهان ۾ شودر ڪير ڪير آهن؟ تہ ويچارا ٽر جا هيسيل پيل وينا رهيا. ڪير نہ ڪُڇي. تہ بابو اٿي بينو چيائين، "مان آهيان شودر توهان کي ڇا پڇڻو آهي؟" نريش سولنڪي چيو ''ابھی تک ہندوستان میں یہی حال ہے''، ''مجھے ملنا ہے تمہارے ابا سے۔''

سولنڪي ٻڌايو تہ امريڪن ڪاڏن ۾ ڪيس Steaks تمام گهڻا پسند آهن پر چيائين ''تمہارے سندھی لوگ (ہندو سندھی) نہیں کھاتے۔'' ڪيس ٻڌايم تہ

هڪ ڏينهن اسان ۽ بابو ڪراچي واري Arizona Grill تي ڊنر لاءِ وياسون. بابي پڇيو هنن جي خاص اسپيشلٽي ڇا آهي، چيم Steak. ڇيائون ڪاڏو صاف ۽ غذائي عنصرن سان ڀرپور ۽ لذيذ هجڻ گهرجي. ڪاڏي کي حلال ۽ نه حلال جي ڪسوٽي تي نه پرکڻ گهرجي.

نريش چيو: ”اچھا ایسا بولا۔ مجھے ملنا ہے تمہارے ابا سے۔“

ڊاڪٽر سولنڪي کي به نياڻيون آهن. ڇيائين ته ٻنهي کي امريڪن آرمي ۾ موڪليندس. ”مارشل قوم کی بیٹیاں امریکن فوج میں جائیں گی۔“

ٻڌايائين ته اسان جا هريانوي راجپوت فوج ۾ آهن ۽ جنگ جون تباهه ڪاريون اسان کي ئي ناس ڪنديون آهن.

چيائين ته منهنجي چوري چني ٿيڻ جو ڪارڻ به جنگ ئي آهي. تنهن ڪري اسين جنگ جي سخت خلاف آهيون.

هندوستان جي رياست گجرات وارا وڏا فسادي آهن. پاڻ هڪڙو پٽ به فوج ۾ نه موڪليندا پر پاڪستان سان وڙهڻ جو ڳالهيون ۽ فساد سڀ اهي ئي ڪندا آهن ۽ جنگ جوتي اسان کي مارائيندا آهن.

اسين هريانوي وڏا امن پسند ۽ پاڪستان سان ڳالهين ذريعي معاملا نبيرڻ جا خواهشمند آهيون. ڇاڪاڻ جو وڙهڻو ته بل آخر اسان کي ئي ٿو پوي.

چيومانس، بابو به ڪيترائي ڀيرا هندستان ويو آهي، ماڻهن جو ماڻهن سان رابطي جي هڪ انساني حقن جي تنظيم سان لاڳاپيل آهي. هندوستان ۽ پاڪستان جي ماڻهن جي پاڻ ۾ دوستي وڌائڻ ڪارڻ دهلي، بنگلور ۽ ڪلڪتي ۾ وڏا جلسا ڪيا اٿن. هڪ جلسي جي ته جڳ مشهور ڪميونسٽ اڳواڻ ۽ مغربي بينگال جي مرحوم مربي چيف منسٽر جوتي باسو ميزباني به ڪئي هئي.

هندستان ۽ پاڪستان ۾ امن ڪرائڻ ڪارڻ ٻنهي ملڪن جي ماڻهن جي پاڻ ۾ رابطي ۽ محبت لاءِ بابي جون سماجي پليٽفارم تان ڪاوشون آهن. چيائين: ”تمہارے ابا سے ملنا ہے مجھے“

منهنجا ٻار پنهنجي ناناڻن (Louisville,USA) ويل آهن ۽ پويان اسين ڪائڻ جي شوق ۾ نئين طبع آزماين ۾ لڳل آهيون. ڪلهه شام پنجاب

چورنگي (ڪلفٽن ڪراچي) جي سگنل تي پنندڙ فقيراڻي کي ڏسي چيائون ”پوڙهي آهي، ڪيس ڏهوٽا ۽ پوٽا هوندا، ڪيس نوڪري ۾ رکجي،سڻي ماڻي ناهڻ سيکارجي، سنو پگهارو ڏجي. مون ڏي نهاري سواليه انداز ۾ پڇيائيون نيلو ڪري سگهجي ٿو نہ ائين؟“

ائين ئي دنيا کي خوش، خوبصورت ۽ معنيٰ خيز ڏسڻ جا خواب ڪٽي جهونا ٿي ويا آهن. دنيا کي بدلائڻ لاءِ سياسي جدوجهد علم جي جُستجو ۽ خوش گذارڻ لاءِ حرص ۽ حوس کان بچڻ جو سبق تدبيرون ڪندي اچي ٽياسي (Eighty three) ورهيہ ٿيا آهن. سندس ڪجهہ خيال هن ڪتاب جي صفحن تي پکڙيل آهن. توهان جي موٽ ۽ فيڊ بيڪ (Feed back) جي اتساهہ ڏيندڙ رهي تہ سندس بيا بہ ڪتاب ترت توهان تائين رسائبا.

نيل ڪنٺ
15_6_11

# هيءُ مهاڳ ناهي

ماٺهوءَ جون متيون جڏهن منجهي پونديون آهن تڏهن هو ٻين جي ڪتاب جا مهاڳ لکندو آهي. منهنجيون ٻ ٽي دفعا متيون منجهي پيون هيون، ۽ مون ٻن ٽن ڪتابن لاءِ مهاڳ لکي ڇڏيا هئا. اهي مهاڳ جڏهن شايع ٿيا، تڏهن مون کي امهاڳ محسوس ٿيا هئا. مون ٻان ڪئي هئي، ٻان جي معنيٰ سمجهو ٿا نہ؟ ٻان جي معنيٰ آهي توبهہ. يعني مون توبهہ ڪئي هئي، پاڻ سان وچن ڪيو هيم تہ وري ڪڏهن بہ ڪنهن ڪتاب لاءِ مهاڳ نہ لکندس. وچن ڪرڻ کان پوءِ مرڻ گهڙيءَ تائين وچن پاڙڻ ۾ مردانگي هوندي آهي. عورت جڏهن مرڻ گهڙيءَ تائين وچن پاڙيندي آهي تڏهن پنهنجي عورتانگي ثابت ڪندي آهي. منهنجي چوڻ جو مطلب آهي تہ عورت هجي يا مرد، وچن هر صورت ۾ هر حال ۾ پاڙڻ گهرجي.

ايئن نہ سمجهجو تہ مان انجامن، اقرارن، واعدن ۽ وچنن جو ڪچو آهيان، نہ سائين، نہ. اوهين مون کي غلط نہ سمجهو. مان جيڪي لکي رهيو آهيان سو مهاڳ ناهي. سو امهاڳ بہ ناهي. هڪ قسم جي ڪٿا آهي بلڪ منهنجي آتم ڪٿا آهي جيڪا ڪامريڊ روچيرام جي ڪتاب ۾ شايع ٿي رهي آهي. اهو منهنجي لاءِ وڏو اعزاز آهي. مون پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪامريڊ روچيرام جهڙا ذهين ماڻهو تمام گهٽ ڏٺا آهن. افراتفريءَ واري معاشري جي انيڪ بدنصيبن مان سڀ کان وڏي بدنصيبي اها هوندي آهي جو واٽڙائپ سبب پينگ ٽيل معاشرو ڪامريڊ روچيرام جهڙي ذهين ۽ آگاهہ شخص جي تجربن، سوچ ۽ ساڃاهہ مان ڪو لاڀ پرائي نہ سگهندو آهي. تاريخ پڙهبي آهي. مون ڪامريڊ روچيرام جي شخصيت ۾ تاريخ کي ڳالهائيندي ٻڌو آهي.

مان ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي ۽ ڪامريڊ روچيرام جو پراڻو معتقد آهيان. ڪنهن سان محبت، عقيدت ۽ احترام بابت منهنجي پنهنجي ٿيئري (Theory)آهي جنهن تي مون ايتري سختيءَ سان عمل ڪيو آهي جو اها ٿيئري منهنجن روين ۽ لاڙن جو حصو ٿي پيئي آهي. منهنجي عادت ٿي پيئي آهي. مان جنهن کي چاهيندو آهيان، جنهن جو بيحد احترام ڪندو آهيان تنهن کان پري رهندو آهيان. فاصلاتي نظام تعليم جي اصولن مطابق مان پري رهي ڪانئن لاڀ پرائيندو آهيان. سائين جمال ابڙي لاءِ مون کي ڏاڍو احترام هوندو هو ڏاڍي عزت هوندو هئي. پر، زندگيءَ ۾ مان ٽي يا چار دفعا، سي بہ سرسري طرح، سائينءَ سان مليو هوس. ساڳي طرح ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻيءَ سان بہ اڄ تائين بہ يا ٽي دفعا مليو آهيان، سو بہ هر دفعي ڪن پل لاءِ.

ڪامريڊ روچيرام سان بہ مان ٽي دفعا مليو آهيان. پهرين دفعي آمهون سامهون ويهي مون تاريخ کي ڳالهائيندي ٻڌو هو. ٻئي دفعي جڏهن سنڌ ٽيليويزن وارن ڪامريڊ روچيرام کي منهنجي پروگرام ڪلاس روم ۾ استاد طور اچڻ جي دعوت ڏني هئي. مني ڪلاڪ جي پروگرام ۾ ڪامريڊ روچيرام برصغير جي تاريخ، تاريخي معرڪا، اهم شخصيتون، ۽ دنيا ۾ آيل انقلابن، ۽ انسانن جن سوچ ۽ سمجھ جا رخ مٽائي ڇڏيا، تن بابت وضاحت سان ڳالهايو هو. ڪامريڊ سان ٽين ملاقات ڏاڍي ڏک واري ماحول ۾ ٿي هئي. خبر پيئي تہ ڪامريڊ جو ايڪسيڊنٽ ٿي پيو هو ۽ اسپتال ۾ داخل هو. مان ڪامريڊ کي ڏسڻ ويس، مون کي آئي سي يو ۾ وڃڻ جي اجازت ڏنائون. مان اندر ويس، ڪامريڊ روچيرام کي مٿي ۽ نرڙ تي ٽاڪا لڳل هئا. ڊاڪٽرن ٽرينڪولائيزر ڏيئي کين سمهاري ڇڏيو هو. مان ڪجھ دير تائين هٽ ٻڌي ڪامريڊ ڏانهن ڏسندو رهيس، ۽ پوءِ ڪنڌ جهڪائي ٻاهر نڪري آيس. ان کان پوءِ هتان هُتان پيو ڪامريڊ جي صحتيابي بابت پڇائون ڪندو هوس.

ڪامريڊ روچيرام صحتياب ٿيو. خبر پيئي تہ ڪامريڊ جي نئين ڪتاب جو مسودو تيار ٿي رهيو هو. مون ڪامريڊ جي وڏي پٽ ڊاڪٽر نيل ڪنٺ کي چيو تہ ڪامريڊ جي نئين ڪتاب لاءِ مهاڳ لکڻ جو اعزاز مون

ڪي بخشيو. هاڪار ڪيائون، ڪمپوز ڪيل مسودو مون کي ڏئي ويا. ڪنهن به ڪتاب لاءِ مهاڳ نه لکڻ جو مون پاڻ سان پڪو وچن ڪري ڇڏيو آهي. تنهن ڪري ڪامريڊ روچيرام جي ڪتاب لاءِ مون جيڪي ڪجهه لکيو آهي ۽ اوهان پڙهيو آهي، سو ڪنهن به لحاظ کان مهاڳ ناهي. امهاڳ به ناهي. هن تحرير کي مهاڳ تڏهن سڏجي ها جڏهن ڪتاب ۾ آيل مواد بابت خيال آرائي ڪيان ها. پر، مون ائين نه ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب لکندي دل ڏاڍي چڪ ڪاڏي هئي ته ڪتاب ۾ آيل ٻن مضمونن، هڪ مهاتما گوتم ٻڌ بابت ۽ ٻيو سريلنڪا بابت مضمون تي ڪجهه لکان. جي ائين ڪيان ها ته هيءَ ڪتا مهاڳ تي پوي ها ۽ مهاڳ مون کي لکڻو ناهي. مان گوتم ٻڌ جو گياني ۽ معتقد آهيان. سريلنڪا جي چپي چپي تي مون گوتم ٻڌ جا مجسما ۽ درگاهون ڏٺيون هيون. پهاڙن ۾ ٺهيل شهر ڪينڊي ته اصل دل ۾ گهر ڪري ويهي رهيو هو. ڪينڊيءَ جي شاندار عبادتگاه ۾ مهاتما گوتم ٻڌ جو ڏند رکيل آهي جنهن جي زيارت لاءِ دنيا جي ڪنڊڪڙڇ مان ٻڌمت جا پيروڪار ۽ سياح اُٿلي ايندا آهن. هر وقت معتقدن جون ڊگهيون قطارون ڏسڻ ۾ ايندڙيون آهن.

هيءَ تحرير ڪنهن به صورت ۾ مهاڳ ناهي. هيءَ ڪتا منهنجي اندر جي اڇل آهي، اهو منهنجي لاءِ وڏو مان ۽ مرتبو آهي جو مون فقير جي ڪتا ڪامريڊ روچيرام جي ڪتاب ۾ شايع ٿي رهي آهي.

12_06_2010

**امر جليل**
ڪراچي

# سريلنڪا جو سفر ۽ ٻڌ مذهب

(**امرتا آگسٽ سيپٽمبر** 2007ع)

سريلنڪا ۾ پنجهتر سيڪڙو سنهالي نسل جي آبادي آهي. پندرنهن سيڪڙو تامل آهن ۽ باقي مسلمان، ڪرستان ۽ ٻيا آهن. جن کي برگر چئبو آهي. سريلنڪا 1948ع ۾ آزاد ٿيو. سريلنڪا ۾ يورپ جي قومن جي فتح ٿيڻ کان اڳ بادشاهت هئي. هڪ بادشاهه سنهالي هو ڪولمبو ۾ هو. ٻيو سنهالي بادشاهه ڏکڻ ۾ ڪئنڊي علائقي ۾ هو ۽ ٽيون تامل بادشاهه اتر ۾ جيفنا ۾ هو. سريلنڪا کي اڳي سيلان، سنديپ يا سيلون سڏيندا هئا. سريلنڪا چانهه جي پيداوار، چانهه جي باغن ۽ چانهه پوکڻ، تاتڻ ۽ چونڊڻ وارن ڏهه لک مزورن ڪري مشهور هو ۽ هن وقت تامل ٽائيگرن جي بغاوت، دهشت گردي ۽ خانه جنگيءَ جي ڪري مشهور آهي.

آئون ٽي ڀيرا سريلنڪا ويو آهيان. پهريون ڀيرو جون جولاءِ 1983ع ۾ ۽ ٻه ڀيرا پوءِ 1990ع ۽ 1992ع ۾ ويو هوس. پهريون ڀيرو مون اڪيلو ريل ۽ بسن ۾ ڏکڻ کان اتر جي شهر انورا ڏاپرا تائين ڪيترن ئي شهرن، ڳوٺن، پهاڙن ۾ ٻڌ خانقاهن جو سفر ڪيو. مون 21 جولاءِ تي ڪولمبو ڇڏيو. واپس موٽي آيس ۽ 23 جولاءِ 1983ع تي شديد ۽ خوني فساد ٿيا. ان ڳالهه کي 24 سال ٿيا، پر اڃا جنگ جاري آهي. وري جنگ هلندي ٻه ڀيرا مون سريلنڪا جو سفر ڪيو.

سريلنڪا ۾ خاص ٻه قومون رهن ٿيون: هڪ سنهالي ٻيو تامل، ٻنهي ۾ جدا قوم هجڻ ۽ نااتفاقي هجڻ ڪري تڪرار جا سمورا اهڃاڻ موجود آهن. (سنهالن کي مقامي زبان ۾ سنگهلي ٻه چئبو آهي).

سنهالين جو مذهب ٻڌ آهي، تاملن جو هندو. سنهالي آريا نسل جا

آهن. سندن نالا وغيره سنسڪرت سيپتا جا آهن. تامل دراوڙ نسل جا آهن. سنهالين جي زبان سنهالي جنهن کي سنگهلي به سڏين سا زبان سنسڪرت گروپ جي آهي ۽ وري تاملن جي زبان دراوڙ گروپ جي آهي. سنهالي اصل رهاڪو آهن، پر تامل اتر سريلنڪا جا اصل رهاڪو آهن. وڏيڪ تامل ڏکڻ سريلنڪا ۾ مدراس (تامل ناڊو) کان مزوري لاءِ لڏائي آٽي چانهن جي کيتن تي آباد ڪيا اٿن جي ڏهه لک آهن سو مقامي ۽ غير مقامي جو به فرق آهي، مطلب ته جهيڙو ڪرڻ لاءِ سمورا سبب جهڙوڪ نسل، مذهب ۽ ٻولي موجود آهن. ٻي به ڳالهه آهي ته تامل گهٽو پڙهيل ۽ شهري واپاري آهن. سنهالي ٻهراڙيءَ جا آهن. وڏيرا ۽ زميندار به آهن. سئو سيڪڙو آدم پڙهيل آهي.

مون جولاءِ ۽ آگسٽ 1983ع ۾ سريلنڪا گهمڻ بعد اتي جي مکيه انگريزي اخبار Daily Mail جي ايڊيٽر ماٽڪ ڊي سلوا سان، جو سنهالي هو ۽ ان وقت جو صدر جئه ورڌني به سنهالي هو ۽ هيءُ سندس خاص ماڻهو ۽ دوست هو. منهنجي ان سان ملاقات رکيائون. مون کيس چيو ته مون سنڌ ۾ به پيرا نسلي ۽ مذهبي تضاد تي، ٻولي تي غير مقامي ۽ مقامي تي فساد ڏٺا آهن. هڪ 1947ع ۾ ۽ ٻيو 1972ع ۾. هڪ هندو مسلمان جو تفرقو ۽ ٻيو سنڌي مهاجر جو. سو مون کي انهي نسلي ۽ مذهبي ۽ لساني فرق جي نفسيات جي ڪجهه ڄاڻ آهي. توهان جي ملڪ ۾ گهرو جنگ جو خطرو آهي. توهان جي اخبار ته ان تضاد کي هوا ڏيئي رهي آهي. منهنجي تجزيي تي هو ڪجهه ناراض ٿيو. اسين سندس آفيس ۾ مليا هئاسون. هو اخبار جي ڪم ۾ مشغول هو. ٻئي وقت ملڻ جي واعدي سان ڪافي جو ڪپ پورو ڪري آئون هليو آيس.

سريلنڪا ۾ ڪئنڊي پهاڙن تي آباد خوبصورت شهر آهي، چانهه جي باغن جو مرڪز آهي. اتي سني آرامده ريل گاڏي ڪولمبو کان ڪئنڊي تائين هلي ٿي، ان کي انٽر سٽي ريل چون ٿا. ان ۾ سفر ڪيم. اسان جو اپر ڪلاس هو. ان ۾ سمورا مسافر يورپين عورتون هيون. جن سان ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ سفيد فام ٽيڊي جوانڙو گڏ هو ۽ صرف هڪ جوان ڪپڙي لٽي نهيل عورت هئي. جا سانوري رنگ واري مقامي هئي. يعني صرف اسين به ايشيائي

هئاسون. هڪ ٻئي پرسان وېٺل هئاسون. ڳالهه ٻولهه ڪندا پئي وياسون. هو يورپين گهٽيون جرمن هيون. جي پنهنجيءَ ۾ هيون. اها مائي ڪئنڊي جي مشهور يونيورسٽي جي پئريڊينيا ڪئمپس جي پوسٽ گرئجيوئيٽ شاگرديائي هئي. هو ڪولمبو کان ڏکڻ طرف مشهور ساموندي بندرگاهه گالـ (Galle) جي رهاڪو هئي. سندس پتا هيڊ ماستر هو. مون کي چيائين تـ منهنجي هاسٽل ۾ اچجو. مائي جو نالو منگليڪا هو. نسل سنهالي هوس. منهنجي ۽ سندس عمر ۾ وڏو فرق هو. ڳالهيون ڪندي لڳم تـ هوءَ مون کي پنهنجو بزرگ ٿي سمجهي. ان وقت ٻنهي ڏڙن جون ننڍيون وڏيون ڪاٻي سوچ، ساڃي سوچ جون تمام گهٽيون پارٽيون ۽ گروپ هئا. جيئن هينئر اسان وٽ سنڌ ۾ آهن. سنڌ ۽ سريلنڪا جي جاگرافي نسلي جوڙجڪ مذهبي تعصب ۽ مذهبي رواداري جا خيال جيئن اسان وٽ صوفي ازم آهي هنن وٽ مهاتما گوتم ٻڌ جو اهنسا (عدم تشدد) جو فلسفو آهي. جيئن ڪراچي يورپ وارن ۽ عربن لاءِ مشرق وچڻ جو دروازو آهي، تيئن سريلنڪا جو ساموندي بندر ڪولمبو اوڀر ايشيا جو دروازو آهي. اوڀر ايشيا کي اردو ۾ مشرق بعيد سڏين.

پاڳن پري منگليڪا بابت ٻئي دفعي لکندس. هن وقت ڪئنڊي بابت جيڪو ٻڌ ڌرم، ٻڌ خانقاهن ۽ ٻڌ ٻکشوئن جو خوبصورت سائو پهاڙي شهر آهي اتي جي منهنجي مشغولين جو ذڪر ڪندس.

ڪئنڊي پهچي هڪ گيسٽ هائوس ۾ ٽڪيس. اتي باٽنيڪل گارڊن، هاٿين جا جهنڊ ۽ انهن جا سنان، تمام ڏگها وڻ، چوڏاري چانهه جا باغ، چانهه جو ڪارخانو ڪجهه ڏينهن گهميس. هڪ ڏينهن مون کي سرڪاري ٽوئرزم واري چيو: ”هتي هڪ برمي ٻڌي مندر آهي انهن چيو آهي تـ اسان وٽ هاسٽل آهي جنهن ۾ برما مان اينڊرياتري ترسندا آهن. هينئر انهن جي سيزن ناهي، ڪو پرديسي سياح ٻڌ ڌرم بابت ڄاڻڻ چاهيندو هجي، تـ اچي اسان جي هاسٽل ۾ رهي اسين مسواڙ نـ وٺنداسون. ماني بـ کارائينداسون. هن ڏس ڏنو تـ اهو ٻوڌي مندر ڪئنڊي شهر جي اولهه طرف چيڙي تي آهي. آئون اتي ويس. مندر جو نائب نائڪ مليو. هن چيو: ”جنهن ڌرم ۽ ٻڌ بابت تون

جاڻڻ ٿو چاهين ان لاءِ هتان ڪان اڌ ڪلاڪ جي پنڌ تي گهاٽي ٻيلي ۾ جبلن اندر خانقاهه (Forest Monstar) آهي توکي اتي وٺڻو پوندو. باقي رهڻ لاءِ مهمان خانا ڏس، توکي پسند اچن تہ اچي رهہ. تون فل سوٽ پائي آيو آهين. شايد توکي پسند نہ اچن. هي تہ شرڌالو ماڻهن لاءِ ۽ زيارت لاءِ اچڻ وارن لاءِ آهن. برابر ڪمرا رهڻ جهڙا نہ هئا. خير انهيءَ ڀڪشو ڪان موڪلائي ڪئنڊي ڪان ٻاهر وڃڻ لاءِ مشهور جبلن واري خانقاهه لاءِ روانو ٿيس. انهي ٻڌ مهاتيرا جو نالو هو "يان پونيڪا" ۽ هو جرمن نسل جو سفيد فام گورو هو. سندس جرمن نالو مون کي ياد ناهي رهيو باقي ٻڌ ڌرم اختيار ڪرڻ بعد نالو رکيائونس. "يان پونيڪا" جو پالي زبان جو اکر آهي. يان اکر جو اصلي سنسڪرت زبان ۾ بنيادي لفظ آهي گيان،جو اکر سنڌي ۾ ٿيو جاڻ ۽ پالي ۾ يان. پونيڪا جي معنيٰ آهي لاڙو ٿيل، سندس نالي جي معنيٰ ٿي جاڻ طرف لاڙو ٿيل (Inclined to knowledge). اسين هندو سماج ۾ ائين سمجهندا هئاسون تہ مهاتما گوتم ٻڌ هڪ هندو اوتار هو ۽ سندس ڌرم هندو ڌرم جي هڪ شاخ آهي. ڪيترائي هندو ودوان ٻڌ جي عظمت جو ذڪر ڪندا هئا تہ هن هندو ڌرم جي ارتقا ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. سريلنڪا جي گاديءَ واري شهر ڪولمبو ۾ آئون گهڻو ڪري روزانو ڪولمبو پبلڪ لائبريري ۾ ويندو هوس. اها ان ملڪ جي وڏي ۾ وڏي لئبريري هئي. سڄي بلڊنگ ايئرڪنڊيشنڊ هئي. ان ۾ اڪيچار لئبريري اسسٽنٽ هئا جن ۾ ڪثرت عورتن جي هئي. ڪيتريون ئي ڇوڪريون تہ Research Scholars هيون. ڪتاب ڳولڻا نہ پوندا هئا. ٽيبل پسند ڪري ويهو. اسسٽنٽ کي ڪتابن يا مصنفن جا نالا ڏيو يا رڳو موضوع ٻڌايو تہ ڪيترائي ڪتاب اچي ويندا. سو اتي مطالعو ڪندي اها خبر پيم تہ ٻڌ ڪٿي هندستان ۾ پيدا ٿيو. سندس پتا هندو راجا هو. پاڻ هندو ٿي پڙهيو ۽ بالغ ٿيو هو. ٻولي سنسڪرت ۽ هندو لهجي واري هئس، پر سندس مذهب، علم ۽ عقيدا هندو ڌرم جي تعليم ۽ عقيدن ڪان بنهہ مختلف هئا. مثال طور ٻڌ ڌرم ۾ ڪٿي بہ پرماتما، ڀڳوان، خدا يا God جو ذڪر ناهي. نالو بہ ناهي. هنن کي ناستڪ يا Atheist چئي سگهجي ٿو. هنن وٽ ڪو نبي، پيغمبر يا اوتار جو تصور

ناهي، ٻڌ ڪي هو صرف استاد يا رهنما مڃيندا آهن. اوائلي ٻڌ ازم ۾ آتما يا روح جو ڪو وجود ناهي. قيامت، دوزخ، جنت ۽ سرڳ نرڪ موجود ئي ناهن. موت کان پوءِ جي دنيا جو وجود ئي ناهي. انسان جو موت ائين آهي جيئن وڻ مان سُڪي پن ڇڻي پيري مٽي ۾ ملي وڃي ۽ بس. وڌيڪ يا پوءِ ڪجهه ناهي.

ڇهين صدي قبل مسيح انساني تاريخ ۾ اهم انسان پيدا ڪيا آهن. چين ۾ ڪنفيوشس ۽ لائوسي، هندستان ۾ جين ڌرم جو باني مهاوير ۽ گوتم ٻڌ، ايران ۾ زردشت Zarthustra، يونان ۾ پٿيگورس. زردشت باهه جي پوڄا وارو مذهب جاري ڪيو جيڪو اسلام جي ظهور وقت ايران ۽ ان جي اوسي پاسي جو مک مذهب هو. چين جا هي ٻه وڏا فلسفي ۽ مذهبي ليڊر (ڪنفيوشس ۽ لائوسي) ڇيا وڃن تا پر حقيقت ۾ هنن انساني چال چلت ۽ اخلاق بابت قول چيا ۽ چين جي ذهني ارتقا ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ اڃا تائين اثر رکن تا. مهاوير کي تيرٿ النڪر چون تا ۽ جين مذهب جو باني آهي، جو اڃا تائين ڪانيا واڙ گجرات ۽ ان جي آس پاس گهٽو رائج آهي، هن جو ذاتي نالو ورڌمن هو.

گوتم ٻڌ جو نالو سڌارٿ هو، ماڻس جو نالو مايا هو پڻس جو سڌو ڌن هو جو ساڪيه ملڪ جو راجا هو. هن وقت اهو علائقو نيپال ۾ اچي وڃي ٿو. گوتم ٻڌ بي حد خوبصورت جوان هو. غمگين گذاريندو هو. متان جهان جا دک ڏسي بي دل ٿي پوي ۽ سنياس اختيار ڪري، تنهن ڪري سورهن ورهين جي ڪچيءَ عمر ۾ خوبصورت شهزادي يشوڌرا سان شادي ڪرايائونس. پر پوءِ ٻه هو سنسار جا دک ڏسي تڙپي اٿندو هو. هن کي هڪ پٽ راهول ڄائو. ترت هڪ ڀيري هن رستي تان لنگهندي هڪ پوڙهو ڏٺو جو ٻڍاپي جي ڪري دکي ۽ بي حس هو. هن بيمار کي ڏٺو ۽ بي حال ٿي پيو. هن لاش ڏٺو کڻي پئي ويا وارث رنا پئي، هن سوچيو دک جو ڪارڻ ڇا آهي؟ ڪيئن ڇوٽڪارو حاصل ڪبو. آخر 29 سالن جي عمر ۾ هو رات جو ننڊڙي پٽ ۽ زال کي ننڊ ۾ ڇڏي نڪري ويو. اهو دور هندو ڌرم جو ويدڪ دور هو. پوڄا ۽ قرباني جي رسمن جو زور هو. برهمڻ انساني دک درد کان غافل هئا. انهن جو

پوجائن بکن ۾ اپواسن ڏيان جوڳ ۾ وشواس هو. هن ڇهه سال تن کي تڪليفون ڏنيون. 35 سالن جي عمر ۾ ٻڙ جي وڻ هيٺ گيان ۾ هن روشني ڏني، تڪليف رسائيندڙ جسم تي جبر جي ڏرم کي هن بي معنيٰ سمجهيو سمجهه آيس. هو نڪتو بنارس لڳ سارناٿ جي ٻيلي ۾ هن پهريون خطبو ڏنو جو تاريخي خطبو آهي. ڪاش اهو سمورو لکان. دنيا جي تاريخ ۾ ٻه ٻيا ٻه تاريخ ساز خطبا ڄاڻائجن ٿا. هڪ مسلمانن جي نبيءَ جو الوداعي حج تي ڏنل خطبو ٻيو حضرت عيسيٰ جو Sermon on the Mount جبل تي ڪيل تقرير. هر شاگرد کي اهي ٽيئي تقريرون يا خطبا ياد ڪرڻ کپن. سڌارٿ گوتم ٻڌ جا هي اکر سندس سموري تعليم جا مکيه حصا آهن. ٻڌ چيو:

”دوستو! حواسن جا مزا، انهن جي غلامي تمام هلڪي ۽ هيڻائين درجي جي زندگي ۽ بي معنيٰ زندگي آهي. ٻيو حد کان وڌيڪ پوڄائون، رياضتون ۽ جسم کي تڪليفون ڏيڻ سان ڪجهه به ورڻو ناهي. انهن جي وچ جو رستو اختيار ڪيو.“

ان وقت ٻڌ جا اوائلي صرف پنج ڀڪشو شاگرد ٿيا هئا. هو هلندو رهندو هو پنهنجي ڳالهه ڪندو رهندو هو. 35 ورهين جي عمر ۾ هو ٻڌ ٿيو هو 45 سال هو اُپديش ڪندو هليو 80 سالن جي عمر ۾ هن دم ڏنو.

هينيان سوال ٻڌ اٿاريا جن سوالن ٻڌڻ سان جواب پاڻ ذهن ۾ اچي ويندا:

1ـ چا آئون ماضي ۾ موجود هوس؟
2ـ چا آئون ماضي ۾ موجود نه هوس.؟
3ـ ماضيءَ ۾ آئون چا هوس؟
4ـ ماضيءَ ۾ آئون چا نه هوس؟
5ـ آئون هن دنيا کان پوءِ مستقبل ۾ چا هوندس؟
6ـ آئون هن کان پوءِ مستقبل ۾ چا نه هوندس؟

اهو طريقو هو ٻڌ جي سمجهائڻ جو. انهيءَ نموني سوال ڪندي ٻڌ هلندو هليو. هن جي سنگ ۾ ڪيترائي ماڻهو گڏ هلندا هئا. چون ٿا 12000 ماڻهو ۽ انهن جو ڪاٺو، سيڏو، جانور، گاڏيون ۽ گهوڙا هوندا هئا. شهر ٿهندا ۽ هلندا رهندا هئا.

ٻڌ جي انداز بيان ۾ جادو هوندو هو. توهان اهي اڪر خود دهرايو. توهان لفظن جي جادوگريءَ ۾ مشڪل ڳالهه آسانيءَ سان سمجهي ويندا. ٻڌ چئن عنصرن جو ذڪر ڪيو آهي: 1 جسم 2 احساس 3. مَنُ، 4. ذهني حاصلاتون. اهي چار انسان جون قوتون آهن انهن تي ڪنترول ڪيئن ڪجي. مثال طور جسم جي حوس بابت ٻڌ ليڪچر ڏنو:

1ـ يڪشوا وچو وچي مئل جسم ڏسو. مڙدو ڏسو جو ڪن ڏينهن کان سڄيل آهي بدبو ڪري رهيو آهي، پرسان بيهي نٿو سگهجي. ڀَڪشوا ائين سمجهو اهو توهان جو جسم آهي.

2ـ يڪشوا اهو لاش ڏسو جنهن کي ڳجهون کائي رهيون آهن. ڪتا پٽي رهيا آهن. سمجهو اي ڀڪشو اهو لاش توهان جو آهي.

3ـ يڪشوا اهو لاش جيڪو رڳو هڏا بچيو آهي ان جو ماس مچين ۽ ڪيڙن کائي ڪپائي ڇڏيو آهي. اي يڪشوا اهو پڃرو توهان جو آهي.

4ـ يڪشوا ڏس لاش جا هڏا ٽٽل آهن هڪ ڪنو ٽيل هڏن جو گنچو آهي اها هڏن جي هڙ تنهنجي جسم جي آهي.

5ـ يڪشوا لاش جا هڏا ٽڙي پکڙي ويا آهن. ٽٽل عضوا تنهنجا آهن.

6ـ يڪشوا ڏس پراڻا هڏا گسجي ڪونچ وانگر ٿي ويا آهن. اهو تنهنجو جسم آهي.

7ـ يڪشوا تنهنجا هڏا سالن کان رلي رلي مٽيءَ مان گند مان نڪرندا آيا آهن. اهي تنهنجي جسم جا آهن. اها رک تون آهين.

تنهنجو جسم اهو لاش گوشت هڏا مٽي آهن. جيئن اهي خيال تنهنجي پنهنجي جسم بابت ٿيندا تہ پوءِ يڪشو ضرور حوس کان مٿيرو ٿيندو ويندو اهڙوئي حال من، احساس ۽ ذهن بابت بہ بيان ٿيل آهي.

ٻڌ فلسفي بابت اهڙا خيال ذهن ۾ رکندي آئون برمي ٻڌ خانقاهہ مان ٻاهر نڪتس. برمي مندر کان نڪري پٺ کان اولهہ طرف ويندڙ رستي تي آيس، چند قدمن کان پوءِ رستو جهنگ مان ٿي هليو. هڪ طرف وڏو پهاڙ هو. ڪچو ڏهہ فوٽ ڪن ويڪرو رستو هو. اُتر طرف گهاٽن وڻن وارو اوچو جبل هو ۽ ڏکڻ طرف جبل جي لاهي ساوڪ ۽ وڻڪار ايتري تہ جاذب هئي جو ماڻهو

ان ۾ گم سم ٿي ويجي. هلندو هليس ڪو ڪو پيدل شخص گڏيو پئي. اتي بيلي ڪاتي وارن وڻن تي تختيون لٽڪايون هيون جنهن ۾ مهاتما ٻڌ جا قول لکيل هئا. جيڪي سمورا وڻڪار بيلن ۽ جهنگن بابت هئا. اڌ ڪلاڪ جي سفر بعد رستي جي ڏکڻ طرف هيٺ ٽڪري جي هنج ۾ هڪ خوبصورت جهوپڙي هئي جنهن جي اڱڻ ۾ رنگ برنگي گل لڳل هئا جن جي وچ ۾ هڪ گوري رنگ جو شخص ڪرسيءَ تي ويٺل هو. آئون هيٺ لٽس لوڙهي وٽ بيهي چيم: "يان پونيڪا" گوري جواب ڏنو: "نو' نوا مائيڪل سبل" هن انگريزيءَ ۾ چيو يان پونيڪا سندس استاد آهي. هو پاڻ اپاهج هئڻ ڪري وهيل چيئر تي ويٺو هو. سندس پرسان هڪ مقامي سنهالي بيٺو هو جو پڙهيل ٿي لڳو شايد سندس ملازم هو. منهنجي ٻڌائڻ تي تہ آئون يان پونيڪا سان ملڻ وڃي رهيو آهيان." پڇيم "ان جو گهر ڪٿي ۽ ڪيترو پري آهي." مسٽر سبل گهڻو ڳالهائيندڙ هو. شايد جهنگ ۾ اڪيلو رهڻ ڪري ڳالهائڻ لاءِ آتو هو. هن پنهنجي رام ڪهاڻي بيان ڪئي. ڪيئن اپاهج ٿيو. جان هاپڪن يونيورسٽيءَ ۾ مشرقي فلسفي جو پروفيسر هو. مذهب تبديل ڪري ٻڌ ٿيو هو ۽ يان پونيڪا جي اثر هيٺ جبلن ۾ جهڳي ناهي ٻوڏي ڏيان ۾ وقت گذاريندو هو. قصو ڪوتاهہ هن مون کي چيو اها ئي واٽ وٺي اڌ ڪلاڪ پنڌ ڪندين، تہ يان پونيڪا وٽ پهچي ويندين. پر هن مون تي اهو زور رکيو تہ موٽندي هن سان ضرور ملندو وڃان ۽ سندس ڪافي پي وڃان: پيرن تي زور رکيم. اڌ ڪلاڪ بعد بہ ڪا جهڳي يا ڪو ماڻهو نہ مليو. مون کي ياد آيو اسان ٽرين لاءِ چوندا آهن پڇبو: "ڪيترو پنڌ اڃا آهي؟" جواب ڏيندا: "بس هن سامهين پٽ کان اڳتي ٻُڪڙ ۾ سٽ پنڌ جي آهي" ۽ اها سٽ تمام وڏي ٿي پوندي آهي. رڳو ٽرين جي اها عادت ناهي سڄي دنيا ۾ جهر جهنگ ۾ ائين آهي. خير جڏهين اهو بيو اڌ ڪلاڪ پورو ٿيو تہ هڪ شخص جبل کان لهندي سامهون مليو ان کان پڇيم. هن جواب ڏنو: "بس هن سامهون موڙ وٽان بہ رستا ڦٽندا کابي پاسي وارو رستو وٺي سئو کن قدم هلندين تہ مهاتيرا يان پونيڪا جي فاريسٽ Hut (هٽ) وٽ رسي ويندين. انهي نموني هلندي برابر هڪ هلڪي گاهن جي لوڙهي جي ڪليل

لنگھہ ڪان گھڙيس، تہ ھڪ ننڍڙي بہ ماڙ جڳھہ ھئي. ڪمري جي در تي گھنٽي لڳل ھئي. ٻي ڪا نڪي اتي جڳھہ ھئي ۽ نڪي بستي، ٿورو اڳتي وسندي ھئي، جا ٻڌ خانقاھہ ھئي. ھڪ ڪمري وارو گھر ھو ۽ پنيان آئوٽ ھائوس ھئا. ڪمري مٿان ھڪ ڪمرو ھو. ٿوري دير ڪان پوءِ ڪمرو کليو ھڪ ساڍا ڇھہ فٽ ڊگھو وڏي ڊيل وارو مٽارو پوڙھو شخص ظاھر ٿيو. ڏاڙھي مڇون مٿو سڀ ڪوڙيل ھئس. ھيٺ لھنگي وانگر ڌوتي پاتل ھئس تنھن مٿان ڍلو چولو ھئس. روش ۾ نھراءُ، منھن ۾ چمڪ ۽ چپن تي مُشڪ ھئس.

مون پڇيو: "يان پونيڪا"

جواب ڏنائين: "ھا"

مون چيو: آئون توھان سان ملڻ آيو آھيان، مون کي برمي خانقاھہ جي پڪشو توھان سان ملڻ جي صلاح ڏني ھئي."

ھن در کوليوءِ چيائين: "اندر اچو"

اندر ويس تہ ھڪ ٻن جي وھڻ جھڙو ڪوچ پيل ھو. ھڪ آرام ڪرسي ۽ ھڪ صندل، زمين تي گاھہ جو نھيل تڏو وڇايل ھو. مونکي ڪوچ تي ويھڻ جو اشارو ڪيائين. ويھاري چيائين: "مون کي پنج منٽ ڏيو آئون اچان ٿو" ائين چئي اندر ھليو ويو. جنھن ڪوچ تي آئون وينو ھوس، ان سان لڳ ننڍي ٽپائي ھئي جنھن تي کليل حالت ۾ آمريڪا جو ھفتيوار رسالو ٽائيم پيل ھو. جو شايد ھو پڙھي رھيو ھو. سوچيم ھن جھنگ ۾ جبلن تي اڪيلو رھندڙ ٻڌ مھاتيرا پڪشو جديد رسالا پڙھي ٿو دنيا جي خبرن سان واقفيت رکي ٿو. ڳالھيون ڪندي چيو ھئائين، سندس عمر ان وقت 1983ع ۾ 84 ورھيہ ھئي ۽ منھنجي 55 ورھين.

ٻڌ انتظام ۾ جيڪو خانقاھہ ۾ رھي پڙھي، پوءِ پنج سال ٻڌ جي سنگ (جماعت) جي ميمبر طور دنيا کان تارڪ ٿي رھي ٿو ان کي تيرا Thera چون ۽ ڏھہ سال پورا ڪرڻ بعد مھاتيرا چون. تيرا اکر جي معنيٰ آھي Elder (وڏو۔ بزرگ) ھاڻي اڳتي يان پونيڪا کي مھاتيرا ڪري سڏيندس. مھاتيرا ڪافي جا بہ ڪوپ ٺاھي کڻي آيو ۽ آرام ڪرسي تي وينو. مون پنھنجي واقفيت ڪرائي. رسمي Greetings دعا سلام بعد ڪيس چيم: "آئون ٻڌ ازم جي

مطالعي ۽ سير لاءِ سندس ملڪ ۾ آيو آهيان. فلاسافي جو شاگرد آهيان.“

مهاتيرا ٻڌايو تہ سنسڪرت جي گرامر لکڻ وارو ۽ مشهور ٻڌ ڀڪشو ۽ مئسينري جرمن سندس استاد هو. هو چوندو هليو ”ان جي محبت ۾ 1940ع ۾ ٻڌ ٿيس ۽ 1948ع کان ونيِ سريلنڪا جو شهري آهيان.“ گهڻو ڪري ٻڌ ڌرم جا ڪتاب هن ايڊٽ ڪري ڇپايا آهن. اصلي ڪتاب پالي زبان ۾ هئا جيڪي پڻ هن سهيڙيا آهن. هن مون کان سوال پڇيو. تہ ٻڌ ڌرم تي گفتگو کان اڳ ۾ هو ڄاڻڻ ٿو چاهي تہ مون کي ان بابت ڪيتري ڄاڻ آهي. هاڻي تہ ڄڻ منهنجو امتحان شروع ٿيڻ وارو هو. سو بہ ايڏي وڏي ڌرم گرو ۽ جرمن اسڪالر اڳيان.

مون چوڻ شروع ڪيو تہ جنهن دور ۾ ويدڪ ۽ برهمڻڪ ڌرم صرف رسمن ۾ ڦاسي عام ماڻهوءَ جي سمجهہ کان پري ٿيو. ان وقت ڌرم جي نالي ۾ وڏي ڪرپشن جاري هئي. ملڪ ۾ افراتفري هئي. مذهبي عقيدو بي معنيٰ ٿي ويو هو. علم ناستڪ پڻي طرف رخ ڪنيو بيٺو هو. چار واڪ ۽ برهمپٽي جون لکڻيون عالمن ۽ سوسائٽي جي اشراف ودوانن جي بحث جو موضوع هيون. هڪ قسم جو برهمڻ جي ڌرم خلاف بغاوت جو ماحول هو. ان وقت ضرورت نئين سوچ ۽ رهنمائيءَ جي هئي. جو مهاوير ۽ ڀڳوان ٻڌ جهڙا مهاپرش پيدا ٿيا. جن هندو سماج جي بنيادي نقطي کي لرزائي ڇڏيو. ٻڌ ازم انسان کي ذهني سوچ ۽ انساني سياءُ جي سطح جي عقيدي سان پيدا ٿيندڙ جهالت ۽ اڻ سهپ کان متي ڪٽي ان ۾ انسان دوستيءَ جا ٻج ڇٽيا. ٻڌ مهاپرشن هندستان جي سموري گيان وگيان ۽ علم کي انساني عقل ۽ منطق جي ڪسوٽيءَ تي ڇڪاسيو. سوسائٽي تشدد بدران عدم تشدد طرف مائل ڪئي ۽ ائين اها زوال کان بچي ويئي. پر ٻڌازم بين ڌرمن وانگر عالمن ۽ عام مخلوق کان نڪري بادشاهن تائين پهتو تن ان جو بيڙو کنيو تہ پوءِ هو گهڻ ۾ گهڻ هندستان ۾ حڪومت جو هٿيار بڻجڻ ڪري ٻڌ ازم جي جهاز ۾ تن پوڻ ڪري اهي زوال کان بچي نہ سگهيا. هن وقت مهايانا ٻڌازم ۽ هنايانا ٻڌ ازم ٻئي پنهنجي ملڪن ۾ جتي هو رائج آهن. ٻڌ ڌرم وارن جا فرقا آهن سي سياسي ۽ سماجي ڍانچي کي تقويت نٽا پهچائي سگهن.

حڪومتون ڪمزور ٿي ويون آهن. تنهن ڪري سماج ۽ معاشري ۾ مضبوط سول سوسائٽي ڇڙوڇڙ ٿي رهي آهي. سياست ۾ مذهب جي دخل ڪري خود هندستان ۽ پاڪستان ۾ رياست جي رٽ ۽ حڪم ڪمزور آهن.

مون مهاتيرا کي چيو تہ ٻڌ ڌرم ترقي پسند ۽ لبرل ڌرم آهي. ٻڌن جي مهايانا فرقي وارن دتاڪا آڪاٽين ۾ ٻڌ جي اڳئين جنم ۽ پوڄائن وغيره کي پنهنجو ڪري وري ڄٽڪ برهمڻڪي ڌرم کي هٽي ڏني. مهايانا تبت، چين، ٿائيليند، جپان وغيره ۾ رائج آهي. ٻڌ جي سکيا تي وڌيڪ عمل ڪندڙ هنايانا فرقو آهي، جيڪو سريلنڪا ۽ برما ۾ رائج آهي، اتي پوڙهي مهاتيرا جهٽ چئي ڏنو: ”اسان جي ڌرم کي هنايانا نہ چئو هنايانا معنيٰ ننڍو نرواڻ يا ننڍي گاڏي (سواري) مهايانا وارا وڏي ٻناڪ ٿا هڻن ۽ اسان کي ننڍو ٿا چون. انهي ڪري اسان جو فرقو هنايانا نہ آهي اسين ان کي تير ويرا چئون ٿا. تيرا جي معنيٰ آهي بزرگ (Elder) تير ويرا جو مطلب آهي اهو ڌرم جو ٻڌن جي وڏن طئي ڪيو هو.“ اهو عالم آشڪار آهي تہ گوتم ٻڌ جي وفات بعد وڏڙا ڪنا ٿيا جنهن کي سنگهہ (گڏجاڻي) چئجي ٿو. انهن سمورو ڌرم ڪنو ڪري، اصول وغيره طئہ ڪيا ۽ ڪتاب ترتيب ڏنائون. جن سنگهہ ۾ شرڪت ڪئي انهن کي سنگهوي سڏجي ٿو. ٻڌن جي پراٿنا جا اکر آهن. ٻڌم شرنم گڇامي، ڌمم شرنم گڇامي ۽ سنگهم شرنم گڇامي، معنيٰ آهي ٻڌ جي شرڻ (حفاظت) ۾ وڃان ٿو، ڌرم جي شرڻ ۾ وڃان ٿو ۽ سنگهہ جي شرڻ ۾ وڃان ٿو.

هاڻي جيڪي مهاتيرا يان پونيڪا جرمن يڪشو چيو سو لکان ٿو:

”جيئن تہ ٻڌ کي 2500 سال گذري چڪا آهن انهي ڪري توهان کي ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ آئون محسوس ڪيان ٿو تہ توهان جديد يورپي ڪلچر ۽ سياسي سوچ طرف گهڻو مائل آهيو انهي ڪري چاهيندس تہ ٻڌ ڌرم جي خيالن پنيان ڪهڙا معاشي سماجي سياسي ۽ اخلاقي پس منظر آهن تن جو وستار ڪيو وڃي. آئون توهان سان سهمت ۽ شامل راءِ نہ آهيان تہ سماج پست ٿيل هو تنهن ڪري ان خلاف بغاوت ٻڌازم کي آندو. منهنجو خيال انهي نقطہ نظر کان مختلف آهي.

جڏهن ڪان آريا سڄي هندستان تي قبضو ڪري ان تي ڇانئجي ويا، ان وقت هندستان مالي توڙي تمدني لحاظ کان وڏي ترقي تي پهتل هو. پٽاليپترا ۽ وئشال جهڙا وڏا شهر نهيا هئا. هنر ۽ واپار ملڪ کي شاهوڪار بڻايو هو. خوشحالي جي ڪري ماڻهن وٽ وقت گهڻو هو جنهن ڪري علم تمدن ۽ تهذيب سماج تي ڇانئجي ويل هئا. ڇهين صدي قبل مسيح وقت حصول لذت ۽ مادي پرستي طرف ماڻهن جو رخ وڌيڪ مائل ٿيل هو پر خوشحاليءَ ۾ مذهب ترقي نہ ڪندو آهي. ان وقت اسان جا حواس مذهبي بندشن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندا آهن. انهي ڪري ان دور ۾ مذهبي اخلاقيات پست ٿيندي ويئي. هوس، نااميدي ۽ ذهني ڏيوالي کان گوتم ٻڌ انسان جي پنهنجي جسماني حوس ۽ خواهشن کان ٿيل دکي انسانن کي نجات ڏيارڻ لاءِ آيو ۽ سماج کي ڇڙواڳيءَ کان بچايو."

مهاتيرا يان پونيڪا اڳتي چيو:

"گوتم ٻڌ جو همعصر جين ڌرم جو باني مهاوير ورڌمن هو ان جو ڌرم بہ ٻڌ وانگر ئي هو."

هن مضمون ۾ جين ڌرم جو ذڪر تفصيل سان نہ ڪندي صرف ايترو چوڻ ڪافي ٿيندو تہ جين ڌرم جي باني مهاوير شادي نہ ڪندڙ مردن ۽ عورتن کي پنهنجو پيروَ بڻايو. جڏهن 72 ورهن جي عمر ۾ هن چولو ڇڏيو تہ هن جاشش 14 هزار هئا. جين ڌرم جيتوڻيڪ آسمان پرماتما کان خالي ڪرايو پر وري انهيءَ جڳهہ تي پنهنجي مذهب جا اڳواڻ آڻي ويهاريا ۽ پوڄايا. ٻڌ، جين ڌرم جي مهاوير کان ڪيترن ئي عقيدن، فلسفي ۽ عمل جي ڳالهين ۾ مختلف ۽نرالو هو.

مهاتيرا يان پونيڪا ڳالهہ کي وڌائيندي چوڻ لڳو:

"گوتم سڌارٿ پوڙهي شخص کي ڏسي، بيمار کي ڏسي، مئل ماڻهوءَ جي، لاش کي ڏسي، ڇا محسوس ڪيو ۽ ڇو گهر، بادشاهي، زال ۽ ننڍڙو پٽ ڇڏي جهنگ جو رستو اختيار ڪيو ۽ ست سال تپسيا ڪري ڪهڙي روشني ڏنائين ۽ ڪيئن ٻڌ بڻيو؟"

منهنجي لاءِ اهو دلچسپ موضوع هو. ڪيترائي فلسفي ۽ مذهبن جا ڪتاب اٿلائيندي اهو تہ سمجهي سگهيو هوس تہ دک ڇا آهي، سور ڇا آهن ڇو ۽ ڪٿان ٿا پيدا ٿين. ۽ ڪيئن انهن کان آجو ٿجي؟ آئون ذاتي طرح جنهن سياسي ۽ مذهبي مسلڪ سان لاڳاپيل رهيو هوس، تنهن موجب ذهني ڏک ۽ سور انسان جو قيمتي سرمايو آهن. انسان، معاشي، سماجي ۽ سياسي طرح غلام آهي ۽ استحصال جو شڪار آهي ان لاءِ تاريخي عمل ۾ جدوجهد ۽ ڪشمڪش موجود آهي. ان کي تيز ڪرڻ ان خلاف تحريڪ ۽ ڪوشش کي زور وٺائڻ سان اهڙن سورن کان نجات ملي سگهي ٿي. اها تہ ٿي موجوده صنعتي ۽ تجارتي سماج لاءِ جديد سوچ پر ڳالهہ پئي ڪيم انهن سورن جي انهن ڏکن جي جن جو پڳوان ٻڌ ذڪر ۽ سدباب لاءِ عمل ڪرڻ سمجهايو آهي ۽ سموري مسئلي کي سمجهڻو آهي.

يان پونيڪا هن ريت ڳالهہ ڪئي تہ ڏک ۽ سور جمڻ کان وٺي انسان جي وجود ۾ موجود آهن. جيڪي هن خود ڏٺا ۽ جن جو ذڪر بيمار پوڙهي ۽ مڙدي کي ڏسڻ وارن واقعن ۾ ٿيل آهي. هن محسوس ڪيو تہ آئون خوبصورت ڪڙيل جوان آهيان. منهنجي جمڻ سان ئي اها ڳالهہ لاڳاپيل آهي تہ آئون پوڙهو ٿيندس. هيءُ صحتمند ۽ تنومند جسم نہ رهندو. بيماري ۽ ويچارگي بہ هن جي وجود سان لاڳاپيل آهي. آئون هلان چلان پيو پر انهيءَ ڏک ڏيندڙ خيال کان آجو نٿو رهي سگهان تہ آئون بيمار ٿيندس. عذاب ڏسندس. مرده لاش ڏسڻ سان ڪيئن نہ خيال ايندو تہ هيءُ جسم هيءَ حياتي اڻين بدبو پيدا ڪندي.

اڳتي ڳالهہ هلي تہ پوءِ انهيءَ دک جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ اهي ڪيئي حالتون تہ موجود آهن پر اهي ڏک ڇو ٿيون رسائين، ايذاءَ ڇو ٿيون ڏين؟

هن سندس ئي هڪ ڪتاب مون کي ڏنو ۽ چيائين: گوتم ٻڌ موجب دک جو ڪارڻ انسان جا پنهنجا جذبا ۽ حوس آهن. اگيانتا (اڻ ڄاڻائي) ۽ جهالت آهن. هن جيڪي ڏهاڪو کن سبب ٻڌايا سي انگريزي ۾ هئا انهن سيني جي سنڌي ۾ مون کي صحيح معنيٰ معلوم ناهي. انهن جو سنڌي ۾ ترجمو مون لاءِ محال آهي. اسان کي ايتري ئي ڄاڻ ۽ اهليت آهي جيترو

اسان ڏٺو آھي بڌو آھي يا محسوس ڪيو آھي. يان پونيڪا ڪمي ۽ مڇي جي ڪھاڻي ٻڌائي تہ ھڪ پيري پاڻيءَ ۾ ڪُمي ۽ مڇي ھڪ ٻئي سان مليا. حال احوال ڪندي ڪُمي چيو تہ آئون ٻاھر نڪري زمين تان گھمي ڦري ڊنڊ تي موٽي آئي آھيان. مڇي چيس ضرور ترندي وئي ھونديندءَ. ترندي گھمي ھونديندءَ ۽ ترندي موٽي ھونديندءَ. مڇيءَ کي صرف پاڻي جي خبر ھئي ھن کي زمين جي خبر نہ ھئي. ڪميءَ مڇي کي چيو: "زمين تي تربو ناھي، ھلبو آھي. بنا ترڻ جي ڪيئن ھلبو؟ مڇيءَ زور ڏيئي چيو: "ضرور پاڻي ھوندو ھن ڊنڊ وانگر جنھن ۾ لھرون ھونديون جنھن ۾ ٽبيون ڏبيون. تربو ۽ ائين اڳتي وڌبو يا موٽبو."

ڏکن جو ڪارڻ اڄ آھي. ٻوڌي لٽريچر ۾ اڄ ۽ توئنس کي تمبا چون ٿا ان کان چوتڪاري کي نبانا چون ٿا جو سنسڪرت زبان ۾ نرواڻ آھي. ان دور جي رواج مطابق ٻڌ گفتگو ليڪچرن، مثالن ۽ ڪھاڻين ذريعي پنھنجي سکيا ڏني. سقراط ۽ حضرت عيسيٰ وانگر لکيت ۾ پنھنجي ڳالھ نہ ڪئي آھي. ٻڌ ڳالھ سمجھي روشني ڏني پر ھن تي ڪا وحي نازل نہ ٿي ھئي. ھن اھا دعويٰ نہ ڪئي تہ ڪو ڀڳوان يا خدا ھن جي معرفت ڪو ڌرم ڏيئي رھيو آھي. ھو پنھنجي ڳالھ ڪندي ٻين جا اعتراف ٻڌندي شڪ ظاھر ڪندي بلڪل صبر ۽ تحمل سان ٻڌندو ھو. صاف سادي ۽ مٺي انداز ۾ دليل ڏيندو ھو. رحمدلي ۽ عدم تشدد ھن جي خاص سکيا ھئا.

يان پونيڪا قابل شخص ھو. مون مان خوش ھو ۽ ڪچھري جو ماحول بہ سنو ھو. ڇاڪاڻ تہ ھو محسوس ڪري رھيو ھو تہ آئون سندس ڳالھ غور سان ۽ ادب سان ٻڌي رھيو ھوس ۽ جيڪي سوال پڇيم پئي سي تعميري ھئا. مون کي ھن ٻڌايو تہ ھن کي پرسان خانقاھ مان پٽُ ملندو آھي سوئي سندس کاڌو ھو. ھو مشرقي مذھبي رواج موجب تماڪ شراب گوشت آچار ۽ سوادن کان پري ھو. مون کي عجب لڳو تہ ھيڏو وڏي قد ڪاٺ وارو پوڙھو. نلھي اباريل چانورن ۽ ڀاڄي يا دال تي ڪيئن ھلي سگھندو ھوندو. ھن مون کي ترسڻ جي آڇ ڪئي پر مون چيو تہ مون کي موٽڻو آھي. ھن چيو انھي صورت ۾ سج لھڻ کان اڳ ۾ ڪئنڊي پھچي وڃجان. وڃڻ کان اڳ ۾ مون ان وقت تامل سنھالي

گھرو جنگ بابت ڳالھ ڪئي. هن کي چيم ”جھيڙي ۽ خونريزيءَ جو خطرو آهي. تاملن جون دهشتگرد جماعتون آهن. هو سياسي حقن لاءِ لڙن ٿا. ڇا هنن سان مفاهمت يا راضي نامو نٿو ٿي سگھي؟“ مون اتي جي سياسي اختلافن جو ذڪر ڪيو. تاملن جي گھر هئي ته هنن جي جتي گھڻائي آهي مثال طور اتر ۽ اوڀر سريلنڪا ۾ اتي انهن جو صوبو ناهي سريلنڪا کي وفاق بڻايو وڃي. فيڊرل جوڙجڪ رکيو وڃي. جنهن ۾ صوبا هجن ۽ انهن کي صوبائي خودمختياري مليل هجي. انهي تي مهاتيرا يان پونيڪا گرم ٿي وبو چيائين: ”سريلنڪا، مهاتما ٻڌ جي اسان کي امانت مليل آهي ان کي ذبح ٿيڻ نه ڏينداسون. هي چانور جيڪي اسين کائون ٿا سي به ٻڌ جي دين آهن. هن ڌرتيءَ ۾ ٻڌ ازم سينچيل آهي. هتي جي انسانن جو سهارو ٻڌ ڌرم آهي. هي تامل هندستان مان آيا آهن. اتي تامل ناڊو ۾ تي ڪروڙ تامل آهن ۽ هتي اسين سنهالي هڪ ڪروڙ کان به گھٽ آهيون. هتي سريلنڪا ۾ سمورا ڪامورا جج ۽ واپاري تامل آهن. هو اسان جو استحصال ٿا ڪن. هو سريلنڪا جو ٻڌ ۽ سنهالي ڪلچر تباهه ڪرڻ چاهين ٿا. اسين هنن کي جدا اسٽيٽ ناهڻ نه ڏينداسون.“ مون ڏٺو شانت خاموش مذهبي ليڊر جنهن جي ڳالھ ۾ ميناج هو. دليل هو تڏائي هئي. سو وري ڪيئن اوچتو پڙڪو کائي ڪاوڙ ۾ اچي ويو. مون کي ذهن ۾ آيو ته سياسي تڪرار سياسي نموني حل ٿيندو آهي، مذهبي عقيدي سان نه. پر ادب وچان مون ڪو بحث نه ڪيو ۽ نه پنهنجو رايو ڏنو. شايد مذهبي ليڊر جڏهن سياست ۾ ايندا آهن ته پوءِ هنن کان ڏيمائي ۽ صبر موڪلائي ويندو آهي.

اسين مهاتما گوتم ٻڌ جون ڪٿائون ۽ ڪهاڻيون ورجائي رهيا هئاسون. يان پونيڪا صاحب جي ذاتي جرمنيءَ واري زندگيءَ تي گفتگو ڪندا رهياسون. اسان کي اهو خيال ئي نه رهيو ته سج الهي رهيو آهي. اتي ان وقت هڪ نئون شخص آيو جنهن چيو ته هو وڃي رهيو آهي ۽ مهاتيرا کان موڪلائڻ آيو آهي. مهاتيرا هن کي چيو ته مون کي وٺي وڃي ۽ ڪئنڊي تائين رستي جي رهنمائي ڪري. مون کانئس موڪلايو ۽ سوچيم ته ڪنهن عظيم هستيءَ سان ملي لال ٿي نڪتو آهيان. مون سان جو هليو سو سنهالي

هو. پرسان خانقاهہ ۾ رهندو هو. هلندي هلندي ڪچهري ڪندا وياسون. هو وڪيل هو. پوءِ دنيا ترڪ ڪري خانقاهہ ۾ داخل ٿيو. ٿي سال هنن پڙهايو هوس. پالي زبان ۽ سنسڪرت زبان سکيو. ان بعد پنج سال پورا ڪري هاٿي تيرا (Thera) ٿيو هو. هن جو سنهالي نالو ايڊورڊ هو (سريلنڪا ۾ ٻڌ ڌرم وارا انگريزن جي دور ۾ انهن جا نالا ٻارن تي رکندا هئا پر سندس نئون نالو آنندا هو). جنهن رستي آئون آيو هوس. ان جي بجاءِ آنندا ٻيو رستو ورتو تہ چيم: "ايئن ڇو؟" چيائين: پاڻ (Short Cut) معنيٰ وچ وارو ويجهو رستو ونون ٿا. اوچتو مون کي خيال آيو آمريڪي اپاهج سبل سان ملڻ جو. چيائين: اهو هن نئين رستي تي ناهي اتي اڄ نہ وڃو اوندهہ ٿي ويندي." خير سان اڇي ڪئنڊي رسياسون. اپاهج امريڪن مسٽر سبل سان ملاقات نہ ٿي سگهي.

سري لنڪا خوبصورت ملڪ آهي. ماڻهو سنا ۽ محبت وارا آهن. سندن ڌرم صلح ۽ امن وارو آهي. ڪاش اتي وڃي رهجي. ٻيلا, چانهہ جا باغ, جبل, درياءَ, سڀ ڪجهہ آهي. مون منگليڪا نالي ناول ذهن ۾ سوچيو آهي. اهو چاهيان ٿو تہ اتي ڪئنڊي کان اڳتي بدولا آهي اتي رهي جهنگ جي خاموشيءَ ۾ لکي پورو ڪيان. منگليڪا سنهالي هئي سندس پسند ڪيل دوست تامل هو جنگ جي ڪيفيت ۾ عشق اڙجي ويو. اهو تڪرار بہ نبيريون سو وري ايندڙ مضمون ۾. ٭

# مهاتما ٻُڌ

(**امرتا مئي** 2008ع)

ٻڌ ڌرم جي باني گوتم جنهن جو اصل نالو سڌارٿ هو ان جي حياتيءَ جا ڪي واقعا بيان ڪجن ٿا. مون اڳوڻي مضمون ۾ لکيو هو:

”گوتم جو نالو سڌارٿ هو ماڻس جو نالو مايا ۽ پڻس جو سڌوڌن هو. جو ساڪيہ ملڪ جو راجا هو. گوتم سڌارٿ بي حد جاذب شهزادو هو. شڪل صورت ۾ ۽ پڻ عادتن ۽ اتوارن ۾، هن جي شخصيت بي حد جاذب هئي. سورهن ورهين جي ڪچي عمر ۾، خوبصورت شهزادي يشوڌرا سان شادي ڪرايائونس. هو سنسار جا دک ڏسي تڙپي اٿندو هو. هڪ ڀيري هن رستي تان لنگهندي، پوڙهو ڏنو جو پوڙهپ جي ڪري دکي ۽ بي حس هو هن بيمار کي ڏٺو ۽ بي حال ٿي پيو. هن لاش ڏٺو ماڻهو کڻي پئي ويا، وارث رنا پئي، هن سوچيو هن دک جو ڪارڻ ڇا آهي؟ ڪيئن ڇوٽڪارو حاصل ڪبو؟ آخر 29 سالن جي عمر ۾ هو رات جو ننڍڙي پٽ ۽ زال کي ننڊ ۾ ڇڏي نڪري ويو. هن 35 سالن جي عمر تائين 6 ورهيہ تن کي تسيائون ڏنيون ۽ آخر ۾ روشني ڏٺي، ان بعد هو ٻاهر نڪتو ۽ هن دنيا کي نئون پيغام ڏنو. هن جا دنيا ۾ هن وقت تائين ٻہ ارب پيروڪار آهن. گوتم ٻڌ 786 قبل مسيح ۾ ڄائو هو ۽ 566 قبل مسيح ۾ 80 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي. گوتم ٻڌ جي حياتيءَ جا ڪي اهڙا واقعا آهن. جن کي تفصيل سان بيان ڪرڻ سان ٻڌ مذهب کي چڱيءَ طرح سمجهي سگهبو۔ جيئن:

1۔ سندس اوائلي زندگي۔ بيمار پوڙهي ۽ لاش کي ڏسڻ

2۔ خوبصورت ڪٽنب، گهر ٻار کي الوداع ڪرڻ.

3۔ ٻڌ ٿيڻ.

4_ گهر واپس اچڻ، زال، پٽ، پيءُ ۽ راڄڌاني ۾ واپس اچڻ جا منظر.
5_ آخري ڏينهن ۾ ڌرم جو پرچار ۽ دنيا مان روانو ٿيڻ.

## 1. اوائلي زندگي:

شهزادي گوتم جو سوٽ ديودت هو. ٻئي شهزادا باغ ۾ گهمي ٿهلي رهيا هئا، تہ مٿان اچي هنجن جي قطار آسمان تان لنگهي، هنج هماليہ ڏانهن ٿي ويا. سندن آکيرا اتر هماليہ جي ڇاتيءَ ۾ هئا. سهڻا پکي هڪ ٻئي سان پريم جي مٺي لات لنوندا ڪنا پئي ويا. شهزادي گوتم جي سوٽ پنهنجي ڪمان مٿي ڪئي ۽ هڪ تير پکين ڪي هنيو. جو وڃي هڪ هنج جي ڪشادي پر کي لڳو ۽ پکي جو آزاد نيرائيءَ ۾ پئي اڏاٽو سو اچي زمين تي ڪريو. چمڪندڙ لال خون هنج جي نازڪ بدن مان وهڻ لڳو. شهزادي گوتم وڃي نزاڪت سان هنج کي کڻي پنهنجي هنج ۾ سمهاريو. پکي ڊپ ۾ پئي ڦٿڪيو. تنهن تي نرمل هٿ گهمائي، هن جي سور کي ٺارڻ لڳو. هن جي کنڀن تي وري وري هٿ گهمائي، هن جي ڌڪ ڌڪ ڪندڙ دل کي شانت ۾ آندائين. ٻچڪار سان ۽ هلڪين مهر ڀرين ترين سان هن کي آرامي ڪيو. ٻڌ جون تريون اهڙيون نرم هيون، جهڙو ڪيوڙي جو پن، جو تازو ڪليو هجي. ڏاڍي هٿ سان هنج کي جهليائين ۽ ساڄي هٿ سان هنج جي زخم مان تيز تير ڪڍي ڦٽ تي ٿڌا پن ۽ شفا جي ماکي رکي زخم کي ٺاريائين. پر اڃا بہ ڇوڪر (گوتم ٻڌ) کي خبر نہ هئي، تہ دک ڇا ٿيندو آهي. سو ڇا ڪيائين، جو تير جي ڇهنب کڻي پنهنجي ڪرائي تي هنيائين تہ سندس دل ڏڪڻ لڳي ۽ رت نڪري آيو ۽ وري پکيئڙي تي هٿڙو گهمايائين، اکين مان آب وهڻ لڳس ۽ وري وري ان تي ديا ۽ سيتلتا جو هٿڙو گهمايائين. ان وقت تير هڻي زخمي ڪندڙ ديودت جو نياپو آيو تہ گلاب جي ٻوٽن ۾ جو هنج ڪريو آهي سو کيس ڏنو وڃي. گوتم ترت چيو: "نہ! جي پکيئڙو مري ويو هجي ها تہ ڀوءِ شڪاري کي کڻي ڏجي ها، پر هي تہ حيات آهي. منهنجي سوٽ رڳو هن جي سفيد کنڀن مان هن جي ايشوري طاقت تير سان ڪڍي ڦٽي ڪئي آهي، جنهن طاقت هن کي کنڀن سان آسمان تي ٿي موج سان اڏايو." ديودت کي جڏهين گوتم جو هي سنيهو پهتو

تڏهن هو شهزادي گوتم وٽ آيو ۽ طلب ڪيائين تہ: ”هي پکي جهنگلي آهي. جيئرو يا مئل انهي جو آهي جنهن هن کي آسمان مان هيٺ لاٿو آهي. آسمان ۾ هو تيستائين ڪنهن بہ انسان جي ملڪيت نہ هو پر هيٺ زمين تي اهو منهنجي ملڪيت آهي.“ تنهن تي گوتم هنج جي ڳچي پنهنجي نرم ۽ ڪومل ڳل تي رکي ۽ ڳنڀير ٿي جواب ڏنو: ”نہ پيارا! ائين نہ آهي، هي پکي منهنجو آهي، هي ٻهريون جيو آهي، جو ديا، رحم ۽ پريم جي عيوض منهنجو آهي، منهنجي دل ۾ چرپر پيدا ٿي آهي. تہ آئون اهڙا بيا بہ انيڪ دکي جيو پنهنجا ڪندس. منهنجي دل انهن کي رحم ڪرڻ، ديا ڪرڻ، پريم ڪرڻ سيکاريندي. آئون انسان ذات جي دکن کي ناريندس. دک نہ رڳو انسان کي رسندا آهن، پر گگدام کي پڻ. پلا جي توکي اهو سڀ قبول ناهي، تہ فيصلو راجا جي دربار جي سياڻن وٽ هلي ڪرايو.“

ڪليل دربار ۾ بحث ٿيو ڪن هيئن چيو ڪن هوئن چيو. آخر هڪ ڏاريون پنڊت آيل هو ان ڪان راءِ ورتائون. پنڊت ڏيرج سان چيو: ”جيئري شيءِ تي جيوت بچائيندڙ جو حق وڌيڪ آهي، ان ڪان جيڪو جيوت کي ناس ڪرڻ ۽ مارڻ جي ڪوشش ڪري. ماريندڙ شيءِ کي خراب ۽ ضايع ڪري ٿو ۽ بچائيندڙ شيءِ کي پالي ٿو تنهن ڪري پکي گوتم کي ڏبو.“ اهو فيصلو صحيح سمجهيو ويو ۽ قبول ڪيو ويو.

هڪ ڀيري بهار جي موسم شروع ٿي ۽ راجا پنهنجي پٽ گوتم کي پاڻ سان گڏ گهمڻ وني هليو. رستي تي چوندو هليو: ”مٺا پٽ! ڏس تہ بسنت رت ۾ ڪهڙي نہ فرحت اچي ٿي، ڌرتي سائي ٿي، ساوڪ سان پرجي ويئي آهي. هن مند ۾ فصل لهندا ۽ پوکيندڙ سکيا ٿيندا. هڪ ڏينهن منهنجو هي جسم بہ چکيا تي چڙهندو، پوءِ تون راج ڪندين. هي زمين ماڻهن جي بک لاهيندي ۽ پڻ راجا جي خزاني کي پرينديءِ ڏس بهار جي مند ۾ نوان پن، روشن گل ۽ ساوا گاهہ رنگ لايو بيٺا آهن. ڏس سامهون نار پيو هلي، ڪهڙو نہ سريلو آواز اچي رهيو آهي، بيلن ۾ ساهہ وارا جانور پيا ٽپا ڏين. ماکيءَ جون مکيون ڏس. انبن جي وڻن ۾ سورج مکي ڪيئن نہ پيا ٻهڪن. ڏس پوپٽ پيا ڊوڙون پائين. نوريٽڙا شرطون پيا پچائين. مٺنا ٽپ ٽپ پيا ڪن. وچيرا

مينهن پئيان پيا گهمن، باز آسمان ۾ پيا چڪر مارين، چتسال واري مندر مٿان مور پيا نچن، ڪبوتر ڪٽر ڪٽر پيا ڪن، سامهون شاديءَ ۾ خوشيءَ جا دهل پيا وڄن. ائين پئي پاسجي جڻڪ هر هنڌ، هر پاسي سک ۽ آرام آهي. شهزادي گوتم اهو رنگ پئي ڏٺو ته زندگي ڪيڏي نه خوبصورت هئي، پر اهو ڪنهن نتي ڏٺو ته نار مان منو آواز ته اچي پيو پاڻي وهي پيو پر نار ۾ ناڙي وهي وهي پگهر ۾ پرجي ويا آهن، اس ۾ بيهي بيهي ڪارا ٿي ويا آهن، زمين کيڙجي پئي، پر ڍڳو ۽ هاري وهي وهي ماندا ٿي ويا آهن. اهو ڏسڻ سان گڏ گوتم اهو به ڏٺو ڪرڙي ڪٽلي کي پيئي کائي، نانگ ڪرڙي کي پيو ڳڙڪائي، بلبل پنيان ڪاسائي پکي لڳو هلي، بلبل سهڻن پوپٽن پنيان آهي. جتي ڪتي مارو لڳو پيو آهي، آدم به آدم کي پيو بک ڪري. اهو حال ڏسي گوتم سرد آهه ڀري چيو: "بابا ڇا هن دنيا کي عمدو ٿا چئو ۽ ڏيکارڻ لاءِ وٺي آيا آهيو؟"

گوتم کي غمگين ڏسي راجا پريشان ٿي پيو هن گوتم جي شادي ڪرڻ جو ويچار ڪيو. هو گوتم جي رخ تي نااميد ٿي پوندو هو ته متان دنيا کي تياڳي سنياسي نه ٿي وڃي ۽ ويرانيءَ ۾ سموري سونهن ۽ خوشبوءِ نه وڃائي ويهي ۽ راجائي سڃي ٿي وڃي، هن سوچيو شادي ڪرڻ سان هو عورت جي حسن ۽ چل ڪپٽ ۾ ڦاسي پوندو. عورت جو وجود وڏن عبادت گذارن کي پٽڪائي ڇڏي ٿو.

ڪيس ڪيترين ئي حسينائون ڏيکاريون ويون، من ڪنهن جي ادا ۾ ڦاسي پوي، آخر هڪ نينگري آئي، جنهن جو حسن حيرت جهڙو هو جهڙو سرگ جي ديوي هئي، ان کي ڏسي شهزادي چرڪ ڀريو. هن جون مرگهه جهڙيون اکيون هيون، هوءَ مرڪڻ لڳي. گوتم پنهنجي ڳچيءَ مان نو لکو هار لاهي انهي نينگر کي پارايو. انهيءَ ميلاپ مان محبت جاڳي ائين يشوڌرا گوتم پسند ڪئي، پر ساڪيه نسل جي سپر بوڌ راجا جي ڪنيا انهي سان شادي ڪندي جو ڪتري رسم موجب تير اندازي، تلوار بازي ۽ گهوڙي سواريءَ ۾ اول نمبر ايندو. اهو ميدان به گوتم ماريو ۽ شادي ٿي، پريم جي درياءَ ۾ وصال کان سواءِ صرف بي خبري هئي، جڻڪ عشق جي قيد ۾ داخل ٿي ويا.

راجا جي خواهش هئي، تہ سندس پٽ گوتم کي نہ ڪنهن دک سور جي خبر پوي، نہ ڪنهن ضرورتمند جي گهرج جي، نہ بيماري جي، نہ بک جي، نہ موت جي. ڪڏهين گوتم جي دل ۾ عجيب خيال اٿندا هئا، هو يشوڌرا جي ڳچي ۾ پيار پريون ٻانهون وجهي چوندو هو: "يشوڌرا تون منهنجي دل جو موتي آهين ٻڌائينم تہ هيڏي ساري دنيا آهي اسان جهڙا ماڻهو ۾ دليون تہ آهن،پر هن دنيا ۾ اڻ ڳڻيا انسان آهن جي دکي آهن. منڙيا ٻڌاءِ تہ انهن کي پنهنجي ڪا واهر پهچي سگهندي؟ پياري ڪئين دفعا جنهن مهل سج اڀرندي کان پنهنجو قدم ڪٽي مسافريءَ تي نڪرندو آهي، تنهن مهل آئون عجب ڪائيندو آهيان، تہ هن محل جي لوهي دروازي جي ٻاهران ڇا ڇا ٿي رهيو آهي. منهنجي پياري جڏهن تنهنجين ٻانهن ۾ هوندو آهيان، تنهنجي ڇاتيءَ سان لڳل هوندي بہ اي سندر ناريا منهنجي دل، هيءَ دنيا ڏسڻ لاءِ آتي هوندي آهي، سج لهندو ڏسندو آهيان، تہ خيال ايندو آهي تہ هو ڪهڙي ديس ۾ ويو آهي، اتي ڪهڙا ماڻهو رهن ٿا، دنيا وارن جا دک محسوس ڪندو آهيان، جيڪي تنهنجا نرم چپ مني ونڻ سان لاهي نٿا سگهن. اڏري هماليہ پهاڙ جي چوٽيءَ تي وڃان ۾ اتان ساري ملڪ جو ديدار ڪيان، هڪ پيري هن دنيا کي ڏسڻ جو خيال ڪيو. ڇانا سئس کي چيائين: "گهوڙا منڊرٿ تيار ڪر اج ٻاهر جو ديدار ڪيون." محلات بازارون ۾ ڪلندا ٽپندا ماڻهو ڏسندو اڳتي وڌيو اوچتو هڪ بيمار رستي تي بينل ڏٺائين، ڪپڙا گدلا هئس ليڙون ۾ ٽڱڙيون هئس، سڪل انسان هو بت هڏا تي ويو هوس، پني جهڪي پيئي هئس، اکين ۾ ڪڏون هئس، پڇين سان پريون پيون هئس، ڏند ڪو بہ نہ لپيس، لٽ تي مس ٿي چريو. اڇي ڪنگهہ ۾ دم ڪنيس، سو ماندو ٿي ويو. راجا جي سپاهين، انهيءَ بيمار کي ڌڪي رستي تان پاسي ڪيو. راج ڪمار گوتم، ڇانا کان پڇيو: "هن کي ڇا ٿيو آهي؟ ڇا ڪاڏو نہ ٿو مليس؟ ڇانا چيو: "سائين هي خوبصورت جانئو جوان هو، هن جي اک روشن هئي، وقت ۾ عمر هن مان رس ڪڍي ورتو آهي، هن جي ڏيئي مان تيل کپي ويو آهي. اهو ٻڍاپو آهي. گوتم پڇيو : " ڇا هر انسان ٻڍو ٿيندو ۾ بيمار ٿيندو ڇا؟

ڇانا جواب ڏنو: "ٻيا بہ ڪيترائي انسان ٻڍا ٿيا آهن، هر انسان انهيءَ عمر تي رسڻ بعد ٻڍو ٿيندو آهي."

گوتم پڇيو: ”ڇا مان به ٻڍو ٿيندي معذور ٿيندس؟“
چانا چيو: ”ها منهنجا مالڪ“
گوتم پڇيو: ”ڇا منهنجي سندر ۽ پياري يشوڌرا به ائين بدصورت ۽ پوڙهي ٿيندي؟
چانا ڪو جواب نه ڏنو صرف ڪنڌ جي اشاري سان هائوڪار ڪئي.
گوتم پڇيو: ”ڇا دربار جون ڳائيون جالنديءَ هستا، گوتمي ۽ گنگا ڪماريون به ائين حسن وڃائينديون؟
چانا گهوڙا گاڏي واپس محل ڏانهن وني هليو.
راجا سڌو دت پوءِ به خيال ڪيو ته ائين راجڪمار تي بندش وجهڻ سان ڪم نه هلندو. هن خيال ڪيو جيڪڏهن هن کي چوٽ ڏبي، ته هو ڏسندو ته سندس رعايا ڪيئن نه خوش ۽ آسودي آهي ۽ انهن جي ديک ڀال سندس فرض آهي.
ائين گهمنديءَ هن هڪ پيرو بيمار ڏٺو جنهن کي مرگهيءَ جو مرض هو هو دانهون ڪري رهيو هو: ”مهربانو! منهنجي مدد ڪريو مون کي اٿاريو گهر تائين پهچايو مان مري رهيو آهيان.“ هو ڏڪيو پئي ٿڙڪيو پئي، وني سور تي ڪنيس، ته توبهه جي حالت هئي. وات سڪل، اکيون غم ۾ پريل، شهزادو ڊوڙي وٽس ويو. نرم هٿن سان دکي انسان کي ڪنيائين. مني نهار سان بيمار جي مٿي کي، پنهنجي گوڏي تي رکيائين، ڪئنرو هٿ هن تي گهمايائين.
چانا کان پڇيائون: ”هن کي ڇا ٿيو آهي؟“
چانا رت واري جواب ڏنو: ”هن کي ڪنهن موذي مرض اچي ورتو آهي. هن جي ناڙين جو خون ٻري رهيو آهي، تنگن، چيلهه ۽ ڳچيءَ مان طاقت هلي ويئي اٿس، مري به نٿو سگهي.“ چانا وڏيڪ چوڻ لڳو: ”شهزادا! ان ۾ تنهنجو ڇا؟ پري تي متان بيماري توکي نه پڪڙي وني.“
گوتم رتي کان پڇيو: ”ٻڌاءِ ٻيا به هن جهڙا آهن ڇا؟ جيئن هن جو حال ٿيو آهي، منهنجو به ٿيندو ڇا؟ تنهنجو به ٿيندو ڇا؟“
چانا چيو ”راج ڪمار! ڇڏ انهن ڳالهين کي ائين ته مان بيمار تي سگهان ٿو تون نه. دک هن دنيا جي دستور ۾ شامل آهن. ڪنهن سان ڪيئن،

ڪنهن سان ڪيئن، دک، ڦٽ، بيماري، ڪوڙهه، گرم تپ، سلهه، هر ماس واري جي اها حالت ٿيندي آهي، هلو تہ محل موٽي هلون.“

ائين شهزادو فڪرمند ٿيندو محل ۾ واپس موٽي ويو. وري هڪ ميڙ ڏنائين. پڇيائين: ”هي چا پيا ڪٽي وڃن؟ ”رام رام سنگ هئي، هر نام سنگ هئي“ چو ٿا چون؟

چانا وراڻيو: ”هي جو ڪانين مٿان ماڻهو پيو آهي، ڪنڌ ڍرڪي پيو اٿس، ڏند ٻاهر نڪتا پيا اٿس. اهو مردو آهي، مئل ماڻهوءَ جو لاش آهي، هي ابدي ننڊ ۾ ستل آهي، ٽڏ لڳندي، لٺ لڳندي، تہ بہ نہ اٿندو. اجهو هن کي آگ (باهہ) ڏيندا، جا سندس ماس کي ڳوليندي تکيون جيون ڪيندي، سڪل چمڙي سڙندي ۽ هڏن ٽٽڻ جا آواز نڪرندا.“

شهزادي پڇيو: ”چا مان بہ مرندس تون بہ؟“

چانا چيو: ”ها منهنجا مالڪ!“

گوتم جون اکيون آسمان طرف اٿيون وري زمين تي آيون. هن محسوس ڪيو، سندس اکيلوروح ڪو ڏورانهون خواب ڏسي رهيو هو. انسان ذات جي دک هن جي من ۾ مچ مچايو. ڪنهن اميد جو اکٽ ۽ بي انت اتساهہ سندس من ۾ چوليون مارڻ لڳو. چا انسان کي دک مان نجات ملي سگهي ٿي؟ هن جي من ۾ خيال پيدا ٿيا: ”مون يانيو تہ جيئڻ ۾ ڪو ڏاڍو مزو آهي. مون يانيو تہ هي جيڪو چمڪندڙ وهڪرو آهي، هميشہ آنند سان پرپور پيو وهندو. انهي پردي مون کي انڌو ڪري ڇڏيو هو. سو پردو هينئر منهنجي اکين تان لهي رهيو آهي. ڪٿي ڪا واهر تہ هوندي!

چانا هل گهر هل! مون ڪافي ڏٺو آهي.

راجا اهي ڳالهيون ٻڌي فڪر مند رهڻ لڳو.

## 2 . خوبصورت ڪٽنب ۽ گهر ياتين کي الوداع ڪرڻ:

وڇوڙي جا ڏينهن ويجها ايندا ويا، چيٽ جو مهينو هو انب پچندا رهيا، اشوڪ درخت جون مکڙيون خوشبو پکيڙڻ لڳيون. هيٺ باغ ۾ هبڪار هئي، مٿي تارن ۾ هيرن جواهرن جي چمڪ هئي، سپ سهٽيون محل ۾ سمهي

پيون هيون. گوتم ڏنو يشوڌرا ستي پيئي هئي. جا عجيب خواب ڏسي رهي هئي, هن ننڊ ۾ ٽڏا ساهه پئي کنيا. گوتم جي ذهن ۾ خيال آيو: ”وقت آيو اٿئي! وقت آيو آهي!! هاڻي تنهنجي وس آهي فقيري اختيار ڪر ته انسان ذات کي مدد ملي.“

گوتم جي وات مان اکر نڪتا: ”ضرور هلبو وقت آيو آهي. انسان ذات جي دکن جون دانهون, دل ڏاريندڙ منهنجي ڪنن ۾ گهڙن پيون. آئون سڀ وس هلائيندس. ديوتائن پوجا ڪندڙن لاءِ ڇا ڪيو آهي؟ انسان کي پرارٿنا ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو رسيو آهي؟ ڌرم ڪرڻ, منتر پڙهڻ, بل چاڙهڻ, برهمڻ ڪارائڻ, وشنو شو يا سوريه جي آراڌنا ڪرڻ مان ڇا حاصل ٿيو آهي. جي ديوتا لائق ۾ لائق پوجاري کي نٽا مڪت ڪري سگهن, پوءِ انهن مان ڪهڙو فائدو؟ روز بروز خوشامد ۽ خوف جون ٻاڏيون پيون پڙهجن. جي اجائي دونهين وانگر پيون هوائن ۾ ضايع ٿين. ڪو برادر انسان جيوت جي سورن, محبت ۽ مصيبتن جي ڏنگن, باهه جهڙن تيز بخارن ۽ ٻڍاپي جي موڳائي مرضن ۽ خوفناڪ ڪاري موت کان آجو ٿيو آهي؟ چڪر پيو ڦري, نوان جنم ۽ نوان سور, نوان ماڻهو نوان حواس, نيون ترشنائون. نتيجو ڇا؟ سڀ ڪوڙ! سڀ ڪوڙ!!“

گوتم ڪڙ مٿي ڪٽي پڪو ارادو ڪيو. ڪجهه ڪجي. ڪو ته اهڙو ٿئي, جو دک دور ڪري, ضرور ڪو رستو هوندو ضرور ڪو اجهو ٿي سگهندو. ماڻهو سياري جي سيءَ ۾ پيا مرندا هئا. ڪنهن هڪ چقمق پٿر مان اگني ڪيڍي ته پوءِ سيءَ کان بچي پيا. اول انسان سڀ بگهڙن وانگر ماس تي گذارو ڪندا هئا. تان جو ڪنهن ان پوکيو جنهن مان سلو ٿيو. جنهن مان جيوت حاصل ٿي. اول ماڻهو ڳالهائي ڪين سگهندا هئا, پيا ”ب ب م م“ ڪندا هئا. تان جو ڪنهن آوازن مان اکر ناهيا. ڪا به اهڙي سک جي چڱي شئي ناهي, جا تڪليف ۽ محنت سان پيدا نه ٿي هجي. جيڪڏهن ڪو وڏو ماڻهو هجي. سياڳو هجي, شاهوڪار هجي, تندرست هجي, شاهن جو شاهه هجي, جنهن کي دنيا جي دکن ٿڪايو نه هجي, پر جو صبح جي هوا وانگر تازو هجي. ٻڍاپي جي دکن ۽ گهنجن ۾ سڪي نه ويو هجي, پر سهڻو ۽

شاندار هجي، جن جي هٿ وس سڀ سک هجي. مثلن مون جهڙو هجي. مونکي ڪو سور ڪو نہ آهي، ڪا هلاکي ڪا نہ آهي، سڀ ڪجهہ اٿم. رڳو ٻين جا ڏک محسوس ڪيا اٿم. ڪو اهڙو ماڻهو سڀ ڪجهہ ڦٽو ڪري سچ جي ڳولا ۾. ڳجهہ جي ڳولا ۾ نڪري، تہ ڪٿي نہ ڪٿي ضرور جواب ملندو. انهيءَ ڳجهہ جو ضرور جواب هوندو. رڳو ڪنهن پڙدي کڄڻ جي ضرورت آهي. انهي تارڪ کي ڦتيل پيرن لاءِ مڙيو ئي ڪو رستو ملندو. آئون راڄ ترڪ ڪندس. انسان ذات لاءِ محبت اٿم. هي سڀ منهنجا ڀائر آهن. لکين ڪروڙين انسان منهنجا آهن. پنهنجا ڪندم. آئون اڄان ٿو اوکي دنيا تنهنجي لاءِ! او منهنجي منڙي يشوڌرا. او منهنجا پٽ راهول جي اوهان لاءِ تر سندس تہ منهنجو ارادو ڪين ٻيهندو. اوهان سيني کي تڪليف ٿيندي. جيسين ڪاجوت جاڳي هاڻي آئون روانو ٿيندس."

گوتم موهہ پريل آسائتين اکين سان، يشوڌرا جو منهن ڏٺو. پلنگ جي چوڌاري ڦيرو ڏنو. تي دفعا دل ٻڌي هلڻ لڳو. ٽيئي دفعا وري موٽي آيو. ايڏي تہ هئي يشوڌرا جي سونهن! هو منهن تي ڪپڙو وجهي در کان ٻاهر نڪتو. دالان ۾ سُتيون پيون هيون يشوڌرا جون ساهيڙيون، جڻڪ حسن جي چمن جون مکڙيون هيون. گوتم چيو : "او خوبصورت رات هنن جي پوريل اکين ۾ اجا بہ ننڊ کي رک. هنن جي چپن تي مهر هڻ. ائين نہ ٿئي تہ ڪا جاڳي پوي ۽ ڳوڙهو ڳاڙي منهنجي دل کي ٻيهاري. متان ڪو منڙو آواز ڪڍي. مونکي ترسائي ڇڏي. ڇا آئون هن سندر بهار ۾ ويهي رهان؟ عيش ماڻيان ۽ منهنجا انسان ڀائر ڏک ۽ اوندهہ ۾ ماندا ٿين؟ هاڻي الوداع منهنجون منڙيون! پياريون الوداع!!. آئون هي جيوت ارپڻ ڪندس ۽ مڪتي جي کوج ڪندس.

آهستي آهستي گوتم ٻاهر نڪتو. تارن گوتم کي نهاريو. خوشبودار هوا گوتم جي ڪڙتي کي چمي ڏني. باغ جون مکڙيون جيڪي پرهہ جو کلڻ خاطر ترسيون وٺيون هيون. تن پنهنجون مخملي دلڙيون کولي ڇڏيون. هوا ۾ هڪ نئين اميد جاڳڻ لڳي. اونداهيءَ رات ۾ سوجهرو پيدا ٿيو. گوتم پنهنجي گهوڙي ڪنٿڪ تي چڙهي روانو ٿيو جڏهن صبح جو تارو اڀريو ۽ صبح جو پساهہ پرٿوي تي پيو تڏهن انوما نديءَ جي ڪناري تي پهتو اتي

گوتم گهوڙي تان لٿو سفيد ڪنٿڪ گهوڙي جي ڪنن جي وچ ۾ چمي ڏيئي ان کي گوتم، چانا جي حوالي ڪيو تاج هيرو، راجائي ڪپڙا، جواهرن سان جڙيل پٽو، ترار ۽ ٻڳها وار ڪٽي هنکي ڏنائين، ته وڃي راجا کي ڏي، هو سوين ميل لتاڙي ڪنهن ڏورانهين ديس طرف هليو ويو.

## 3. گوتم جو ٻڌ بڻجڻ ۽ روشني حاصل ڪرڻ

مختلف جاين تي گوتم تپسيائون ڪيون، جسمن کي ايذاءَ ڏنا، ٻکون ڪاٽيون، ڪيترن جوڳين ۽ سنياسين جي سنگ ۾ رهيو ان وقت ڌرمي ڪتابن، شاسترن، پوڄائن سان هن کي سچ جي روشني حاصل نه ٿي. هن جي دل کي ڪا خوشي نصيب نه ٿي. هو ڇهه سال ويراڳ ۽ ترڪ ڪمائيندو رهيو. ڪشالا ڪڍي جسم کي ضعيف ڪندو رهيو. ان وقت پنج مکيه ساڌو هئا. جن وٽ هن ڳچ وقت گذاريو جن ڪيس ائين چيو ته شروتي ۽ سمر تي کان متي ڪجهه ڪين آهي. انهن ڌرمي پستڪن ۾ واٽ ٻڌايل آهي. شروتي معنيٰ چار ويد: رگ ويد، سام ويد، يجرويد ۽ اٿر ويد، سمرتي معنيٰ منوسمرتي ۽ ٻيا گرنٿ، گيان معنيٰ ڌرمي سکيا ۽ ڄاڻ. ان موجب برهم جو ڪرم رهت آهي. نرگڻ ۽ اچل آهي. ست چت آنند آهي. انهي کان متي ساڌن چيو: ”ٻيو ڪهڙو گيان هوندو؟“ ٻيو علم آهي ڪرم ڪانڊ ته ڪيئن ڦل جي اڇا کان رهت ٿي سڀ پرميشور کي ارپڻ ڪجي، مايا کان دور ٿي ايشور جي در تي پهچي سگهجي ٿو ۽ آتم جي جوت ۾ سمائجي سگهجي ٿو. گوتم تي انهيءَ سکيا ڪو اثر نه ڪيو. آخر گيا ڏانهن رمندو رهيو. ڪيترائي واقعا گوتم جي سنياس جي دور تي بيان ٿيل آهن. جنهن وقت گوتم نرواڻ پد کي حاصل ڪيو، تنهن وقت پرهه ڦٽي پريات ٿي. ڏس! اپرندي طرف سهڻي سچ مکڙو کوليو آهي. رات گهونگهٽ پاتو ۽ غائب ٿي، گلابي روشني پکڙي، گلن جون مکڙيون صبح جي هير ۾ پنهنجا منهن کولڻ لڳيون. ماڪ جون بوندون سج جي چمڪ ۾ موتين وانگر ٻهڪڻ لڳيون، جهڪن ڪڪرن جون ڪنارون سونهري رنگ وٺڻ لڳيون، ڪجهيءَ جا لڏندڙ ڪنپ جهڙا پن سرها ٿي پرنام ڪرڻ لڳا. پکي وڻن ۾ ٻچڙن کي

جهيڻي آواز ۾ چوڻ لڳا ”ٻچڙا سورج جوتي نڪتي آهي! واهه واهه!“ پوءِ سڀ پکي سر ملائي آراڌنا ڪرڻ لڳا. طوطي جي تنوار، مينا جو منو آواز، ڪبوترن جي عشق جي رهاڻ واهه جي هئي، ڪاسائيءَ ڪاتي لڪائي ڇڏي، چور مال واپس ڇڏي آيو سڀ بددليون نرم ٿي پيون ۽ آسمان جي رنگت بدلجي ويئي، جڏهن ٻوڏي وڻ هيٺ گوتم نجات حاصل ڪئي، انسان کي دک جو ڪارڻ ۽ دک نوارڻ جي رمز اچي ويئي، هاڻي مايا جو گهڙو ڀڳو.

هي مڙيئي سال راجا سڌوڌن ۽ يشوڌرا دک ۾ گذاريا، جدائيءَ ۾ گذاريا. هن جو پٽ راهول 7 سالن جو ٿيو هو جڏهين ٻڌ اوائلي دور ۾ 5 دوستن بکشوئن کي پنهنجي ڳالهه ٻڌائي هئي. آخر ٻڌ هندن جي پاڪ شهر وراڻسي (بنارس) لڳ سارناٿ ۾ پهريون خطبو ڏنو جيڪو دنيا جي بهترين تقريرن مان هڪ آهي، جن ۾ هن چار وڏين سچائين جو ذڪر ڪيو آهي. جيڪي ٻڌ ڌرم وارن جا بنيادي ارڪان آهن. جن ڌرم جي ڦيٿي کي تحرڪ ۾ آندو. چار سچايون آهن:

1. دک سڪا – حياتي ڏک سان ڀريل آهي.
2. سک سموديا -- ڏک جو ڪارڻ
3. دک نرودسڪا_ دک ختم ٿيندو
4. ماگ سڪا_ دک ختم ڪرڻ جو رستو.

ٻڌ فرمايو ته جم، ٻڍاپو، بيماري ۽ موت ڏک آهن. ناپسند ماحول ۽ ماڻهو محبوبن کان جدائي، جيڪي چاهجي سو نه ملي، سمورا دک آهن، دکن مان ڇوٽڪارو ڪيئن حاصل ڪجي، هن دنيا تي ڪيئن نظر وجهجي اهو ئي دک ۽ دک نوارڻ جو ڪارڻ ٿيندو. اٿين ٻڌ هلندو هليو پيدل. هن هزارين ميل پنڌ ڪيو هن جي سفر ۾ هن سان ٻارهن هزار ماڻهو گڏ هوندا هئا. جيئن مون اڳئين مضمون ۾ لکيو آهي. جتي ٻڌ تڪندو هو اتي بازارون بڻجي ويندڀون هيون. لکين هزارين ماڻهو سوين راجائون هن جي ڌرم ۾ داخل ٿيا.

## 5. گهر واپس وڃڻ:

راجا سڌوڌن ۽ يشوڌرا انهيءَ انتظار ۾ رهندا هيا. ته ڪڏهين ته گوتم موٽي، يشوڌرا خوبصورت شهزاديءَ جون اکيون ڳوڙها ڳاڙي سڪي ويون

هيون. پريل ڳل سنها ٿي ويا هئس. ڇپن تي درد جون ليڪون پئجي ويون هيون. وار ويڙهجي ڇيڙهجي ويا هئس. بدن تي مٽيو نہ هوس. پير ۾ ٽنگون سائيون ٿي ويون هئس. دربار ۾ ڪن پرديسي واپارين ٻڌايو تہ گوتم جو هنن درشن ڪيو آهي. هو انسانن کي مڪتي ٿو ڏئي. هن ديامیہ جو ڇا نہ منو آواز آهي. چون ٿا هيڏانهن اچڻو آهي. اهو سماچار ٻڌي ڪپل وستو شهر ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. راجا سڌوڌن پيغام موڪليا: ”پٽ تنهنجي وڇوڙي ۾ ڇهہ سال لنگهي ويا. هاڻي چڪيا تي اچي پهتو آهيان هاڻ اچي راج ڪر.“ يشوڌرا هڪ پنيان هڪ گهوڙي سوار موڪليو. تہ وڃي چئوس: ”اي راٺل! تنهنجي شهزادي تنهنجي پٽ راهول جي ماءُ. جيئن چندر مکي ڳل جي دل چنڊ لاءِ ٿي تڙپي. تيئن يشوڌرا تنهنجو منهن پسڻ لاءِ آتي آهي.“ ٻنهي جا پيغام پهچڻ تي پڳوان ٻڌ نماڻائيءَ سان ڪنڌ نوايو ۽ چيو: ”ها آئون ضرور هلندس جن ڪيس جنم ڏنو تن جو ادب ضرور ڪرڻو آهي. وڃي راجا کي ٻڌايو ۽ شهزادي يشوڌرا کي چئو تہ آئون اچان ٿو.“ ڪپل وستو ۾ اها خبر پهچڻ شرط اپار خوشيءَ جو اظهار ڪيو ويو. هڪ شاندار دروازو تيار ڪرايو ويو. جنهن جا ٿنڀ گلن سان مڙهيا ويا. پٽيون ريشم سان ڍڪيون ويون. نم. انب ۽ چندن جا پن رستن تي وڇائي ڇڏيائون. يشوڌرا پالڪي تي چڙهي شهر کان ٻاهر چمن تائين آئي. جنهن کان اڳتي شودرن ۽ اڇوتن جا گهر هئا. جن کي ڇهڻ بہ برهمڻ ۽ کتري پاپ سمجهندا هئا. پريان ڏنائين تہ هڪڙو ماڻهو پيو اچي جنهن جو مٿو سڄو ڪوڙيل آهي. ڪلهي تي گيڙو رتو ڪپڙو اٿس. ڪپڙا فقيرن وارا اٿس. هٿ ۾ ٺڪر جو پيالو آهيس ۽ شودرن ۽ نيچ ماڻهن جي گهرن مان پيو الک ڪري بيک منگي. ڇا تہ هن جي منهن ۾ مٺيا هئي. هر ڪنهن تي جادو جهڙو اثر پئي ٿيو. ٿل ٿول پيا ڏين. پائين جيڪي هجي سو ڏيئي ڇڏيون. ٻار ٻچا زالون مرد سمورا هن جي پنيان ولر ڪري ادب منجهان هلڻ لڳا. جيئن دروازي تي پهتو. ريشمي پڙدي مان تنبو مان يشوڌرا نڪتي. رڙ نڪري ويس: ”منهنجا پريو گوتم منهنجا پراڻ آڌار“ انهي جو ورنن ڪير ڪري! اکين مان آب پيو وهيس. يشوڌرا تي گوتم جي مهر ٿي. هوءَ جنمن کان گوتم جي هئي. راجا سڌوڌن جنهن هيتريون

تياريون ڪيون هيون. تنهن کي معلوم ٿيو تہ سندس پٽ گيڙو رتي ويس ۾ شودرن جي گهرن مان بکيا وٺندو پيو اچي. هن کي ڪاوڙ آئي ۽ دک پڻ ٿيس. ڏسي تہ هشام ماڻهن جا هن بکئي پنندڙ فقير پنيان پيا هلن. جڏهين گوتم جون اکيون پريت وچان راجا تي کُتيون. ڇا گوتم جي مهما هئي. ڇا سندس شان هو. سڀ ماڻهو ادب ۾ بينا رهيا. ڪا مٽيا هئي هن فقير ۾! راجا. عجب ۾ پئجي ويو. گوتم چيس مان ٻڌن جي ڪل مان آهيان ۽ نہ ڪي شهنشاهي ڪل مان. مان توهان اڳيان ڪنڌ ٿو نوايان پنهنجي حاصل ڪيل روشنيءَ جو خزانو ٿو پيٽا رکان." هلندا هليا. گوتم ٻڌ پيءَ اڳيان مهامڪتي جي سکيا جو خزانو ۽ چار سچ رکيا. جنهن سان هر شخص نرواڻ جو آنند ٿو پائي. ٻنهي جي اکين ۾ نئين جوتي واسو ڪيو انهي ئي رات شهزادي يشوڌرا ۽ راجا سڌوڌن آتم مارگ (رستي) ۾ داخل ٿيا. انهيءَ ڏينهن نماشام جو سج لهي سانجهي ٿي. گوتم ٻڌ هزارن جي مجموعي ۾ سمجهايو: "ٻاهرين حواسن ۽ اندرين حواسن جو پيار اثر آهي. پر اها ٻي ڪا جيوت آهي. جنهن کي پيدا پو ڪين ٿو وٺي سگهي ۽ آخري جيوت وقت خود موت مريو وڃي." ڪير بيان ڪري سگهي انهي امر لافاني سکيا کي. جيڪا گوتم ٻڌ جي مڪاربند مان نڪتي. حاضر ماڻهن تي تہ اثر پيو پر ساري عالم جي پکين پُسن. وڻن ٽڻن. گلن ڦلن تي بہ گوتم جي پوتر ٻاڻي جو اثر پيو.

## 6 . آخري ڏينهن:

45 ورهيہ گوتم ٻڌ هلندو هليو هو ٻڌائيندو رهيو. هن ڪا دعويٰ نہ ڪئي. تہ هو ڪنهن از غيبي هستيءَ طرفان آيو آهي. هن کي ڪنهن سيڪاري موڪليو آهي. هن پاڻ مشاهدو ڪري ويچار ڪري محسوس ڪيو. دک کي ختم ڪرڻ لاءِ حل ٻڌايو. هن پنهنجو ڪو جانشين مقرر نہ ڪيو. هو ڪنهن ذات پات. نند وڏائي. راجا ۽ رنڪ جي الجهن ۾ نہ ڦاٿو. آخر 80 سالن جي عمر ۾ هن هڪ شودر وٽ مڙدو گوشت کائيندي. هڏي اٽڪڻ ڪري بيمار ٿي پيو. هن محسوس ڪيو تہ سندس آخري وقت ويجهو آيو آهي. هن پنهنجا بکشو ڪنا ڪيا. هنن پانيو اسان کي وڏيڪ ڪجهہ

چوندو. گوتم ٻڌ سوال ڪيو: ”مون جيڪي چيو سو توهان کي معلوم آهي، توهان باعمل شخص آهيو اجا ڪو سوال رهيل هجي تہ پڇو؟“ ميڙ چيو ”اسان سڀ سمجهيو آهي، باقي ڪجهہ ناهي پڇڻو. اسان کي سڀ ياد آهي.“ ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ ٻڌ جي طبيعت خراب ٿي. آنند سندس سوٽ خاص خدمت گار عرض ڪيو ”ڪو وارث مقرر ڪيو. جو اوهان کان پوءِ رهنمائي ڪري.“ ٻڌ فرمايو: ”آئون اوهان جهڙو انسان آهيان. ڪنهن وڏي بااختيار مون کي پيغام ڏيئي نہ موڪليو آهي. نہ آئون اوتار ٿي آيو آهيان. آئون پنهنجي محنت ۽ سمجهہ سان ٻڌ ٿيو آهيان. توهان بہ اهو سمجهي ٻجهي ٻڌ ٿي سگهندا.“

20 صدي جي مشهور فلاسافر برٽينڊرسل چيو آهي: ”جي مونکي ڪو مذهب اختيار ڪرڻو پوي، تہ آئون ٻڌ ٿيان ها. جيڪو عقل تي ٻڌل آهي ۽ نہ چڙي اعتقاد تي.“ ٻڌ کي سندس ڀڪشو تٿاگتا سڏيندا هئا. تٿاگتا جي معنيٰ آهي جنهن سچ کي پروڙيو آهي. ٻڌ اهو رهنما آهي، جنهن محنت سان رستو معلوم ڪيو ۽ رستو ڏيکاريو.☼

# سريلنڪا جو سفر

هي سريلنڪا جي سفر بابت ٽيون مضمون آهي، مون پهرئين مضمون ۾ لکيو هو تہ سريلنڪا جي گادي جي هنڌ ڪولمبو کان مشهور ۽ خوبصورت پهاڙي شهر ڪئنڊي ڏانهن ويندي ريل گاڏي جي انٽرسٽي ٽرين ۾ سفر ڪندي منگليڪا نالي خاتون ملي هئي. اپر ڪلاس جي جنهن ڪمپارٽمينٽ ۾ آءُ سوار ٿيو هوس ان ۾ سمورا مسافر غيرملڪي (يورپي) سياح هئا، ۽ اهي سموريون عورتون هيون. اهو سال 1983ع جو جون جو مهينو هو. سريلنڪا ۾ اسان کان گهٽو گهٽ گرمي ٿيندي آهي پوءِ بہ يورپي عورتن کي گرمي ڏکي لڳي رهي هئي. انهيءَ ڪري سيني کي ڪپڙا مختصر پاتل هئا ۽ پڻ انهن ۾ ڪابہ سفيد وارن واري ڪراڙي عورت ڪانہ هئي انهيءَ ڪري سندن مختصر ڊريس مان جواني ۽ حسن لياڪا پائي رهيا هئا. هر ڪنهن ساڻ پنن تي بڌل هڙ، پاڻي جو بادلو ۽ چٽني گڏ هئا.

ڪمپارٽمينٽ ۾ گهڙي چوڌاري نظر ڦيرائيندو خوبصورت يورپي حسن جي نظاري مان اکيون ٺاريندو هڪ طرف خالي سيٽ تي ويهي رهيس، اجا گاڏي رواني ٿيڻ ۾ ڪجهہ دير هئي.

اتي انهيءَ ڪمپارٽمينٽ ۾ هڪ ايشيائي عورت اچي چڙهي. هن جو رنگ سفيد نہ هو ڪڪڪ رنگي هئي پر ڪجهہ سفيدي ڏانهن مائل. هن اڳ ۾ وينل يورپي عورتن تي نظر وڌي پوءِ ڪمپارٽمنيٽ جي باقي حصي تي آهستي تلندي منهنجي سيٽ طرف آئي. مون اکين سان سندس آجيان ڪئي. هن مون ڏانهن نظر ڪندي اکين ۽ ڪنڌ جي هلڪي ڏوڻ سان جواب ڏنو ۽ منهنجي بينچ تي سامان رکي، بيهي سنورجي ويهڻ لڳي. مون ڏٺو سندس قد عام سريلنڪن عورتن کان ڊگهيرو هو. رنگ ڪارو بہ نہ هوس جسم ڏبرو بہ نہ هو جيئن عام سريلنڪا جي عورتن جو ٿيندو آهي. جسم ۽

ان جا ورڪڙ پرڪشش هئا. متي تي نڪي چُني هئس نڪي سڪارف نڪي سلوار قميص پاتل هئس. نڪي ساڙهي. پر جين ۽ جئڪٽ هوس. ڪنڌ تي مفلر ويڙهيل هو. مٿو اگهاڙو هوس. وار گهاٽا ڪارا هئس.اکيون ڪاريون. ڀنپر گهاٽا. ميڪ اپ ٿيل نه هوس. چپن تي لالي نه هئس. پر منهن تي ڪريم يا پائوڊر جا اهڃاڻ ظاهر هئا. وار ڏگها ۽ سنواريل هئس. ڪجهه وار لٽڪيل هئس. سريلنڪن لحاظ سان خوبصورت ۽ چِڪ ڪندڙ عورت هئي. اسين هونئن ته سامهون ايندڙ عورت طرف ڌيان نه ڏيندا آهيون جو جڏهن پنهنجي ڪم تي ويندا آهيون ته ذهن خالي نه هوندو آهي پر پرديس ۾ سير سفر وقت هر ڌيان طلب ڳالهه طرف ذهن اُپري اُٿندو آهي. چال ڏيمي ۽ پروقار هئس. هوبئي ٿيلها بينچ تي رکي ڪپڙا سنواري بينچ تي ويٺي.

يوربي عورتون ڪِر ڪِر ۽ چرپر ڪري هلڪو شور مچائي رهيون هيون. اسان کي اهو نٿي وڻيو هو هر گهڙي پاڻي جي بوتل ۾ ٽڪيون وجهي ور ور پاڻي جا ڍڪ پيئي رهيون هيون. هنن جو اهو شور اسان کي ٿورو ناگوار ۽ تڪليف ڏيندڙ محسوس ٿي رهيو هو.

گاڏيءَ سيٽي هنئي. ٿورو چُري آهستي هلي اسپيڊ پڪڙي ڪولمبو جي پليٽ فارم مان نڪري سنگل پار ڪيو. سريلنڪا بيحد سائو ۽ سبز ملڪ آهي. وڻ ٻوٽا گهاٽا ۽ ڏگها آهن. اسان جي ميرپورخاص شهر ۾ حيدرآباد روڊ تي سؤ سال پراڻن وڻن نمن ٽالهين ۽ سرهه جي وڻن کان بيٺا ٽيٽا چئوٽا ڏگها هئا. شهر مان نڪري جهنگ ۾ داخل ٿياسون. ڪئنبڊي اجا گهڻو اڳتي هئي سو شهر ته متي پهاڙن ۾ آهي. اجا پهاڙ نه شروع ٿيا آهن اجا ته چاڙهه به نه آئي آهي. رمڻيڪ نظاري سامهون هجڻ ڪري اخبار يا ڪتاب نه کنيم. پرسان بينچ تي وينل طرف نظر ڪيم ته ڏٺم هو ته مونکي ڏسي رهي هئي. منهن موڙڻ ۽ نظر ٻئي طرف ڪرڻ بدران هن مون کان انگريزيءَ ۾ پڇيو:

”توهان هندستاني آهيو؟“

جواب ڏنم

”نا پاڪستاني آهيان.“

هن سمجهيو هوندو ته مسلمان آهيان تنهن ڪري چئي ڇڏيم

”پر مسلمان ناهيان هندو آهيان.“




واشنگٽن: ايل رام جيٺملاڻي، شاهنواز ڏهر ۽ روچي رام (2002ع)




انگلينڊ جي ليڪ ڊسٽرڪٽ ۾ جڳ مشهور شاعر وليم ورڊس ورٿ جي
رهائشگاهه ڊوَ ڪاٽيج تي جتي هُن 1799ع کان 1805ع تائين بهترين
شاعري تخليق ڪئي



نيويارڪ ۾ آزادي جي مجسمي اڳيان



لنڊن ۾ مئڊم تساڊ جي ميوزم ۾
مهاتما گانڌي جي مجسمي پرسان




ڪنيا لال سترما جي ڪتاب جو مهورت ڪندي



لنڊن ۾ انعام ڏيندي



ميرپورخاص: ڪامريڊ سوڀوگيانچنداڻي، روچي رام، ڊاڪٽر نيل
ڪنٺ، سيجل ۽ سورٺ اسان جي گهر ۾




دهلي ۾ سنڌي اڪيڊمي ۾ محمد ابرهيم جوئي سان گڏ



واشنگٽن: ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ روچي رام



ڪامريڊ مير محمد ٽالپر باغ ٽنڊوڄام ۾ بالاچ خان مري، روچي رام،
ادريس جتوئي، نواب خيربخش خان مري ۽ ڪامريڊ مير محمد ٽالپر
(14_2_99)




واشنگٽن: (روسٽرم تي) سيد غلام شاهہ تقرير ڪندي، اسٽيج تي سردار
عطاءُ الله مينگل، ڪامريڊ روچي رام زاهد مخدوم، هندستاني ڊيليگيٽ
ڪيول ملڪاڻي ۽ رام جيٺملاڻي (2001_5_17)




باسٽن (يو ايس اي) ۾ روچي رام ۽ مهر حسين شاهہ، هارورڊ يونيورسٽي ۾
هارورڊ جي مجسمي اڳيان



دهليءِ ۾ حنا جيلاني، مسز هاشمي (دختر فيض احمد فيض)، ثانيه سعيد ۽ فلم ايڪٽريس نند يتا داس سان، ساؤٿ ايشيا هيومن رائيٽس جي هڪ فنڪشن ۾



روچي رام، ڊاڪٽر هارون ۽ ايڇ آر سي پي جو ڊائريڪٽر رحمان صاحب



لنڊن ۾ پارليامينٽ هائوس ٻاهران عبدالخالق جوڻيجي ۽ قمر راڄپر سان گڏ



ميرپورخاص ۾ ڪامريڊ سوڀو روچي رام جي گهر، سندس پٽ ڊاڪٽر
هرڪنٽ ۽ پوٽين سورٺ ۽ سيجل سان گڏ



لنڊن ۾ پارليامينٽ هائوس آف ڪامن جي ميمبر ۽ ڄام صادق علي سان گڏ



لنڊن ۾ سردار عطاءُ الله مينگل سان سندس گهر ۾ (1989)



واشنگٽن: ۾ اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ روچي رام، ڊاڪٽر جانسن (ٽنڪٽنڪ
چيئرمين اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ) غلام شاهه ۽ منور لغاري



مشهور سنڌي اديب ۽ دانشور ڪيول ملڪاڻي ۽ رام جيٺملاڻي سان گڏ

هن ورجايو
”مون سمجهيو مسلمان آهيو.“
هن تعجب ۾ پڇي پڇيو.
”چا هندو به پاڪستان ۾ رهندا آهن.“
چيم.
”ها, گهڻا ناهن پوءِ به ڪافي انداز ۾ آهن.“ وڌيڪ چيم, ”آءُ پاڪستان جي صوبي سنڌ جو رهاڪو آهيان.“
مائي ورجايو:
”هتي سريلنڪا ۾ به ايڪڙ ٻيڪڙ سنڌي رهي ٿو ڪئنڊي ۾ هڪ اڌ دڪان اٿن. ڪئنڊي جي مکيه بازار جي مين اسٽريٽ ۾ وڏا ڪپڙي ءِ سلڪ جا دوڪان اٿن. هتي جو وڏو صنعتڪار ڪندن مل لميٽيڊ وارا آهن. سندن چيف مُني ڪندن مل وڏي اثر رسوخ وارو آهي.“ مون چئي ڏنو ”ها هندو سنڌ مان لڏي هندستان هليا ويا هئا. 1947ع ۾ آزادي ملڻ تي حالتون اهڙيون ٿيون جو هندن ڪي سنڌ جا وڻ ڇڏڻا پيا, هزارن سالن جي تمدن ۽ وطن کي خيرباد چئي ويڳاڻا ٿي هندستان ۾ پکڙجي ويا, باقي اسين ٿورا بچيا آهيون.“
هتي اهو لکي ٿو ڇڏيان ته سريلنڪا ۾ مسلمان عزت وارا, معزز ۽ شريف سمجهيا وڃن ٿا. هو اتي حڪمران ٿي نه رهيا آهن نڪي حملو ڪري آيل آهن, پر واپار سانگي آيل آهن يا هندستان جي ڪيرل ۽ تامل نادو صوبي مان روزگار خاطر لڏڪٽي آيل آهن. اتي عرب واپاري ۽ مئلي (Malaya) مسلمان پاڻي جي جهازن جا ناڪوئا ٿي وسجي ويل آهن.
ريل پنهنجي رفتار سان هلندي هلي, پهاڙ جي چڙهائي آئي. سُنا جبلن جا موڙ آيا, هي سال 1983ع جون مهيني جي ڳالهه آهي. آءُ 55 سالن جو هوس محترمه کان عمر ته ڪونه پڇيم پر جيئن ته هن چيو هو ڪئنڊي لڳ مشهور يونيورسٽي جي پئراڊينيا ڪئمپس تي جاگرافي ۾ ايم اي ڪلاس جي شاگردياڻي هئي ان لحاظ سان سندس عمر 21 سال کن ٿيندي. جوان ڇوڪري جي اها عمر بلوغت جي ڪشمڪش واري هجي ٿي, ساموندي

جهرڻو جبل تڪر پٽر روڙا پار ڪندو اڳتي وڌڻ طرف تڪو ٻوڙندو ڪا راهہ ڪا پناهہ گاهہ ڳوليندو هجي ٿو. جيتوڻيڪ منهنجي هم سفر شانت ۽ ماٺ ۾ هئي ۽ سندس جذبا نٿي پئي چلڪيا پر هلڪي گفتگو هلي پئي، هوءَ سريلنڪا جي ذڪر ۾ مشهور ساموندي بندر گال جي رهاڪو هئي، سندس نالو هو منگليڪا. سندس پتا دليپ نگرنائڪي اتي جي مهاوديا ليہ (هاءِ اسڪول) جو هيڊماستر هو. سندن ڪٽنب نسل جي حساب سان سنهالي هو. مذهب ٻڌ هون ۽ مادري زبان سنگهلي هئن. هو سريلنڪا ۾ آدم شماري جي حساب 75 سيڪڙو يعني ياري اڪثريت ۾ هئا. تامل 15 سيڪڙو ۽ باقي 15 سيڪڙومسلمان، ڪرستان ۽ برگر وغيره هئا. خاص طرح واپار ۾، تعليم ۾ سرڪاري نوڪرين ۾ تامل اقليت هوندي بہ زور هئا، انهيءَ ڪري سنهالي هميشہ پنهنجي حقن تلف ٿيڻ جون شڪايتون ڪندا رهندا هئا ۽ جذباتي ٿي پنهنجي حقن لاءِ جدوجهد ڪندا رهندا هئا. تامل هميشہ ڪانئن مراعتون کسجڻ جي ڊپ واري سياست ڪندا رهندا هئا. اليڪشن ۾ پارليامينٽ ۾ جمهوريت ۾ سنهالي زور پڪڙيندا رهندا آيا. ۽ هاڻي وقت سندن آخري جنگ لڙڻ جو هو ۽ سارو ملڪ انهيءَ سياسي منجهيل سٽ سلجهائڻ ۾ لڳل هو.

تامل ۽ سنهالين ۾ سياسي طور وڙهڻ جا سمورا عنصر موجود هئا. تامل جو ڌرم هندو هو ۽ سنهالين جو ٻڌ هو. تاملن جو نسل دراوڙ هو. سنهالين جو نسل آريہ هو. تاملن جي زبان تامل هئي، دراوڙن جي زبان مان نهيل هئي يا ان جي اثر هيٺ هئي. سنهالين جي زبان سنهالي هئي ۽ سنسڪرت مان نهيل هئي، ۽ ان جي اثر هيٺ هئي. هي هيو تمدني ۽ تاريخي تڪرار پر جديد معاشي ۽ سياسي تڪرار ائين هو جو تامل وڌيڪ پڙهيل هئا. نوڪرين ۾ گهٽا هئا. سمورو واپار سندن قبضي ۾ هو. چانهہ جو پوکڻ، ڪارخانن ۾ ان جي تاتجڻ ۽ نيڪال ۾ گهڻو ڪري تامل هئا. باقي اقليتون پنهنجي حال ۾ هيون. انهيءَ معاشي اڻ برابري ۽ حسد تڪرار کي وڌيڪ تيز ٿي ڪيو. نفرت جي جنگ جو سياسي بارود نهي رهيو هو چٽڳ لڳڻ جي دير هئي.

هاڻي اسان جي ربل ڪئنڊي جي ويجهي پوندي آئي، هيتري ساري سياسي ايجنڊا ۽ ان کان سواءِ سريلنڪا جي خوبصورتي انهن جي

خوبصورت ٻڌ مذهب اسان ٻنهي گفتگو ۾ محو ڪرڻ لاءِ ڪافي هو. مون کي مِس منگليڪا نگرانائڪي ٻڌائيندي هلي ته ڪئنڊي کان اڳ ۾ سندس يونيورسٽي جي اسٽيشن پئراديڻيا ايندي اتي هوءَ لهي ويندي. ان کان پوءِ ڪئنڊي اسٽيشن ايندي جتي مون کي لهڻو هو. ريل اجا به ان کان به مٿي تائين وڃي ٿي پر اسان جي انٽر سٽي ٽرين ڪئنڊي تائين هئي ۽ اڳتي نه هلندي. منگليڪا مون کي سندس هاسٽل جي ائڊريس ۽ ٽيليفون نمبر ڏنا ۽ زور ڀري چيو ته ضرور سندس هاسٽل تي اچان ۽ هو مون کي يونيورسٽي گهمائيندي.

سو پئراديڻيا يونيورسٽي جي اسٽيشن آئي، اتي هڪدم ڪافي ماڻهو گاڏيءَ ۾ چڙهيا. هڪ ڪپڙي لٽي نهيل جوان اسان کي ويجهو آيو. اسين اتي ويٺا هئاسون منگليڪا کان موڪلائڻ لاءِ. نئين آيل جوان منگليڪا کي ڪيڪاريو ۽ مون کي ڪيڪاريندي چيائين "سائين آءُ ٽرئول ايجنٽ آهيان. مسافرن جي رهنمائي ۽ خدمت ڪندو آهيان. گيسٽ هائوس ۽ ٽرانسپورٽ سان منهنجو تعلق آهي ۽ آءُ بڪنگ ڪندو آهيان. هر هنڌ منهنجون آفيسون آهن." مون چيو "آءُ اهو فيصلو ته ڪٿي رهندس ٽوئرزم کاتي جي صلاح سان ڪندس. توهان کي آءُ ڪونه سڃاڻان." اتي ٻاڳن ڀري منگليڪا چيو هي سندن يونيورسٽي جي ڪئنٽين جو ٺيڪيدار آهي، اعتبار جوڳو شخص آهي، سندس گيسٽ هائوس به سٺو آهي." سو مون ڪٽي ها ڪئي، منگليڪا ته لهي ويئي، گاڏي هلي ڪئنڊي تي بيني، اتي اهو ٽرئول ايجنٽ اڇي ظاهر ٿيو. منهنجو سامان ڪڍائي ٻاهر موٽر تي رکايائين. ۽ آءُ هنن جي گيسٽ هائوس تي سج لٿي مهل رسي ويس. شهر جي اتر ڪنڌ تي بدولا ڏانهن ويندڙ رستي لڳ جبلن جي هنج ۾ اسان جو گيسٽ هائوس هو. مسواڙ هئي 200 روپيا. مسيلان جا روپيا برابر پاڪستان جي 100 روپين جي ٿين. جا ان گيسٽ هائوس جي معيار مطابق ٻنهه گهٽ هئي. تيار ٿي بازار گهمڻ نڪتس، ڪئنڊي جي بازار ڏٺي ٻنهه ڏٺي آهي سوين دڪان ٿيندا. صبح جو سوير اٿيس، صبح جي پسار لاءِ نڪتس، نيرن تي گيسٽ هائوس جا مسافر جيڪي سموريون يورپي عورتون هيون سي نيرن تي ماني کائڻ واري ڪمري ۾ گڏيون. ترت ٽريول ايجنسي جي ڪار آئي جنهن مون کي انهيءَ ڏينهن ڪئنڊي شهر لڳ ڏسڻ جهڙيون جڳهيون گهمائي ورتيون، پوءِ

خود گهمڻ لاءِ ڪجهه ڏينهن انهيءَ گيسٽ هائوس ۾ رهي پيس. ڪئنڊي شهر جي مرڪز ۾ پاڻي جي ڍنڍ آهي، ان لڳ رستو آهي. رستي جي ٻئي پاسي ٻڌ ڌرم جو تاريخي مندر آهي. جنهن کي چون ٽيمپل آف دي ٽوٿ (Temple of the Tooth) يعني ڏند وارو مندر جتي مهاتما گوتم ٻڌ جو ڏند رکيل آهي. مندر آثار قديمه وانگر ڦٽل جڳهه ناهي پر چالو هلندڙ مندر آهي. جنهن ۾ روزانو Prayer ٿيندي آهي، مقامي زبان ۾ ٻه پوڄا کي پريهر چون. ان لڳ رستي تي ڪيترائي شخص پنڌ ۾ پسار ڪرڻ ايندا آهن. ڪيترائي غيرملڪي هوندا آهن. اتي هڪ رٽائرڊ پوڙهو منهنجو يار ٿي ويو. هو هاءِ اسڪول جو پينشن تي لٿل انگريزي زبان جو استاد هو. وڏو دلبر شخص هو. علم دوست هو عالم هو، ڄاڻو هو، ڪيترن ڪتابن جو ليکڪ هو، هن چيو ته سندس پٽ پئراڊينيا ڪئمپس ۾ شاگرد آهي. مون کي ياد آيو ته ٽرين ۾ هم سفر شاگرد منگليڪا به اتي جي هئي. آءُ منگليڪا وٽ سندس هاسٽل ۾ نه ويس ڇاڪاڻ ته ڪاليج گرل پنيان اڇن وارن وارو پرديسي ڪتي رلي! باقي شاگرد ڇا چوندا؟ جيئن اونده ٿيندي هئي بزرگ مون کي چوندو هو "هل گُتي تي" هو روزانو گتي تي سريلنڪا جي مشهور وسڪي ڪوڪونٽ عرق (Coconut Arak) پيئندو هو. آءُ ڪونه پيان انهيءَ ڪري اتي ئي روڊ تي ڍنڍ لڳ بينچ تي ويهي رات کي ڪارو برقعو پائيندي ڏسندو هوس ۽ دير سان موٽندو هوس.

هڪ ڏينهن اهو سومر جو ڏينهن هو بالڪرشنن مون کي چيو هُو آرتوار ڏينهن پئراڊينيا يونيورسٽي ويو هو جتي هن کي مس منگليڪا نگرانائڪي ملي هئي هن چيو هن کي آءُ ٽرين ۾ مليو هوس ۽ وٽس هاسٽل ۾ ملڻ جو واعدو به ڪيو هوم. هن کي منهنجو نالو به ياد هو. هن وڌيڪ ٻڌايو ته هن جي مرضي مون سان ملڻ جي هئي ۽ هوءَ مارڪسزم جي روشني ۾ سريلنڪا ڪشمڪش کي سمجهڻ چاهي ٿي ۽ مون کان متاثر ٿيل ٿي لڳي، ماستر کيس منهنجو ڏس پتو ۽ گيسٽ هائوس جو نمبر به ڏنو هو. ماستر اهو به ٻڌايو ته سندس پٽ سالي جو انهيءَ محترمه سان لڳاؤ آهي، مبادا اها مندي چٽنگ عشق ۾ نه تبديل ٿئي ۽ پوءِ هن سنهالي تامل تڪرار ۾ ڪو بحران نه پيدا ٿي پوي. ڇاڪاڻ ته هو (JVP) جنتا وکي پرسنا معني (Peoples liberation Peoples)

(front) پارٽي جي عهديدار آهي جنهن تي سنهالي ڪميونسٽن جو قبضو آهي جيڪي بہ نيشنلسٽ آهن ۽ تاملن جي خلاف آهن. هو ڪڏهن بہ سالي ٻالڪرشن کي برداشت نہ ڪندا، ڇاڪاڻ تہ هو هر هڪ تامل کي غدار سمجهندا آهن ۽ شادي ممڪن ناهي.

خير هڪ ڏينهن ڀاڳن ڀري منگليڪا اچي منهنجي گيسٽ هائوس تي سهڙي، ساڻس گڏ سالي بہ هو. ڇياٿون اسان بنا اڳواٽ ڄاڻ جي آيا آهيون، اڄ اوهان کي چانهہ جا باغ گهمائڻ جو ارادو اٿئون جتي اوهان اسان جي پارٽي جي سياسي ونگ سان ملائيندا سون.

سريلنڪا چانهہ جي پوک ۽ چانهہ جي پنن مان چانهہ تيار ڪرڻ جيڪا اسين روز استعمال ڪندا آهيون ان جو مرڪز آهي. ڏهہ لک ايڪڙن ۾ جبلن ۽ پهاڙن جي لاهين تي انگريزن چين ۽ آسام (هندستان) مان ٻوٽا ڪٽي پوکي ان کي پيئڻ لائق بڻائڻ جا ڪارخانا لڳايا. چانهہ پوکڻ ۽ پن چونڊڻ لاءِ ڏہ لک تامل مزور مدراس صوبي مان جنهن کي هينئر تامل ناڊو چون ٿا لڏائي وٺي آيا. انهن کي بہ آباد ڪيائون، 50 کن انگريزن جون چانهہ جي باغن جون ڪمپنيون ناهيل آهن. ان ۾ وڏي ڪمپني لپٽن جي آهي جنهن جو باني مالڪ سر هينري لپٽن هو جنهن جي ڊبن تي لکيل هوندو هو "انگلينڊ جي ملڪ وڪٽوريا جي سرپرستيءَ هيٺ." انگريزي ۾ لکيل هوندو By appointment with Queen Victoria the Empress of India سر هينري لپٽن لنڊن وڃي راڻي وڪٽوريا کي روبرو خاص اوچي جنس جي چانهہ خاص ڊبن ۾ پيش ڪندو هو. انگريزن چانهہ جي باغن تي ڪم ڪندڙ تامل مزورن جي بهبود لاءِ انهن جون مزور انجمنون نهرايون، ٽريڊ يونينون ناهيون، ويندي ڪميونسٽ پارٽي جون بہ مزور آفيسون اڃا تائين ڪم پيون ڪن. ٽراٽسڪي مسلڪ جون ٽريڊ يونينون بہ آهن. اسان جو دوست عزيز خواجو بہ اهڙي هڪ ٽريڊ يونين سيلان ڊيموڪرٽڪ ڪانگريس هلائيندو هو. انگريزن جو ڪمال ڏسو هنن سخت پهاڙن ۾ ڏهہ لک ايڪڙن ۾ چانهہ جا ٻوٽا لڳايا جيڪي سمنڊ کان هڪ فوٽ اوچي جڳهہ کان وٺي تي هزار کان بہ مٿي فوٽن تائين جبلن ۾ چانهہ جا ٻوٽا لڳل آهن.

سو ڀاڳن ڀري منگليڪا سندس ساٿي سالي ٻالڪرشن سان گڏ چانهہ

جي باغن طرف روانا ٿياسون. چانهه جا کيت تہ ڪئنڊيءَ مان نڪرندي ئي شروع ٿا ٿين. گاڏي سالي هلائي رهيو هو. رستي تي چانهه جي باغن ۾ چونڊيندڙ عورتون هيون. هنن جي پٺن تي ٽوڪريون هيون جن جون پٽيون مزدورن جي مٿي تي ويڙهيل هيون. هو آهستي آهستي چانهه جا پن پٽي ٽوڪرين ۾ وجهي رهيون هيون. اسان جي ملڪ ۾ عام طرح ڪپهه جو چونڊو ٿيندو آهي سو گهڻو ڪري عورتون ڪنديون آهن. ائين تڪڙو آهستي ڪار هلائيندي رستي تي بيهي نظارا ڏسندي اسين وڏي ۾ وڏي چانهه جي باغ هنتان تي اسٽيٽ Hantan Tea Estate تي رسيا سون. باغ جي آفيس لڳ وڏو چانهه سڪائڻ ۽ سموهڻ جو ڪارخانو هو. اسان جو استقبال مس روزي ڪيو جا ڪارخاني جي اطلاعات کاتي جي مکُ هئي. اسان کي اندر ويهاري عليڪ سليڪ بعد اسان کي سندن آفيس لڳ نرسري ۾ وٺي آيا. مس روزي ايڊورڊس سنهالي هئي. نالو ڪرستانن وارو هئس ائين سريلنڪا ۾ ڪيترن ئي ڪٽنبن جي سنهالي يا تامل نالن سان گڏ ڪرستان نالا شامل ٿيل آهن. روزي سفيد ساڙهيءَ ۾ هئي. جوان ۽ خوبصورت عورت هئي. مون کيس مس ڪري ٿي ڇيو. مون کي منگليڪا ڇيو تہ روزي مس ناهي، پر مسز آهي. مسز يا مئڊم پوڙهين عورتن کي سڏبو آهي. اوهان کيس بنا تڪلف جي روزي سڏيوس.

نرسري کان اڳتي اسين چانهه جي پوک اندر گهڙي وياسون. اسان کي پوک ۽ بوٽن ۾ ويهاري روزي سمجهايو تہ کهڙا بوٽا چانهه جي ڪهڙي جنس جا آهن. اعليٰ درجي کان ٿيندي معمولي درجي تائين هئا. باغن ۾ مايون پن پٽي رهيون هيون. اهو پن چنڻ جو بہ هنر هجي ٿو. پوءِ نرسري تي موٽي آياسون. جتي انهن ڇيو تہ هو جيئن اسين سارين جو لُنبو ڪندا آهيون ائين چانهه جو لنبو ڪندا آهن پوءِ اهي ڪچا بوٽا زمين ۾ هڻندا آهن. هنن ننڍي بوٽي کان وڏي تيڻ تائين پراسيس اسان کي سمجهائي.

روزي وڌيڪ ڳالهه ڪئي تہ هي سمورا چانهه جا باغ قوميايا (Nationalize) ويا هئا. محترمہ سري ماءُ پندار نائڪي وزيراعظم 70 جي ڏهاڪي ۾ قومي تحويل ۾ ورتا هئا. پوءِ جيئن تہ سريلنڪا وارن وٽ جاڻ ۽ ڄاڻو نہ هئا سرڪار قومي تحويل ۾ وٺي وري ساڳين انگريز ڪمپنين کي

20 سالن جي نيڪي تي ڏنا. فرق اهو ٿيو جو انتظام ڍلو ٿي ويو. وڏيڪ سيڙپ ۽ ترقي ۽ تحقيق بند ٿي ويئي ۽ سرڪاري وزيرن ۽ ڪامورن ڪميشن کاڌي.

خير منجهند جي مانيءَ جو بندوبست ڪارخاني تي نه هو پر روزي پنهنجي گهر ۾ رکيو هو جتي خبر پيم ته روزي به هنن انقلابين سان گڏ آهي. شام جو آفيس جي ٽڪري جي بئي پاسي ٻڌ خانقاهه ۾ هلڻو هو جتي وڏيڪ ملاقاتون رکيل هيون. تيستائين روزي جي گهر شام تائين رهڻو هو. روزي اهو ذڪر ڇيڙيو ته منگليڪا ۽ سالي جو عشق ٽڏو نٿو ٿئي، اهو لاڳاپو تحريڪ کي سندن ڪٽنب کي ۽ پڻ نسلي هم آهنگي کي نقصان رسائيندو. هنن چيو ته هُو سياسي ڪم لاءِ پنهنجي پيار جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهن. مون کين چيو عورت ۽ مرد ٻنهي ۾ هر ساهه واري انسان ۾ هڪ عجيب شڪتي ۽ بيحد قوت ايرندي آهي. جڏهن هڪ مرد عورت طرف ۽ عورت مرد طرف ڇڪبي آهي. ڏسو هي شاعرن دانشورن نه عشقيانه داستان وائکا ڪيا آهن؟ هي ليلا مجنون، شيرين فرهاد، روميو جوئليٽ آهي. سهڻي ميهار هي مومل راڻو. هي قربان ٿيندڙ جذبا انهيءَ دريائي تغياني ۽ ٻوڏ وانگر ٿيندا آهن. جيڪي جبلن کي ٽڪرن کي وٽن کي بيابانن کي لوڙهي ويندا آهن انهن کي روڪڻ ممڪن ڪٽي هجي پر آسان ناهي. هي قدرت جو عجيب نظام آهي. شايد سماج فرسوده ٿئي ٿي، رنگ نسل ڌرم جا ڀيد انسان کي ويڙاهين ڏا. انهن ۾ برابري مرد ۽ عورت جي هڪ ٻئي کي ويجهو آڻي ٿي، اوهان جيترو هنن کي روڪيندا هُو اوترو ردعمل طور وڏيڪ عشق جي آتش ۾ ٻرندا. منهنجو خيال آهي ته هنن جي محبت تحريڪ کي فائدو به پهچائي سگهي ٿي.

ايندڙ مضمون ۾ بيان ڪندس ته سندن پيار ڪيئن کين تڪليفون پهچايون ۽ آخر ڪٿي منزل پهتي، آخر اهو به ٿيو هو ته سنهالي قوم پرستن هنن کي قتل ڪرڻ جي فتويٰ جاري ڪئي هئي ته منگليڪا سنهالين جي دشمنن تاملن جي ايجنٽ آهي سالي معرفت انهن جي جاسوس آهي.

اهو بيان اڳتي ايندو. هاڻي سچ لهڻ وارو هو اسان کي خانقاهه ۾ هلڻو هو جتي اول هنن سيني پارٽين جي ٽريننگ ڪئمپ هئي. ان بعد خاص

انڊر گرائونڊ ليڊرن جي بريفنگ، جنهن ۾ هنن زور ڀريو تہ ڪجھ آءٌ ڳالهايان. ڳالھ ڪي مختصر ٿا ڪيون انهيءَ خاص گروپ ۾ مون هن ريت بيان ڏنو:

آءٌ ٺڪل مارڪسسٽ آهيان توهان توانا انقلابي آهيو هاري مزدور جي آزادي لاءِ لڙي رهيا آهيو توهان تعليم ۽ معلومات جي تجربن جي تپش مان گذري هر سوشلسٽ فڪر جا نمائنده هتي موجود آهيو توهان سنهالي قوم پرستي ۽ تامل قوم پرستي بنهي جي تصادم کي جانچي ۽ پانڇي معاملي جي سيني پهلوئن تي بالغ سوچ رکو ٿا.

مون ٿوري عرصي ۾ سريلنڪا جي سياسي اٿل پٿل کي غور سان ڇڪاسيو آهي، مون کي لڳي ٿو تہ توهان جو ذهن اهڙي سمت وڌي رهيو آهي جتي اوندھ نہ کٽي هجي پر سوجهري جي ڪا راھ موجود ناهي. توهان بند گلي ۾ هلندي ان جي آخري حصي تي اچي پهتا آهيو اڳتي سمورا رستا بند آهن.

19 صدي ۾ انگلستان ۾ مشهور سياستدان لبرل ذهن وارو گليڊاسٽون جو صدي جي آخر ۾ پرائيم منسٽر هو هن ڪارل مارڪس جي ڊاس ڪئپيٽل جي انگريزي ۾ ترجمي پڙهڻ بعد چيو هو تہ "دولت ۽ پاور جو نشو امير ۽ آسوده ماڻهن ۾ هڪ آڪڙ ناهيندو آهي." ڪارل مارڪس جڏهن اهو پڙهيو تہ هن جواب ڏنو ۽ آنربل گليڊاسٽون بيان تان ڦري ويو. مون کي لڳندو آهي تہ ڪميونسٽ بہ انهيءَ قسم جي آڪڙ ۾ آهن تہ هٿياربند جدوجهد ڪرڻ ۽ هٿيار کڻڻ شرط هو بندوق جي ناليءَ مان انقلاب آڻي ڪاميابي ماڻي سگهندا.

هن وقت سمورا لبرل ۽ سوشلسٽ حلقا بمع ڪميونسٽ متفق آهن ۽ انقلاب لاءِ تيار ٿيا آهن. پر دوستو ياد رکو! اوهان جي تحريڪ اوهان جي هٿن مان نڪري ويندي، اوهين بي وس ٿي ويندا. سنهالي قوم پرست ۽ تامل قوم پرست ئي اڳتي نڪري ايندا. توهان مان ڪي ترقي ۽ جمهوريت چاهين ٿا پيا تمدني ۽ مذهبي نقطا کٽي نڪتا آهن ڪنهن کي بہ حقيقي متعين ٿيل قومي جامع نقط نظر ناهي جنهن ۾ سمورو سريلنڪا سمورا سنهالي سمورا تامل سمورا مزدور سمورا هاري سمورا شاگرد سمورا ننڍڙا

وچترا ماڻهو سمائجي سگهن. مارڪس جا نقطا انگلينڊ جي صنعتي انقلاب مان نڪتا هئا. هي پهاڙ هي اونچا جبل هي ساوا وڻ هي چانورن جا کيت چانهه جا باغ هي چانهه جا مزور هي ٻڌ خانقاهون هي مندر هي گرجائون ۽ معصوم ماڻهو ڪا نئين ڳالهه چاهين ٿا. ٻڌايو ته توهان وٽ ڪيترن عام شهرين جون بجيٽون ويچار هيٺ آيون آهن؟

توهان سريلنڪا جي معاشي نظام جي Surplus Value جي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي؟ معاملو آسان ناهي. بندوقون هيٺ رکو تشدد جي هن وقت ضرورت ناهي. سوسائٽي جنگ جي جنون ۾ ڦاسي رهي آهي. تشدد عام ماڻهن مان رحم دلي ۽ نفاست کي ڦٽو ڪري رهي آهي. توهان حالتن جو تجزيو ته ڪيو آهي پر اهو نه سوچيو اٿو ته انهن کي ڪيئن سنوارجي. اڳتي وڌجي يا تبديل ڪجي. ڪنهن ٻڌ ڀڪشو چيو هو ته هن سنسار جي اسڪيم کي توهان جا خيال بدلائي نه سگهندا پر تبديلي جي اوسر جي ارتقا جي عمل مطابق ان کي رهڻ لائق بڻائي سگهندا. ڪائنات نه بدلبي توهان بدلجو.

مون انهيءَ سفر ۾ سريلنڪا وري وري ڏيان سان ڏٺو. مون آواز ٻڌا ته ڪيئن معاملو مچڻ وارو آهي. منگليڪا سالي جي عشق ڪهڙا رنگ لاتا. ان بابت ٻئي مضمون ۾ ذڪر ڪندس. آءُ 21 جولاءِ تي واپس ڪراچي آيس ۽ 23 جولاءِ تي 15 سنهالي فوجي تاملن گهات هڻي ماريا ۽ 23 جولاءِ تي سنهالين 3000 تامل تن ڏينهن ۾ ماريا ۽ جنگ 25 سال هلندي هلي. انهيءَ جنگ ۾ هندستان جو پرائم منسٽر راجيو گانڌي قتل ٿيو سريلنڪا جو صدر قتل ٿيو ۽ سوين معتبر هستيون قتل ٿيون. هاڻي اڇي تاملن جي جماعت لبريشن ٽائيگرس آف تامل ايلان شڪست کاڌي آهي. سندن اڳواڻ پرڀاڪرن ۽ سندن پٽ ۽ ساٿي مارجي ويا. سنهالين ٻڌن فتح حاصل ڪئي آهي. منگليڪا ۽ سالي جي عشق جو ڇا ٿيو جنگ ۾ ڇا ٿيو ڪهڙي ۽ ڪيتري تباهي آئي؟ ان ۾ انسانن انسانن جو ڪوس ڪيو مخلوق جو ڇا ٿيو اهو ايندڙ مضمون ۾.☼

# سري لنڪا جي جنگ ۽ سفر

## (چوٿين قسط)

سريلنڪا بابت اڳئين مضمون جي آخر ۾ لکيو هوم تہ هاڻي مئي 2009ع ۾ جنگ ختم ٿي جيڪا 26 ورهيہ اڳ 23 جولاءِ 1983ع تي شروع ٿي هئي، ۽ اتي جو باقي احوال ٻئي مضمون ۾ لکندس. سو هاڻي اهو حال لکان ٿو.

سنهالي ۽ تامل فرقن ۾ 23 جولاءِ 1983ع جي خوني فسادن کان اڳ ۾ ئي تصادم جي ڪيفيت، تڪرار ۽ جهڳڙا فساد چالو هئا. خاص ڪري 1976ع کان وٺي تاملن جنگ لاءِ تياريون شروع ڪيون پئي تہ سنهالي پڻ تيار پئي ٿيا. 15 کن سنهالي سولجر تاملن گهات هڻي قتل ڪيا هئا. جن جا لاش تاملن جي مرڪز جافنا مان ڪڇي ڪولمبو ۾ آخري رسومات لاءِ آيا. حڪومت سنهالين جي هئي، لاش سنهالين جا هئا. عام سنهالي خلق ۾ وڏو تاءُ ۽ ڪاوڙ هئي. جن تاملن تي حملا شروع ڪيا. هڪ ڏينهن ۾ 3000 ماڻهو قتل ڪيا. ڪولمبو ۾ ويليڪدا هاءِ سيڪيورٽي جيل ۾ 37 تاملن جا مک ليڊر اديب، ليکڪ ۽ معزز ماڻهو هئا جن کي جيل ۾ سنهالي قيدين ۽ جيل جي عملي چاڪن، لنين ۽ ڏنڊن سان 26 جولاءِ تي ماري ڇڏيو. اهي معزز High profile قيدي خاص بئرڪ ۾ بند هئا. اکين ڏٺي شاهدن ڳالهہ ڪئي تہ جيل اختياري وارن ان جون چابيون سنهالي قيدين کي ڏنيون جن قتلام ڪيو ساڳئي نموني ڍاڪا ۾ 1971ع ۾ سينٽرل جيل ۾ پاڪستاني فوج ۽ جماعت اسلامي جي عسڪري تنظيمن البدر ۽ الشمس بينگالي دانشور ۽ يونيورسٽي جا پروفيسر قتل ڪيا هئا. انهيءَ هفتي ۾ ڪولمبو ۽ ڪئنڊي ۽ ٻين شهرن ۾ سنهالين سوين تامل قتل ڪيا سندن گهر جلايا. ڪيترن تاملن مندرن ۾ پناهہ ورتي. ڪرفيو لڳل هو. پوليس ۽ ملٽري رستن تي بيٺي هوندي

هئي چڪر لڳائيندي هئي، عام سنهالي غنڊا سنهالي بدمعاش قوم پرست دهشتگرد تاملن کي ماريندا هئا. هو ڪجهه نه ڪندا هئا. مون کي ڪراچي جي وڪيل محمد حيات جوڻيجي ٻڌايو ته هو ان وقت اونهاري جي موڪلن ۾ لنڊن ۽ ڪئناڊا ۾ هو جتي سريلنڪا ۾ يورپي سياح اهڙي ته مصيبت ۾ ڦاٿا هئا مس جند ڇڏائي نڪتا. اها ٻاهه هنن ڏٺي اهڙي ته هيبت هئي جو هو سريلنڪا طرف نظر ڪندي ۽ نالو وٺندي ڏڪن ٿا. منهنجي ڪولمبو جي دوست ولايٿم جو رتملنا محلي ۾ رهندو هو تنهن مدراس (انڊيا) مان خط لکيو ته هو مشڪل سان گهر جلندو ڇڏي جان بچائي ڪولمبو مان ڀڄي مدراس ۾ اچي پناهه ورتي آهي.

سالي بالڪرشن انڊر گرائونڊ ٿي لڪي ويو. سندس پتا قتل ٿي ويو. ياڳن پيري منگليڪا JVP جي ورڪرن سان گڏ گرفتار ٿي جيل ۾ بند ٿي. حڪومت مشڪل سان لا ۽ آرڊر قائم رکي سگهي. گهڻو ڪري سيني سياسي پارٽين، سنهالين جي پارٽين، تاملن جي پارٽين ۽ ڪميونسٽ سوشلسٽ پارٽين جي ورڪرن کي گرفتار ڪيو ويو. اهو پنيٽ اوچتو پڙڪيو پر ان لاءِ حالتون اڳ ۾ ئي تيار ٿيل هيون. فصل تيار هو رڳو هڪ چڻنگ سان آگ لڳي ويئي. آءٌ خوش نصيب هوس جو 21 جولاءِ 1983ع تي ڪراچي موٽي آيس ٻي صورت ۾ 23 جولاءِ 1983ع جي فسادن ۾ الاجي ڪهڙو حال ٿئيم ها. ڪميونسٽ پارٽي جي ڪولمبو شهر ۾ وڏي آفيس هئي، به اخبارون ڪڍندا هئا. پنهنجي پريس هون. سنڌن سيڪريٽري جي وڏي آفيس هئي، ان ۾ پوليٽي بيورو جي ميٽنگ جو وڏو سينگاريل خوبصورت فرنيچر وارو هال هون. سمورو جلي خاڪ ٿي ويو. سيڪريٽري پيي ڪي سلوا گرفتار ڪيو ويو. آخر ۾ هو به قتل ٿي ويو. ٻيو منهنجو دوست هو امرتا لنگم جو TLF پارٽي جو هو ۽ پارليامينٽ جو ميمبر ۽ ليڊر آف دي اپوزيشن (حزب اختلاف) هو. ان کي به قتل ڪري ويا. ان کي LTTE وارن معنيٰ تاملن قتل ڪيو. ڇاڪاڻ ته هو عدم تشدد جي ڳالهه ڪندو هو ۽ هٿياربند تحريڪ جو مخالف هو. JVP جيڪا ڪميونسٽ پارٽي کان جدا هئي، پر شايد ٽراٽسڪي جي نقطه نظر واري هئي جنهن ۾ سمورين ڏرين جا دانشور ۽ مدبر شامل هئا. منگليڪا به شامل هئي سا JVP پوليس جي تشدد

جو شڪار ٿي ۽ ٽٽر بٽر ٿي ويئي. سالي, اجا ڪنهن پارٽي ۾ شامل نہ ٿيل هو منگليڪا جي آزاد ٿيڻ ڪان پوءِ هنن جي شهر گال (Galle) ۾ اچي لڪو. عشق چريائي وانگر ويرا وير وڌندو رهيو, حالات مخدوش هئا, اهڙين حالتن ۾ ٻئي هڪ ٻئي ڪان پوليس جي ڊپ ڪري پري رهيا.

گهرو جنگ جاري رهي, تاملن جي مکہ جماعت لبريشن ٽائيگرس آف تامل ايلان Libration Tigers of Tamil Elan (L T T E) جو ليڊر پرڀاڪرن وڏو ذهين ۽ ڪمٽيڊ ليڊر هو. ٻيون تامل پارٽيون جهٽ نہ جهلي سگهيون. ۽ L T T E ۾ ضم ٿي ويون. تاملن جو هندستان ۾ جدا صوبو آهي, جنهن کي تامل ناڊو سڏيندا آهن ان جي گادي جو هنڌ مدراس آهي جنهن کي هاڻي چنائي ٿا چون. تامل ناڊو صوبي جي آدم شماري چار ڪروڙ آهي. سريلنڪا ۾ 25 لک تامل ٿيندا. هنن کي مدراس وارن جي هٿي هئي, تامل گهرو جنگ بعد ساري دنيا ۾ ڦهلجي ويا. ڊاڪٽر لکومل لهاڻو جيڪو لنڊن ۾ وڏو پروفيسر ۽ سائنسدان آهي اهو جڏهن لنڊن لڳ سين آلبنز ڳوٺ ۾ رهندو هو ۽ جنهن جڳهہ ۾ مسواڙي ٿي رهندو هو ان جو مالڪ بہ سالي نالي تامل هو, هو L T T E جو وڏو ورڪر هو. تاملن کي انهيءَ جنگ جي ڪري ڪئناڊا ۾ ۽ ڪن يورپي ملڪن ۾ پناهہ ملي. آءُ جڏهن پئرس ڪان لنڊن واپس وڃڻ لاءِ جنهن بس ۾ وڃڻ لاءِ بس اسٽيشن تي آيس تہ اتي سريلنڪن تامل هڪ مرد هڪ عورت ۽ هڪ نوجوان عورت اتي آيا. هو ماءُ ۽ پيءُ پنهنجي نياڻي کي لنڊن روانو ڪرڻ آيا هئا, ماءُ پيءُ موڪلائي ويا پوءِ هڪ فرينچ نوجوان آيو ڇوڪري بس مان لهي هن سان ملي, آخر ۾ هڪ ٻئي کي ڀاڪر ۾ جڪڙي چميون ڏيندي جدا ٿيا, اها مائي پئرس جي L T T E يونٽ جي انچارج هئي, هنن جا هر ملڪ ۾ ورڪر ڦهليل هئا, جنگ ايترو وڌي تاملن ايترو تہ زور ورتو جو سريلنڪن حڪومت بي وس ٿي پئي, هنن انگلينڊ يورپ ۽ آمريڪا کي مدد لاءِ چيو پر هندستان جي مخالفت ڪري ويجها نہ آيا. پر مالي ۽ هٿيارن جي مدد ڪندا رهيا, هندستان کي عرض ڪيائون جنهن مدد جو واعدو ڪيو پر تامل ناڊو جي صوبائي سرڪار جي اعتراضن تي پوري مدد نہ ڪرڻ لڳا. آخر سريلنڪا گورنمينٽ پاڪستان جي سرڪار کي مدد لاءِ چيو. هنن في الحال تہ مدد ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو. اجا پاڪستان جو

فوجي آمر ۽ حڪمران ضياءُالحق افغانستان ۾ روس سان جنگ ۾ رڌل هو پاڪستان اتي فوجي صلاحڪار موڪليا. سريلنڪا جي فوج کي ٽريننگ ڏيڻ قبول ڪيو انهيءَ ڊپ کان ته متان پاڪستان هندستان دشمني جي جذبي هيٺ سريلنڪا کي فوجي سامان ۾ مدد لاءِ آماده ٿئي پاڪستاني فوج ۾ جاسوس ڪولمبو وڃن هندستان جي پرائيم منسٽر مدراس (تامل ناڊو) جي ليڊر ۽ مکه منتري Chief Minister ڪرونا نڌي سان صلاح ڪري سريلنڪا جي سنهالي حڪومت جي مدد لاءِ تاملن خلاف وڙهڻ لاءِ هندستان جي فوج موڪلي. البته هنن L T T E ۽ ڪولمبو جي سرڪار وچ ۾ معاهدو ڪرايو هو ۽ جنگ بندي جو اعلان به ڪيو ويو هو جنگ جي مرڪز ۾ هندستان جي فوج وڃي ويني ۽ هنن اڏا به ٺاهيا.

تامل جي تحريڪ منظم هئي. L T T E وٽ تربيت يافته گوريلا فوج هئي، وٽن هوائي جهاز هئا، سامونڊي جنگي جهاز هئا، هٿياربند ٻيڙيون هيون، ننڍا وڏا هٿيار هئا، هڪ ته ٻارن جي، صغير ٻارن جي به فوج هئي.

هندستان جي فوج 1987ع کان وٺي 1990ع تائين رهي، تاملن هندستان جي فوج (IPKF) ڪو ٻوٿو ڪونه ٻاريو. سندن 6 ارب رپيا خرچ ٿيا. هندستان جا 1255 فوجي مئا ۽ L T T E جا 1000. هندستان ۾ اليڪشن ۾ راجيو گانڌي جنهن جي دور ۾ فوج موڪلي ويئي هئي ان اليڪشن هارائي ۽ وي پي سنگهه پرائيم منسٽر ٿيو. سريلنڪا جي اليڪشن ۾ پريم داسا اليڪشن کٽي، ٻئي هندستان جي فوجي مداخلت خلاف هئا تن هندستان جي فوج کي سريلنڪا مان واپس ڪيو. هندستان جي فوجي مداخلت جي نتيجي ۾ اليڪشن ميٽنگ ۾ L T T E جي خودڪش حملي واري عورت راجيو گانڌي کي قتل ڪيو. ٻئي ملڪ ۾ مداخلت جو اهو نتيجو ٿو نڪري. اسان به افغانستان ۾ فوجي مداخلت ڪئي ان جو نالو جهاد رکيو ۽ نتيجو ڀوڳي رهيا آهيون.

گهرو جنگ جاري رهي، ڪيترا ناهه ٿيا ڪيترا وچ ۾ پيا پر جنگ بند نه ٿي. ڪيترا ڪتاب لکيا ويا آهن. ٻيو ڀيرو جڏهن 1990ع جي ڏهاڪي ۾ سريلنڪا ويس ته ڪئنڊي ۾ ڪتابن جي دوڪان تي هڪ لائين ته رڳو انهيءَ جنگ ۽ سياسي نسلي ڪشمڪش تي لکيل ڪتابن جي هئي.

1990ع ۾ مون ڪي 10 لک تامل جيڪي چانهه جي کيتن تي مزور آهن تن جو مشاهدو ڪرڻ ۽ عام ٻنين چانور وغيره جي ڪسانن جي حال ونڻ لاءِ منهنجي ڪرستان دوست وجيرو دياساگر دعوت ڏني تہ وري اتي وڃڻ ٿيو ياڳن پيري، منگليڪا Ph.D پاس ڪري ڪئنبڊي جي پئرادينيا ڪئمپس ۾ پروفيسر هئي. اها ملي، اجا تائين سالي جي عشق ۾ غرق هئي. سالي مدراس ۾ هو جتان ٿيندو دهلي ۾ نوڪري ورتائين، هن کي سريلنڪا ۾ گرفتاري جو خطرو هو. عشق بري بلا هجي ٿو جان ڪائي وڃي ٿو سريلنڪا جو تہ حال هو "ڏيئي ڏيکاري ڦتي دل فقير ويو" مون کي ملڻ سان جهٽڪ سندس چتا ڦٽ چُڙي پيا.

جـي سـجهائي سـڪ، تـہ پـڻ سـڪي سسـئي،
پيتـائين پنهـونءَ کـي هـڏ نـہ پڳـس هـڪ،
ان تـڙ منجهـان تـڪ، ڏنـي پـاڻ اچ ٿئـي.

اسين ودياساگرد جي هاسٽل ۾ ڪولمبو ۾ رتملانا ۾ رهيل هئاسون. ڊاڪٽر منگليڪا آئي ۽ زور پريائين تہ ڪئمپس ۾ هلان. مون پنهنجي ساٿين کان پڇيو "ڪئنبڊي جو ڪو پروگرام آهي؟" چيائون، "هن چنچر تي پئرا دينيا جي ٻڌمندر جي بکشونائڪ ڪئنبڊي ۾ هيومن رائيٽس جي موضوعن تي پروگرام رکيو آهي. جتي مون کي ۽ هندستان جي ڊيليگيٽ ڊاڪٽر اصغر علي انجنيئر کي تقرير ڪرڻي آهي. مون ياڳن پيري منگليڪا کي چيو "چنچر تا رکون وڏيڪ دعوت آهي اها رات تڪڻ جي پئرا دينيا جي چرچ جي بشپ جي دعوت آهي." منگليڪا خوش ٿي هلي ويئي. چنچر جو ڪئنبڊي جي ليڪچر هال ۾ ججها ماڻهو هئا منهنجو دوست ولايتم ۽ سندس پتنا سلامتو بہ آيا، منگليڪا بہ هئي.

مون موضوع ڪنيو "ٻڌ سمپردايہ (ڪلچر) ۾ عورت ۽ مرد جو ڪردار". بکشو صاحب انگريزي نہ ڄاڻيندو هو. ڪيترائي ٻڌ بہ انگريزي کان واقف نہ هئا. انهيءَ ڪري جيڪا اسين انگريزي ۾ تقرير ڪندا هئاسون سو وري هڪ شخص پرسان بيهي سنهالي زبان ۾ ترجمون ٻڌائيندو ويندو هو.

مون خطاب ڪيو "هي جو سامهون ٻڌ وهار آهي جنهن کي مالوتي

چئپٽر چون ٿا اتي مرد بکشوئن جي سکيا جو مرڪز آهي پر ٻڌ جي ڌرم موجب تہ اتي زالن جي ڌرمي سکيا ۽ هنرن جو بندوبست بہ هجڻ کپي. هن وقت تہ ٻڌ جي سموري مذهب ۾ زالن جو ڪو ڪردار ناهي, اهو ٻڌ جي حڪمن جي خلاف ورزي آهي. گوتم ٻڌ جو ڪوبہ فرمان صرف مردن طرف ناهي, هر انسان طرف آهي, اسين ڪيئن ان مان زالن کي ڪيڏي صرف مردن ڏانهن سمجهون.“

”ٻڌ مذهب هن وقت ڌرمي رسمن طرف موڙي رکيو ويو آهي ان مان مقصديت تہ ڪيڏي ڇڏيل آهي.“ واهہ واهہ ٿي ويئي.

جڏهن جلسو پورو ٿيو پنهنجي مترجم سان گڏ ڪئنبڊي جو عزت ماب مهاتيرا بکشو مون سان مليو هن مون کي داد ڏيندي ظاهر ڪيو تہ ٻڌ ڌرم ان جي سنگهہ جي فرائض جي هيل تائين ڪنهن بہ اهڙي ۽ انهيءَ نموني تشريح ناهي ڪئي. هن مونکي چيو تہ هو جڏهن ساليانی ڪانفرنس ڪندا ان ۾ مونکي دعوت ڏيندا تہ انهيءَ موضوع تي ان ۾ پيپر پڙهان.

پوءِ پاڳن پري ڊاڪٽر منگليڪا اسان کي پئرا دينيا ڪئمپس جي هاسٽل ۾ وني ويئي. ڪئمپس جي مٿان پهاڙ تي ننڍڙو خوبصورت گرجا گهر (چرچ) هو پرسان فادر (Priest) صاحب جو بنگلو هو. جتي هو سندس زال سان گڏ رهندو هو. اسين سڀ اوڏانهن وياسون. رات جو منگليڪا چيو تہ هو اسان وٽ ايندي. هن چيو تہ هن کي مون سان خاص ڳالهہ ڪرڻي آهي, اسين رات جي ماني کائي ڳالهيون ڪري ڪمرن طرف سمهڻ لاءِ روانا ٿياسون. مون ۽ اصغر کي پادري جي بنگلي ۾ هڪ ئي ڪمري ۾ رهڻو هو اسين ڪمري ۾ مس داخل ٿياسون تہ ڪنهن دروازي تي دستڪ ڪئي, مون دروازو کوليو تہ ڊاڪٽر منگليڪا هئي. مون چيو ”اندر اچو.“ هوءَ آئي. مون اصغر علي کي چيو هي آهي ڊاڪٽر مئڊر منگليڪا يونيورسٽي ۾ پروفيسر آهي. منگليڪا چيو ٻاهر هلو حال احوال ڪيون. مون چيو هتي ئي ويهو ڊاڪٽر اصغر علي بہ پنهنجون ڳالهيون ٻڌي, منگليڪا بي حد ڏکي هئي. غمگين هئي, ڳري ويئي هئي. هن چيو ڊاڪٽر سالي بالڪرشن مدراس ويو جتان دهلي وڃي نوڪري ورتائين, اسين هاڻي وڏيڪ انتظار نٿا ڪري سگهون. هي گهرو جنگ طول پڪڙي ويئي آهي. هندستان جي فوج واپس هلي ويئي.

هاٽي اها وڏيڪ شديد ٿيندي. منهنجو پتا، هن شادي لاءِ خوش ناهي، هو تاملن لاءِ دل ۾ نفرت رکي ٿو چوي ٿو ”هاٽي تامل سريلنڪا ۾ نہ رهي سگهندا. هي سريلنڪا اسان سنهالين کي ٻڌ ڀڳوان جي ڏين آهي، سوغات آهي، هتي سنهالين ۽ ٻڌن کان سواءِ ٻيو ٽڪي ڪين سگهندو. سو توهان منهنجي پيءُ کي گال شهر ۾ هلي سمجهايو ۽ مڃايو.“

عشق جي بيماري ۾ ورتل منگليڪا جو حال ڏسي اصغر علي جيڪو بوهرو هو گجراتي هو تنهن گجراتي ۾ شعر چيو.

اي طبيبو آ دنيا مان دوا ماري نٿي

عشق نان بيمار چون ڏوجي بيماري ڪا نئين نٿي.

عشق جي تپش جي ماريل Ph D عالم جا بہ عشق ڏاٽا ڪڍي چڙيا هئا. هنن ڏهہ سال هڪ ٿيڻ جي منزل ماڻڻ لاءِ انتظار ڪيو هو سندن صبر جو پيالو ڇلڪي رهيو هو اصغر علي پارسي ۾ شعر چيو. ان جي هڪ بند ۾ عاشقن جون نشانيون ڄاڻايل هيون:

آهہ ڪردو رنگزردو چشم تر

آئون تہ فڪرمند هوس تہ هنن جي ڪهڙي مدد ڪيان، آءُ پرديسي پنهنجي ملڪ کان هزارين ميل دور، پر انسان گهٽو ڪري هر هنڌ ساڳيو هجي ٿو.

آءُ چپ هوس. اصغر چيو تہ ”توهان هلو مان بہ ٿو هلان. انهيءَ سنهالي رٽائرڊ ماستر وٽ منگليڪا جي پيءُ وٽ محترم وديا ساگر ۽ پادري سمورا گڏ ٿا هلون. انهيءَ گالي بندر تي. هي اهو شهر آهي جتي پهريائين ڊچ اچي قابض ٿيا ۽ قلعو ناهيائون. اهو بہ ڏسنداسون. منگليڪا اهوسمورو ٻڌي اڇرج ۾ پئجي ويئي. هن جي اکين مان آنسو وهڻ لڳا. چيوسون هاٽي وڃ هاسٽل ۾، صبح جو اسين چارئي ڄڻا صلاح ڪري وقت مقرر ڪنداسون. هاٽي سياٽي ملنداسون. منگليڪا هلي ويئي. اسين سمهي رهياسون. آءُ سوبل 4 بجي عصر جو اٿندو آهيان ڇا ڏسان منگليڪا منهنجي پلنگ لڳ زمين تي ويهي سر پلنگ تي منهنجي پيرن طرف رکي پيري ننڊ ۾ ستي هئي. هوءَ هاسٽل نہ ويئي، وري اچي اسان جي ڪمري ۾ منهنجي قدمن ۾ ڪري. آءُ اڇرج ۾ پئجي ويس. مون نڪي اصغر کي اٿاريو نڪي منگليڪا کي. ٻاهر نڪري

صبح جي هوا کائڻ ۽ Morning Walk صبح جي پنڌ ڪرڻ لاءِ روانو ٿيس، اهي جبل واهه جا خوبصورت آهن. ساوڪ سان ته ساري زمين سارا جبل ڀريل آهن، وڻ وڏا قداور ۽ شاندار آهن. موٽيس ته جيئن پادري صاحب جي سروس ۾ شريڪ ٿيان، ڏٺم ته منگليڪا منهنجي ڪمري ۾ ڪونه هئي. شايد سجاڳ ٿي بنا چانڻ جي هاسٽل هلي ويئي. هاڻي صبح جي نيرن تي ڪاڏي جي ميز تي اسان راتوڪيون ڳالهيون ٻڌايون. ٻڌڻ واراهئا وجيه وديا ساگر پادري صاحب ۽ سندس زال ائن ميري، سني ۽ جذباتي اصغر تقرير ڪئي وڏي مدلل هئي، هو چوڻي ڏاڙهي وارو جڳ مشهور مُلون ائين ڳالهائي رهيو هو جڻڪ ڪنهن فلم ۾ عاشق عشق جاڳڻ ۽ مجبوريون بيان ڪندو هجي. مون ڪين پنهنجي راءِ ٻڌائي ته ڊاڪٽر منگليڪا 28 سالن جي چڙهيل جواني عشق ۾ ايترو ته مجبور ٿي ويئي آهي جو لڳيم ٿو ته آپگهات ڪندي

مئدم ائن ميري منهنجي راءِ سان اتفاق ڪيو پر اصغر کي ٻئي ڏينهن صبح جو بمبئي جهاز ۾ روانو ٿيڻو هو آخر مائي ائنميري چيو هلو هاڻي ئي هلو. اڌ ڪلاڪ اندر سمورا تيار ٿيا، مائي رنڌڻو نوڪرياڻي حوالي ڪيو. سمورا تيار ٿي ودياساگر جي 16 سيٽروئن ۾ ويهي هاسٽل وياسون. جتي غم ۾ نڍال ٿيل منگليڪا سندس روم ۾ ويٺي هئي، اسان کي ڏسي عجب کائي اٿي کيڪاريائين. پادري صاحب چيس "اسين سڀ تيار ٿي آيا آهيون. اسان سان هل گال شهر پڙهين کي مڃايون." منگليڪا چيو "آءٌ پڙهيل عالم آهيان پر اسان جو ڪلچر اجازت نٿو ڏي ائين وفود وٺي بابا کي تنگ ڪيان. توهان لاءِ عشق جسماني ضرورت آهي. شادي دنيا جو وهنوار آهي، پر مون لاءِ روحاني لاڳاپو آهي. جنم جنم جو ليک آهي مان نه هلنديس. توهان فيصلو ڪيو آهي ته توهان وڃو."

مائي اسان جي جذبي جو قدر ڪندي دل سان مهرباني مڃي ۽ ويئي، هاسٽل جي ڪچن (رنڌڻي) مان ڪافي جا ڪوپ ناهي کڻي آئي. اسين منجهي پياسون ته هاڻي ڇا ڪيون. منهنجي من ۾ ڪيترا خيال آيا، هي مدد ڪرڻ لائق آهي منهنجي هن سان فل همدردي هئي. آءٌ به هليو ويندس هن جو ڇا ٿيندو! عوت جا جذبا ارادا ڪجهه مختلف ٿين ٿيا. جسماني طور ڪمزور هوندي به هوءَ جبل ڏاري ويندي آهي.

مون اصغر کي چيو پاڻ هليا ويندا اسون پويان هن نينگر آپگهات ڪيو ته پاڻ کي خبر ئي نه پوندي. دل ۾ خيال هرندو رهندو. اسين چپ وينا رهياسون. منگليڪا پڻ ماٺ ۾ هئي.

آخر محترمه ائن ميري چيو ته ارادو ڪيو اٿئون ڊاڪٽر نٿي هلي ته هلو پاڻ گال هلون ماستر نه مڃيندو ته واپس ايندا اسون. اسان روانا ٿياسون.

جڏهن آءٌ مضمون لکندي هن جڳهه تي پهتو آهيان منهنجي اکيان رت سڪي ويل اکيون ڏرا ڏنل هيٺي منگليڪا جي شڪل اچي ٿي. آهون ڪنڌڙ زردي رنگ واري اکين آلين واري جوان باعلم نوجوان استاديائي کي ڏسندي خود منهنجي دل ۾ درد محسوس ٿئي ٿو. مون کي لڳو هوءَ اڄ جو پيالو پي رهي هئي. ڏکن ڏاکڙن جي ڪا حد نٿي رهي. درياءَ جي سير ۾ هوندي يونيورسٽي جي رنگين ماحول ۾ به هوءَ اُجي هئي.

پڻائي نه چيو آهي ته پنهون جي فراق ۾ سسئي جي ماتم تي ڪوسي لوءَ لڳي! آسمان مان هئي هئي جو آواز آيو. پکين ورلاپ ڪيا شبان (ريڊار) پنهنجي ڏڻ ۾ مال کي اهسيل ڏنو. مرون افسوس وچان مرڻ قبول ڪيو. برپٽ به روج راڙو پيا ڪن. ڏنم منهنجي همدردي ويچاري کي گهٽو ڏڍ تي ڏنوا هوءَ درد کي وساري نٿي سگهي.

اسين گال پنهرن بعد پهتاسون. ماستر دليپ نگر نائڪي جي گهر وياسون. مدعا بيان ڪئي سون. هو پادري ۽ سندس گهرواري ودياساگر کي سڃاڻيندو هو. منهنجو نالو هن کي منگليڪا 8 سال اڳي ٻڌايو هو ته هنن وٽ ايندس. هو انتظار ڪندو رهيو پر آءٌ ڪونه ويو هوس. سو منهنجي هن سان غائبانه ملاقات هئي. باقي اصغر هو نئون. هن اسان جي ڳالهه ٻڌي چيائين ته هو انهيءَ شادي خلاف ناهي پر سنهالي دهشتگرد دڙڪا ٿا ڏين. هيءَ شادي ٿي ته اسين اوهان سيني کي ختم ڪري ڇڏينداسون. هاڻي آءٌ ڪيئن ڪيان. پڇيو سون توهان اها ڳالهه منگليڪا سان ڪئي آهي. جواب ڏنائين "نه. هن کي ائين چيو اٿم ته اسين سنهالي انهيءَ دراوڙ تاملن کي سنگ نه ڏينداسون. جي اها شادي ڪندينءَ ته اسان ڪان ڪٽجي ويندين." چيوسون. "پلا جي خفيه شادي ڪري ڪنهن سلامتي واري هنڌ هليا وڃن يا دهلي هليا وڃن ته پوءِ؟" پوءِ هن چيو ته هو منگليڪا جي ٻيتا

(سور) ڏسي خود پشيمان آهي. اوهين هيترا آيا آهيو تہ مون کي هاٺي ڪا هبڪ ڪانهي. چيوسون، "اصغر صاحب کي ترت هندستان (بمبئي) موٽڻو آهي. هاٺي اسان سان هل ڪئندي. منگليڪا سان فيصلو ڪيون." دليپ نگرنائڪي ۽ سندس پوڙهي اسان سان انهيءَ 16 سيٽروئن ۾ وينا. اسين منگليڪا جي هاسٽل ۾ روم تي آياسون. سرها ٿيا سنگهار. اتان دهلي سالي بالڪرشن کي فون ڪيوسون. هو ساري روداد ٻڌي خوش ٿيو چيائين هو جلدي جيڪا فلائيٽ ملي ان ۾ اچي رهيو آهي.

هاٺي ترت شادي ڪرڻي هئي. ڪيئن ڪجي ڪهڙي ڌرم يا ريت سان ڪجي. پادري جي گهرواري ائن ميري چيو سيني طريقن جي پادري ڪرسچين شادي ڪرائي سگهنداسون. توهان هندو شادي ۽ اصغر مسلمان شادي ۽ سندس پيءُ ٻڌ شادي ڪرائي. پر اصغر تہ هليو ويندو. اصغر چيو "مسلمان شادي ٽيليفون تي سگهي ٿي. سو بروقت وري سالي سان دهلي ڳالهايوسون. ۽ اصغر هنن جي ٽيليفون تي دعا ڪئي. هي اسين صرف شادي نہ ڪرائي رهيا هئاسون پر هرڪو ان ۾ پنهنجي پيار. آسيس ۽ دعائن کي شامل ڪري رهيو هو. پوءِ اصغر کي صبح جو هوائي اڏي تي چڙهي آياسون. پوءِ هفتي کن جي تاريخ رکي سون جنهن ۾ تنهي ڌرمن هندو ٻڌ ۽ ڪرستان دعائون شامل ٿيون. پوءِ ڏوم ڏام ڪرڻ جو ارادو ڪيوسون. هفتي اندر سالي دهلي مان اچي ويو. جنهن کي لڪائي ويهارڻو هو. منگليڪا بہ ظاهر نہ ڪندي تہ شادي ٿي رهي آهي. پادري اسان کي چرچ ۾ وٺي هليو. مقدس ڪتاب پڙهيائين. شادي واريون سٽون پڙهيائين پڇيائين قبول اٿو ٻنهي چيو "Yes I do" سمجهيو اٿئون قبول اٿئون."

ڪرستان شادي لاءِ اهو معلوم ڪرڻ ضروري آهي تہ ٻنهي گهوٽ ۽ ڪنوار جي Baptism ٿيل آهي. جا ڪرستان مذهب اختيار ڪرڻ جي رسم ٿئي ٿي پر اسان جي سنگت جي هر فرد هر ڌرم جي شرڪت ڪرائڻ چاهي ٿي. اڳ ۾ گهوٽ چرچ جي گيٽ تي بيهندو. ڪنوار سينگارجي ايندي. ان جي آجيان ڪندو ۽ وٺي آلٽر تائين ايندو جتي پادري پنهنجي ڪارروائي ڪندو. هاٺي اچون ٿا ٻڌ شادي تي. ان لاءِ پهريائين مانڪ (ڀاوي يا بکشو) سان صلاح ۽ ان جي اجازت ملڻ کپي پر ائين بہ آهي تہ مانڪ نہ ملي تہ

فڪر ناهي گهر جا وڏا آهن يا دوست آهن، اهي موجود آهن تہ پوءِ شادي تي سگهي ٿي. اها هن ريت تہ وچ ۾ وڏي ميز رکجي، ان تي ٻڌ ڀڳوان جي مورتي رکجي ان کي گلن جا هار پارائجن. چوڌاري ميڻ بتيون ٻارجن، گلن جي ورڪا ڪجي پوءِ هن ريت پالي زبان ۾ پهريائين گهوٽ پنهنجي ميتا جا اکر چوي، جي پالي زبان کان واقف نہ هجي تہ ان جو انگريزي ترجمون هن ريت آهي جو پڙهي. هتي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ ٻڌ ڌرم جو پوئلڳ هندو ڌرم واري سان ٻڌ رسم سان شادي ڪري سگهي ٿو. ۽ پڻ هڪ ڌر ٻڌ ٻي ڌر هندو آهي تہ هو هندو رسم واري شادي ڪري سگهي ٿو. ٻڌ شادي جو حڪومت جي ڪارندي وٽ رجسٽر ڪرائڻ ضروري آهي، پر هندو شادي لاءِ رجسٽر ڪرائڻ ضروري ناهي، پر جنهن موجب اگني (باهہ) جلائي ان جي چوڌاري چار ڦيرا يا ست قدم ڪٽي ۽ گڏوگڏ دعا جا ويد منتر پڙهيا وڃن، سو ڪم مون کي ڪرڻو هو.

پادري صاحب جي بنگلي ۾ ڊنر ٽيبل تي ٻڌ جي مورتي رکي سون ان کي هار پاتو سون، ميز تي گل ۽ گلدستا پکيڙياسون، موم بتيون جلايون سون پوءِ گهوٽ هينيون واعدو انگريزي ۾ پڙهيو:

Promise read by prof. Sali Balkrishnan Ph. D 'Towards my wife. I undertake love and respect her, be kind and considerate, be faithful, deligate domestic management provide gifts to please her.'

Promise read by wife mangalika Nagaranaika Ph. D;

'"Towards my husband prof. Dr Sali Balkrihanan I undertake to perform my household duties efficiently, be respectable to my inlaws and friends of my husband, be faithful, protect and invest our earning discharge my responsibilities lovingly and conscientionly'

تنهن بعد ڪنوار جي ماءُ پيءُ ٻنهي گڏجي پالي زبان ۾ منگل سوتر ۽ جيہ منگلا گاٿا جا ٻہ گيت ڳايا. هنن سندن ڌرمي ڪتابن پنج شلا ۽ سوگو لووڙا مان ڪي تڪرا پڙهيا ۽ منگليڪا ۽ سالي جي قانوني شادي ٿي ويئي. مون ڪٺندي مان سنڌي برهمڻ آندو هو جنهن ويدي پڙهائي، اگني جلائي ان گيهہ ۽ ڪوپرا ٻاري ويد منتر پڙهيا ۽ گهوٽ ڪنوار ڦيرا ڪاڏا ۽ هندو شادي تي

ويئي. مبارڪون ڏنيون ويون، اها شادي خفيہ رکٽي هئي، پوءِ منهنجو بدولا مشهور پهاڙي شهر ۾ چانهہ جي باغن ۾ سندس NGO جي مهمان خاني ۾ بندوبست ڪيو. اُتي گهوٽ ڪنوار ۽ مون کي ڇڏي آيا. منهنجا ويزا ۽ پاسپورٽ جا ڪاغذ وجيہ ودياساگر کڻي ويو ڪولمبو مان هڪ مهينو ويزا وڌائي آيو ۽ آءُ گهوٽ ڪنوار جي هني مون ملهائڻ سان گڏ چاليهہ ڏينهن پهاڙي گهر ۾ رهيس جتي مهمان خاني ۾ وديا ساگر جا ملازم زال ۽ مڙس رهندا هئا. جيڪي اسان جي ميزباني جا فرض بجا آڻيندا هئا. آءُ چانهہ جي مزورن جي بستي چانورن پوکڻ وارن جي ڪسانن جي بدولا شهر ۾ تريڊ يونين سان ملندو ۽ نوٽس وٺندو رهيس. گهڻا ڪيت مزور گلف اسٽيشن ۾ سعودي عرب ڪويت لڏي ويندا رهندا هئا. مايون گهرو ڪم ڪار لاءِ ويزا وٺي اتي گهرن ۾ نوڪر جو ڪم ڪنديون آهن. ائين هنن جي وڌندڙ پاپوليشن اوڏانهن منتقل ٿيندي رهندي آهي.

باغن جي پرسان هن جا ٽين جا ننڍڙا گهر چانهہ جي باغن جي مالڪ ڪمپنين ناهي ڏنا هئا. روزانو مزور کي 72 روپيا ملندا هئا ۽ مهيني ۾ گهٽ ۾ گهٽ هنن کي 22 ڏينهن ڪم ملٽو هو هر هڪ مزور کي انهيءَ نموني گهٽ ۾ گهٽ 1500 روپيا اجورو ملندو هو. گهر گدلا ۽ بدبودار هئا. شراب عام جام هلندو هو.

منهنجو ويزا پورو ٿيو. منگليڪا ۽ سندس گهوٽ گهٽو پري ڏکڻ سريلنڪا ۾ منهنجي واقف ۽ وديا ساگر جي تعلقي ٻڌ بکشو جي خانقاهہ هئي اتي موڪليا ويا جيئن لڪا رهن ۽ تامل توڙي سنهالي قوم پرستن جي حملي کان بچيا رهن. آءُ موٽي پاڪستان آيس. ٿيون پيرو جڏهن نئين 21 صدي شروع ٿي تڏهن وچڻ ٿيو. مون کي راجن هول L T T E کان ٽٽل هو سو گڏيو جوڪولمبو ۾ L T T E کان لڪي رهندو هو. چاڪاڻ تہ جن تاملن جنگ بند ڪرڻ صلح ڪرڻ جي ڳالهہ تي ڪئي تن کي L T T E وارا قتل ڪري ويندا هئا. منگليڪا جا ماءُ پيءُ سنهالي قوم پرستن قتل ڪري ڇڏيا، اهو افواهہ عام هو تہ منگليڪا ۽ سندس گهوٽ بہ قتل ٿي ويا.

14 مئي 2009 تي پرڀاڪرن ۽ سندس پٽ جنگ ۾ ماريا ويا. L T T E شڪست کاڌي، سنهالي حڪومت فتح حاصل ڪئي، مونکي منگليڪا

فون ڪيو. دادا! اسان خود افواهہ ڦهلايو هو تہ اسين بہ قتل ڪيا ويا آهيون. اسين سائوٿ ۾ ڪنترگاما شهر لڳ هڪ ڳوٺ ۾ اسڪول کولي چمڙا پوش رهندا هئاسون. ڪنهن سان رابطي ۾ نہ هئاسون. هاڻي جنگ بند ٿي آهي. اسين ظاهر ٿيا آهيون. توهان اچو هاڻي حال نيڪ آهن. مون لاءِ پيو ڪهڙو خوش ٿيڻ جو سبب بڻجي سگهي ٿو هاڻي سريلنڪا جو قصو في الحال ختم ٿيو وري جڏهن هنن سان ملڻ لاءِ ويس تہ پوءِ امرتا لاءِ هن موضوع تي لکندس. هنن چيو هو پيرادينيا ڪئمپس ۾ يا ڪولمبو ۾ نوڪري لاءِ ڪوشش ڪري رهيا آهن. هنن کي يورپ ۽ آمريڪا ۾ بہ نوڪري يا ريسرچ جو ڪم ملي سگهي ٿو. هندستان ۾ دهلي ۾ جواهر لال نهرو يونيورسٽي ۾ بہ نوڪري وٺڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن. هي مضمون لکي مون پورو ڪيو هو تہ اڄ وري هنن جو فون آيو. هنن سان ڳالهائيندي پڇي ويٺس تہ ڏهاڪو سال لڪل رهيا ڪيترا ٻار آهن. سالي چيو اهو منگليڪا ٻڌائيندي. منگليڪا کي فون ڏنائين جنهن کان اهو سوال پڇيم هن چيو اهو سالي ٻڌائيندو. مون هنن جي گوٺنات مان اندازو لڳايو تہ ٻار نہ اٿن پر هاڻي مائي حاملہ آهي. مون منگليڪا کي پنهنجو اهو خدشو ٻڌايو. مائي چيو اوهان جو اندازو نيڪ آهي. اسين وٺ پڪڙ ۾ هئاسون انهيءَ جمر روڪ تي عمل ڪندي ڪو ٻار پيدا نہ ڪيوسون. هاڻي آزاد آهيون هينئر سيپٽمبر شروع آهي اسان رسنتي تي آهيون. مارچ ۾ اميد آهي.*

# مائٽياٽيءَ سان ملاقات

## جرمنيءَ ۾ ڪيل سفر بابت

## (حصو پهريون)

## (امرتا فيبروري- مارچ 2008ع)

ڏهاڪو سال ٿيندا لنڊن کان فرئنڪ فرٽ(جرمني) وڃڻ لاءِ هوائي جهاز تي سوار ٿيس. جنهن هوائي اڏي تي لاٿائون انهيءَ جو نالو هان هو سو ڪو انهي شهر کان 40 ڪن ميل پري هو. جنهن جي مون کي اڳوات خبر نه هئي. منهنجو دوست اتر جرمني جي شهر هيڊل برگ ۾ رهندو هو. مون کي فرئنڪفرٽ هوائي اڏي تي پهچي ميزبان دوست کي فون ڪرڻو هو ۽ هن کي مون کي ڪٺي فرئنڪفرٽ مان ٿيندو سندس شهر هيڊل برگ وٺي هلڻو هو. جا اتي جرمني ۾ منهنجي پهرين منزل هئي.

جنهن هوائي اڏي تي آئون لٿو هوس سو ڪو نئون خاص اڏو هو اتان فون ڪيم. ميزبان چيو : "انهيءَ اڏي جي مون کي خبر ناهي پر اتي ضرور بس هوندي جا توهان کي فرئنڪفرٽ پهچائيندي" اڏي وارن کان بس بابت پڇيم، هنن چيو "بس تيار آهي، جا توهان کي فرئنڪفرٽ جي ريلوي اسٽيشن تي پهچائيندي" مون ميزبان صاحب، جنهنجو نالو نصير نجم هو، ان کي اها ڳالهه ٻڌائي. چيائين: "هاڻي رات ٿي وئي آهي تون انهيءَ بس ۾ چڙهي ريلوي اسٽيشن تي اچ جتان ريل ۾ چڙهي هيڊل برگ پهچ، آئون اسٽيشن تي ايندس ۽ اوهان کي گهر وٺي ايندس."

هوائي اڏي تان بس ۾ ويٺس، اسٽيشن تي پهتس، وڏي شاهي اسٽيشن هئي، پليٽ فارم تي ماڻهئو. ٻاهر نڪرڻ جا رستا زير زمين هئا. اسٽيشن تي انڪوائري واري وٽ ويس. رات جا ٻارهن اچي ٿيا هئا. وڏي لائين (ڪيو)

لڳل هئي. وينل مائي کان انگريزي ۾ پڇيم "انگريزي سمجھوٿا" جواب ڏناءِ "ها" انگريزيءَ ۾ چيم تہ هيڊبل برگ کھڙي گاڏي. کھڙي پليٽ فارم تان. کھڙي وقت ويندي ۽ ٽڪيٽ ڪٿان ملندي. هن منهنجي ڳالھ جا مون انگريزي ۾ چئي هئي سا ٻڌي. ڪمپيوٽر مان حوال ڪڍي منهنجي هٿ ۾ هڪ پنو ڏنو. جنهن ۾ سموريون ڳالھيون جاٽايل هيون. انڪوائري جي قطار مان نڪتس. پنو پڙهيم پر جرمن زبان ۾ هجڻ ڪري مون کي چڱي طرح سمجھ ۾ نہ آيو وري انڪوائري ڏانهن ويس. اتي ڏنم وڏي قطار هئي قطار ۾ بينس. آخر مائي مون کي سموري ڳالھ انگريزيءَ ۾ سمجھائي. بہ طبقا هيٺ پليٽ فارم هو ٽڪيٽ بہ اتان ئي ونبو. اتي وچي ڏنم تہ ٽڪيٽ گھر تي ڪو ماڻھو ناهي آٽو ميٽڪ هو ان ۾ منهنجي منزل جو نالو ڳوليم. ان ۾ هيڊبل برگ نالو نہ هو. هاڻي وري ويس انڪوائري واري وٽ. وري قطار. آڌي رات جو بہ وڏي قطار لڳل هئي. فرئنڪفرٽ وڏو واپاري مرڪز ۽ سياسي سينٽر آهي. 24 ڪلاڪ جام اچ وچ چالو آهي. مائي کي مون تي قياس آيو. خود اٿي هلي. پر سان آٽوميٽڪ مشين مان ٽڪيٽ ڪڍي ڏنائين. گاڏي ۾ اجا ڪلاڪ کن هو. پليٽ فارم تي ڪو بينچ وغيره نہ هو. سو اسٽيشن تي گھمڻ. ڪجھ ونڻ. ڪائڻ ۾ وقت صرف ڪيم.

آڌي رات جو ٽرين ۾ سوار ٿيس. مسافر 4_5 هئا. منهنجي پر واري مون سان ڳالھايو. هن چيو: هو ڪُرش آهي. سمجھيم مسلمان هوندو. قريشي نالو هوندس. هو تہ پنهنجي جرمني زبان ۾ محو هو. منهنجو نالو بہ هن کي سمجھ ۾ نہ آيو باقي هن ايترو سمجھيو تہ آئون هيڊبل برگ پئي ويس. اتي مون کي ياد آيو تہ يوگو سلاويا ۾ گھرو لڙائي وقت بوسنيا ۾ هڪ ڏر ڪرش هئي جيڪي جرمن ڪلچر ۽ ڌرم سان لاڳاپيل هئا. سو هي انهيءَ ڪرشن مان هو. پنهنجي منزل اچڻ کان پوءِ اهو ڪرش اٿيو لهڻ لاءِ. هن ڪجھ چيو ڪجھ اشارا ڪيا تہ ايندڙ اسٽيشن منهنجي هوندي ۽ اتي لهان. هو لهي ويو ريل گاڏي هلي. آءٌ ايندڙ اسٽيشن تي لهڻ لاءِ تيار ٿيس. گاڏي بيٺي بہ ٻيا مسافر بہ لهڻ لاءِ اٿيا. گاڏي جي دروازي وٽ. انهن کان پڇيم هي هيڊبل برگ جي اسٽيشن آهي. هنن چيو :"ها" آئون لٿس. سامهون پليٽ فارم تي

اسٽيشن جو نالو لکيل هو هيڊل باغ پر منهنجي ته اسٽيشن هئي هيڊل برگ. هنن لهڻ وارن مسافرن کي چيم هي ته اسٽيشن هيڊل باغ آهي ۽ هيڊل برگ ناهي؟ چيائون: "ها هي هيڊل برگ ناهي." واپس ٽرين ۾ چڙهڻ لاءِ ڪوشش ڪيم ته ريل گاڏي جا دروازا بند ٿي ويا. ريل گاڏي رواني ٿي وئي. هاڻي آڌي رات جو جرمني جي ٻهراڙي جي هڪ ويران اسٽيشن تي بيٺو هوس. هو مسافر هلڻ لڳا. آئون به انهن وانگر هلڻ لڳس. ڏٺم اسٽيشن تي ڪو ريل جو ملازم يا ٻيو ڪو ماڻهو نه هو. ريل جو سمورو نظام خود ڪار آٽوميٽڪ هو. ٽڪيٽ جو چارٽ، سگنل اچڻ ۽ وڃڻ جو سمورا آٽوميٽڪ هئا. ٻاهر نڪرڻ جو رستو زير زمين هو اسان وانگر پليٽ فارم واريون ڏاڪڻيون نه هيون. ٻنهي مسافرن مون سان افسوس جو اظهار ڪيو ته هنن جي غلطي جي ڪري مون کي تڪليف پهچي رهي هئي، خير سوچيم جرمني جي ٻهراڙيءَ جو مزو وٺان. هنن سان گڏ اسٽيشن کان ٻاهر نڪتس، ڪجهه قدم هلڻ کان پوءِ ڏٺم ته ڳوٺ اسٽيشن کان پري ۽ جدا هو جتان ڳوٺ جا گهر شروع ٿي ٿيا اتي ريلوي لائين تي ڪراسنگ هئي. ننڍڙو بس اسٽاپ هو پبلڪ فون (PCO) هو. جرمني فون جو ڪارڊ مون هوائي اڏي تي ورتو هو. مون وٽ جرمني جو سڪو مارڪ (Deutschemark) نه هئا، پر ڊالر هئا جيڪي سولائي سان پئي هليا. ريل جي ٽڪيٽ وقت به ڊالر هلي ويو. هو ريل مان گڏ لهڻ وارا ٻئي همراهه ڳوٺ طرف هليا ويا ۽ آئون ٽيليفون بوٿ ڏانهن وڌيس. نجم کي فون ڪيم. هن چيو: مون انهي هيڊل باغ ڳوٺ جو نالو به نه ٻڌو آهي" پر چيائين: "فون رک اڌ ڪلاڪ بعد وري فون ڪر، تيستائين آئون نقشي ۾ ڏسان اهڙي نالي وارو ڳوٺ ڪٿي آهي. رستو ڪيئن آهي؟ پوءِ تا صلاح ٻيهاريون، ته هن آڌي رات جو ڪيئن مدد ڪيون." مون کيس اهو ٻڌايو ته هاڻي ريل گاڏيون اسٽيشن تي نه بيهنديون وري صبح جو 8 بجي ريل ايندي." فون رکيم وڌيڪ چوڌاري نظر ڦيرايم سامهون رستي تي بلڪل سامهون هڪ به ماڙ بلڊنگ هئي. جنهن کي چوڌاري رنگ برنگي بلبن سان سينگاريو هئائون، ماڻهو آيا پئي ويا پئي. مغربي ملڪن ۾ شراب خانا ائين سينگاري رکندا آهن وري هي ويڪ اينڊ جي رات هئي. لنڊن ۾ انهن کي پب

چوندا آهن. سو آئون انهيءَ ۾ هليو ويس. شراب آئون نه پيئندو آهيان، اندران گهمي واپس آيس، اچي نجم کي فون ڪيم. هن چيو ته هن نقشي مان ڳوٺ هيڊل باغ معلوم ڪري ورتو آهي. رستو به سمجهي سگهيا آهن ۽ هاڻي هو پنهنجي هڪ دوست کي ساڻ ڪري پئي مون کي وٺڻ اچن ٿا. مون کيس ان جڳهه جتي هوس اتي جو location ٻڌايو ۽ وري وڃي انهيءَ شراب خاني ۾ وينس. اهڙي هنڌ جتي دري هئي جنهن مان اهو بس جو چيرو ۽ PCO ڏسڻ ۾ پئي آيا. جتي نجم اچڻو هو.

اسين مائي بختاور جي معاملي ڪري قاديانين کي پسند نه ڪندا هئاسون پر مون ميرپورخاص، ڪنري لنڊن ۽ پڻ جرمني ۾ ڏٺو ته هو سنڌن مذهبي پيشوا جي تقليد ڪندي سٺا مهمان نواز آهن. مرزا غلام محمد به وڏو مهمان نواز هو خير منهنجو ميزبان نجم به قادياني هو. سنڌن گهر واري هيڊل برگ شهر جي سياسي پارٽي جي ميمبر ۽ ميونسپل جي به ميمبر هئي، منهن تي حجاب پائيندي هئي جيسين هو رسن آئون دري پرسان ڪرسي تي ويٺو هوس. جنهن کي پيٺو هو سي ڪائونٽر تي وڃي Selfservice ڪري جام وٺي پئي آيا. مون کي اڪيلو ۽ ٻاهر جو ڪٽڪ رنگو ڏسي هوٽل وارو خود آيو ته ڪو آرڊر ڏيان. آئون ته پيان ڪو نه سو کيس چيم: ”آئون ڪنهن جو انتظار پيو ڪيان“ هن سمجهيو ڪنهن دوست يا گرل فرينڊ جو انتظار هوندس. ايتري ۾ انهيءَ شراب خاني جي ڪنڊ ۾ هڪ سفيد وارن سان رعبدار شڪل واري قدآور جرمن خاتون ڏهاڪو کن نوجوان ڇوڪرين جي جهنڊ سان اچي وارد ٿي، ڪرسيون ڇڪي به ٽيبل ملائي ويٺيون جنهن کي جيڪي وٽيو سو ڪائونٽر تان وٺي آيو. جرمني زبان ۾ ڄڳو گوڙ پئي ڪيائون. مون هنن کي پئي ڏٺو ۽ دريءَ ٻاهران. نجم جي ڪار جي اچڻ واري اوسيئڙي ۾ اوڏانهن به نظر پئي ڊوڙايم. ايتري ۾ اها سفيد وارن واري بزرگ خاتون منهنجي ٽيبل تي آئي ڪجهه جرمن ۾ چيائين. هن جو جملو ته مون کي سمجهه ۾ نه آيو پر هڪ فلپينو اکر فهم ۾ آيو. اندازو لڳايم ته پڇي ٿي فلپينو آهين؟“ مون انگريزي ۾ چيو: ”نه پاڪستاني هندو آهيان“ وري وڏيڪ چيم ته ”جرمن زبان سمجهه ۾ نٿي اچيم. انگريزي ۾ ٿي سگهي

تہ ڳالهايو“ مائي چيو ”مهرباني“ ۽ مهربان لهجي ۾ وڌيڪ چيائين تہ ” هو هندستان ۾ وراڻسي (بنارس) يونيورسٽي ۾ ڪي مهينا مهمان پروفيسر طور رهي آهي. ائين وري مون وٽ اچڻ جو سبب ٻڌائيندي چيائين ”هي مونسان آيل منهنجي شاگرد ڇوڪرين سوال ڪنيو آهي تہ عشق (Love) ڪارنل (جسماني لذت) ٿيندو آهي يا اسپيريچيوئل (Spiritual) (روحاني) اسان وٽ 10 ڄڻيون آهن 5 چون ٿيون ڪارنل ۽ 5 چون ٿيون اسپروچيل. اسان جي ٽيبل فيصلو ڪيو آهي تہ سامهون ويٺل يعني توهان کان امانت ڪرايون سو توهان فيصلو ڪيو تہ ٻنهي مان ڪير صحيح آهي.“ مون امين ٿيڻ قبول ڪيو. سموريون ڏهہ ئي سُندريون منهنجي ٽيبل تي اچي ويٺيون. ڊاڪٽر پروفيسر ايوا منهنجي ٽيبل جي ٻي ڪنڊ تي ويٺي، مون چيو: ”Love روحاني ناهي صرف جسم ۽ ان جي خواهشن جي معراج آهي.“ مون کي چيائين: ”پوءِ ڇا جسماني شهوت ۽ حوس کان سواءِ عشق نٿو ٿي سگهي؟“ مون جواب ڏنو: ”جسماني خواهشن ۾ شيطاني ڪششن کانسواءِ انسان جي من ۽ ذهن جون ڇڪون بہ موجود آهن. من، ذهن (ٻڌي) وغيره بہ روحاني ڪشمڪشڪون ناهن اهي بہ جسم جو حصو آهن. روح يا آتما جو انسان جي دنيوي وجود سان واسطو ناهي. روح يا آتما خيالي تصوراتي عنصر آهن. جيڪي آتما يا روح جي وجود کي مڃين ٿا. تن جو چوڻ آهي تہ ” روح هڪ انسان ۾ هميشہ قائم ۽ دائم رهڻ وارو مستقل نہ پر روزانو تبديل ٿيندڙ دنيا ۾ موجود آهي. اها آتما پر ماتما جو حصو آهي. اهڙي حالت ۾ عشق جون ڳالهيون جسماني دنيا ۾ واسو ڪن ٿيون. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ عاشق جي عشق جي آتش ڪيس ڳالهہ کي وڌائي آسمان تائين پهچائي ٿي. لٽريچر ۾ عشق مبالغ آرائي جو شڪار ٿئي ٿو ۽ مٿي تمام مٿي گهڻو تو اڏامي“.

مون محسوس ڪيو تہ منهنجي ڳالهہ جو انداز رکو هو. هفتي جي پڇاڙي جي آڌيءَ رات پڪين نوجوان عورتن لاءِ، سو يورپ جي شهر ۾ ۽ شراب خاني ۾ بي موقعي پئي لڳو. رات خوب صورتي ۽ اڪيلائي ونڊڻ لاءِ ٿئي ٿي ۽ نہ ڪي فلسفو گهوٽڻ لاءِ. محبت انساني تجربي جو تمام دلچسپ ۽ منو سواد آهي. شاعرن، اديبن ۽ فنڪارن تہ داستان پري ڇڏيا آهن. پيار

جي ذڪر سان، محبت جي بيان ۾ وڏن اديبن به مرد جي عورت لاءِ فطري ڪشش کي محبت جو نالو ڏيئي مرد جي جسم جي لذت سان گڏ عورت کي پائيوار ڪيو آهي. مرد ڪنهن به عنصر ڏانهن ايترو زور ڏئي پنيان نٿو پوي جيترو عورت پنيان. انهيءَ سموري عمل ۾ روح جو واسطو نٿو رهي پر جسماني حواسن جو. پيٽ جي بک ۽ محبت جي بک انسان جي وجود سان بڌل آهي. انساني جسم جي جوڙاڻ پوري آهي ان کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. انسان جي تڪميل ٻي جنس سان گڏجڻ تي مڪمل ٿئي ٿي ۽ ٻئي جسم هميشه هڪ ٻئي لاءِ ڇڪبا وڃن ٿا. انهيءَ ڪري عشق محبت ڀڳتي بندگي قدرت جي نيمن ۾ سمايل آهن. محترم پروفيسر ڊاڪٽر ايوا ڏاڍو خوش ٿي. هن کي ياد آيو ته مهمان کي وسڪي پيارجي. مون انڪار ڪيو. چيم، مون کي ناهي وڻندي، جڏهن ته هنن خوبصورت اڌ کليل جسم وارين سندرين جي سُنگ ۾ وسڪي جي خُنڪ وڌيڪ مزيدار ٿي پوي ها. مون کان ڊاڪٽر ايوا پڇيو: "هتي اڌ رات جو اڪيلا ڪيئن پهتا ۽ ڇا پيا ڪيو؟" مون پنهنجو حال ٻڌايو.

ڊاڪٽر ايوا ڳالهه ڪئي ته هو هيڊل برگ يونيورسٽيءَ جي رٽائرڊ پروفيسر آهي، سندس شعبو فلاسافي آهي. هن اهو به چيو ته هو ڪجهه مهينا بنارس جنهن کي هاڻي وراڻسي سڏين ٿا اتي Visiting پروفيسر ٿي رهي آهي. منهنجي ڳالهين جنهن ۾ ڊاڪٽر ايوا جون شاگرد به شريڪ هيون هنن سمجهيو ته آئون به فلاسافي وارن جي حلقي مان آهيان. مون کين چيو ته مون ڪاليج ۾ فلسفو پڙهيو آهي. فلاسافي سان واسطو اٿم پر اسڪالر ناهيان وڪيل آهيان. شاگرد ڇوڪريون ته سندن ٽيبل تي واپس ويون ڊاڪٽر مون وٽ ويهي رهي. هيڏانهن هوڏانهن جي ڳالهين بعد مون محسوس ڪيو ته هوءَ اڪيلي آهي سندس ڪٽنب اهي شاگرد آهن. جيڪي سندس رٽائرمينٽ کان پوءِ اباڻي ڳوٺ ۾ اچي رهڻ بعد به وٽس اينديون رهنديون آهن. فلسفي تي ڳالهائيندي هن مون کي چيو ته بنارس ۾ چوندا هئا ته هندستان جو فيلسوف آدي شنڪر آچاريه جنهن کي مختصر طور شنڪرا چوندا آهن تنهن جيڪو ادويت فلسفو بيان ڪيو آهي سو دنيا جو وڏي ۾ وڏو فلاسافر

آهي. هن جي سوچ جي گهرائي ٻئي ڪنهن ۾ ناهي. پر هن کي شنڪر آچاريه جي ڳالهه سمجهه ۾ نه آئي آهي. مون سمجهيو مون کان ٿي پڇي ته آئون شنڪر آچاريه بابت ڇا ٿو ڄاڻان؟ مائي بيئر جي وڏي جڳ مان بيئر پيتو. ڏنم بيئر، جيڪو جرمني جو مک مشروب آهي سو وسڪي وانگر ڍڪ ڍڪ پيري نه ونبو آهي پر ڳيت ڏيئي پئبو آهي. منهنجو پس منظر تر جو آهي ۽ اسان وٽ پڪا رستا ۽ بسون موٽرون پاڪستان ٺهڻ کان 4_5 سال بعد ۾ آيون مون اهو به محسوس ڪيو ته علم حاصل ڪرڻ سان گڏ اٿڻ ويهڻ ۽ فضيلت جا آداب به شريفاڻي زندگي جو حصو آهن. اٿڻ ويهڻ ملڻ جلڻ جا، پيئڻ ۽ پسند نه پسند ڪرڻ جا به اصول ۽ آداب ٿيندا آهن. منهنجا پنهنجا ٻار مون وانگر صوفي آهن. خيال آيم هي يورپ آمريڪا وڃن پيا هنن کي مئخاني جو فضيلتون سکڻ کپن. منهنجي اڳيان وڏي شخصيت ويني هئي هو (شراب) پي رهي هئي. عورت هئي مون کي ائين منهن ٻڌي ويهڻ نه کپندو هو . پسند نه ايندي به مون مناسب سمجهيو ته مون کي ڪو مرداڻو شراب پيئڻ کپي محفل ۾ هم آهنگي پيدا ڪرڻ لاءِ.

مائي چيو اسان جي گهر هلو منهنجي شاگردن سان به ملو جن ۾ ڪافي Ph.D جون ريسرچ ڪندڙ اسڪالر آهن. سڀ شنڪر جو فلسفو ٻڌن. مون کي ڌپ هو ته ايڏي پائي جي عالم سان ڪيئن فلسفي جي اونهي نقطي تي ڳالهايان. چيم: ”منهنجو دوست پهچڻ وارو هوندو“ چيائين: ”مون وٽ ڊرائيور آهي ان کي مون هنج ورتل پٽ ڪيو آهي. شيدي (آفريڪن) آهي. ٻاهر ڪار ۾ وينو آهي. اسان کي منهنجي گهر ڇڏي هتي موٽي اچي نجم جو انتظار ڪندو هنن کي منهنجي گهر وٺي ايندو.“ اجنبي عورت جي اها رٿ مون کي نه آئڙي پر ان جو نه مڃڻ به ڏکيو هو ماحول ايترو ته پنهنجائيءَ وارو اچي بينو هو جو آئون ڪنهن به قسم جو ڪو فيصلو ڪرڻ ۾ دقت محسوس ڪرڻ لڳس. چيم: ”نجم کي فون ٿا ڪيون، هن کي روڪيون ٿا آئون صبح جو 8 بجي ٽرين ۾ هيڊل برگ ويندس. نجم کي فون لڳايوسون، هن جي گهر وارن فون کنيو جواب ڏنائون ” نجم صاحب ۽ سندس مائٽ نڪري چڪا آهن اوهان وٽ پهچڻ وارا هوندا.“ مائي ڳالهه کي ترڪ ڪيو چيائين: ”گهر

هلو جڏهين نجم اچي هليا ويجو“ اسين سندس گهر پهتاسون جيڪو بنهه ويجهو هو رات اونداهي هئي پر يورپ ۾ اڪثر بادل هوندا آهن. سيءَ گهڻا پوندا آهن. انهي ڪري چانڊني رات ۽ تارن جي گفتگو توڙي لٽريچر ۾ انهن جو ذڪر خير ڪو ٿيندو آهي. زندگي آئوٽ ڊور گهٽ آهي ۽ ان ڊور وڌيڪ آهي. جڏهن نجم صاحب آيو ان سان گڏ سندس شهر هيڊبل برگ روانو ٿيس. منهنجي جرمنيءَ جي انهي دوري وقت پروفيسر ڊاڪٽر ايوا سان ملڻ ٿيندو رهيو.

نجم مون کي پوڳ جي موڊ ۾ چيو: ”اها مائٽياڻي ڪيئن مليئي!؟“

چيم: ”محض اتفاق هو.“ ❊

# تاريخ سبق سيکاري ٿي

(جرمنيءَ ۾ ڪيل سفر)

(حصو ٻيو)

(امرتا - مئي 2009)

هيڊل برگ اتر جرمنيءَ جو تاريخي شهر آهي. جتي پراڻو پر سنڀاليل قلعو بہ آهي جو مٿي جبل تي ٺهيل آهي. اهو قلعو اسان جي حيدرآباد سنڌ جي قلعي وانگر عدم توجهہ جي ڪري پٽجل ۽ ڀُريل ناهي پر ائين سنڀاليل آهي جڻڪ هاڻي ٺهيو آهي. هڪ ڀيري مون کان BBC چئنل فور جي نمائندي پڇيو هو تہ پاڪستان ۾ سنڌ جي تاريخي ماڳن ۽ قديم آثارن جي سنڀال ۽ مرمت ڇو نٿي ڪئي وڃي؟ مون جيڪو جواب ڏنو سو ڏکيو هو ۽ اسان جي قومي نفسيات جو تجزيو هو. انهيءَ ڪري ٻئي ڀيري لکندس. بي بي سي چئنل4 جي انهي پروگرام ۾ شاهہ فريد الحق جمعيت العلماءِ پاڪستان جي اڳواڻ چيو هو تہ جن قومن جو قدرت طرفان زوال ٿي ويل هجي ٿو ان کي هاڻي ڪيئن بچائي سگهون ٿا. مولانا صاحب صحيح هو تہ اسين ان کي بچائي نٿا سگهون پر ماڳ تہ تاريخ کي جيئرو رکڻ لاءِ بچائڻ کپن. ان مان عبرت ۽ سبق حاصل ڪري سگهجن ٿا.

انهي هيڊل برگ جي قلعي لڳ وهندڙ درياءَ جي پل پار ڪري ٻئي پاسي ٿو اچجي تہ ان رستي جو نالو علامہ اقبال هو ۽ جتي هڪ ننڍڙي جڳهہ تي تختي لڳل هئي. جنهن تي لکيل هو تہ هتي جرمني ۾ تعليم حاصل ڪندي علامہ اقبال 1905ع ڌاري رهيو هو. هڪ ڏينهن منهنجو ميزبان نجم مون کي جرمني جي ٻهراڙي گهمائڻ وٺي هليو. جهر جهنگ گهمندا

هلياسون. اتي جپسي نالي واري اسان جي جتن جهڙي قوم به رهي ٿي، گهڻو ڪري سيني پراڻن تاريخي ملڪن ۾ مخلوق جو هڪ جهڙو حال ۽ زميني حقيقتون هجن ٿيون. جپسي اتي به خانه بدوش هجن ٿا ۽ ٽوٽي ڦيٽي وارا آهن. مايون به همٿ واريون اٿن. فرق صرف اهو آهي جو يورپ وارا سمورا ڪم سليقي ۽ صفائيءَ سان ڪندا آهن.

جڏهن ٻهراڙيءَ کان موٽياسين ته نجم صاحب جي پيزا (Piza) جي دڪان تي ڪم ڪندڙ سِکَ ٻڌايو ته پروفيسر ايوا وليمز جو فون آيو هو ۽ واپس فون ڪرڻ لاءِ چيو اٿس. مون ڊاڪٽر ايوا کي فون ڪيو ۽ اٽين هن سان هيڊل برگ ۾ ترسڻ دوران ملڻ ٿيندو رهندو هو.

جرمني عظيم ملڪ آهي، عظيم قوم آهي، جنهن انسان ذات جي تاريخ، علم، سائنس ۽ فلسفي تي وڏو اثر ڇڏيو آهي. هٽلر جرمن هو. ڪارل مارڪس ۽ مشهور سائنسدان البرٽ آئن اسٽائين به جرمن هئا. محترم آءِ آءِ قاضيءَ جو پسنديده شاعر گوئٽي به جرمن هو. سندس گهر واري محترمه ايلسا قاضي به جرمن هئي. هندو ويد رگ ويد جو ترجمو ڪندڙ سنسڪرت جو اسڪالر پروفيسر مئڪس ملر به جرمن هو. عربي فارسي ڪتابن جا يورپ ۾ سڀ کان اول ترجما به جرمني وارن ڪيا. مسلمانن ۽ هندن جي مذهبي ڪتابن ۽ تمدن تي گهڻي ۾ گهڻي تحقيق به جرمني وارن ڪئي آهي. محترمه پروفيسر ايوا وليمز سان جيڪا گفتگو ۽ بحث هندو فلاسافر شنڪر آچاريه جي فلسفي تي ٿي، تنهن جو ذڪر ٻئي پيري ڪندس. هن مضمون ۾ محترمه پروفيسر جي حياتيءَ جي ڪهاڻيءَ جو هڪ حصو بيان ٿو ڪيان.

1930ع جي ڏهاڪي دوران پروفيسر صاحبه هاءِ اسڪول جي شاگرديائي ۽ الهڙ ڇوڪري هئي. ان وقت جرمنيءَ ۾ نازي پارٽيءَ جي حڪومت هئي ۽ ملڪ جو فيوهرر (حاڪم) اوڊلف هٽلر هو. جنهن ٻي مهاڀاري جنگ (1945_1939) ۾ اتحادين (انگلينڊ، فرانس، روس، آمريڪا ۽ چين) کي ٽوٽا چٻايا. هن روس ۽ انگلينڊ کان سواءِ ساري يورپ کي فتح ڪيو. لنڊن ٽوٽي روس تي حملا ڪري بمباري ڪري اهي تباهه ڪيا. مصر

۽ اتر آفريڪا بہ فتح ڪيا. پر آخر ۾ هارائي آپگهات ڪري انهي سين ڪي ڊراپ ڪيو. هٽلر مضبوط ۽ نظرياتي طرح برجستو پر وڏو ظالم ۽ جابر حاڪم هو. هو يهودين کي غدار ۽ جرمني کي صحيح سمجهندو هو. پهرين مهاڀاري لڙائي First World War 1914_1918 ۾ بہ انگلئنڊ ۽ اتحادين جي جرمن سان جنگ لڳي هئي. ان ۾ جرمن جي عبرت ناڪ شڪست جو ڪارڻ هٽلر موجب يهودين جي غداري هئي. انهي ڪان انڪار ناهي تہ هٽلر تباهہ ٿيل شڪست کاڌل ذليل ٿيل ٽڪرا ٽڪرا ڪيل جرمني کي ناهيو ۽ طاقتور بڻايو. هن ڪميونسٽن کي پڻ گهٽو تنگ ڪيو. ايم اين راءِ ۽ ٻين جڳ مشهور ڪميونسٽن بہ جرمني مان ڀڄي جند ڇڏائي.

جرمني جي تاريخ جي اپٽار ڪان ڪنارو ڪندي صرف ڊاڪٽر ايوا وليمز سان واسطو رکندڙ ۽ ان جي جرمنيءَ واري معاملي سان تعلق بابت لکندس. هڪ ڀيري ايوا فون ڪيو تہ اج قلعي جي اوچي ٽڪر تي هلي, لڳ وهندڙ درياءَ جي نظاري تي ڪافي پئجي, ڪچهري بہ ڪجي. آءٌ اجا عمر جي 60 سالن واري پيٽي ۾ هوس, پر مائي صاحبہ 70 جي پيٽي ۾ هئي. نجم جي پيزا هٽ اڳيان ٽرام جو پنو هو ۽ پڻ ٽرام بيهڻ جو اسٽاپ, سو ٽرام ۾ چڙهي قلعي ويجهو لٿس. انهي قلعي ۾ جبل تي چڙهڻ لاءِ ڪا صديون پراڻي لفٽ هئي. ان ۾ ويهي مٿي پهتس. جتي باغ ۾ هڪ بينچ تي پوڙهي پروفيسر ويٺي هئي. مائي صاحبہ سان ڳالهيون ڪندي محسوس ڪيم تہ هوءَ ڪنهن اونهي خيال ۾ ٻڏل هئي. ٿوري دير بعد چوڻ لڳي, "ڪافي واپس ٿي پيئنداسون, هل تہ توکي هڪ نظارو ڏيکاري اچان." اسين لفٽ ۾ هيٺ لٿاسون. مائي صاحبہ جي ڪار هيٺ پارڪ ٿيل هئي ان ۾ ويناسون. انهي قلعي کان ٿيندا اسٽيشن وٽان لنگهندا نجم جي پاڙي ڏانهن ويندڙ رستي لڳ وچ ۾ هيڊبل برگ جو فوجي هوائي اڏو هو. هن وقت انهيءَ هوائي اڏي جي چوڌاري آبادي ۽ ڪالونيون نهي ويل هيون. اسين ڪار اندر ئي ويناهئاسون. مئڊم هوائي اڏي ۾ اکيون وجهي خيالن ۾ گم هئي. آءٌ چپ هوس ۽ پڻ حيرت زده. مئڊم جي اکين ۾ پاڻي وهندو ڏٺم. سندس اکيون آليون هيون. آخر جرمن لهجي ۾ انگريزيءَ ۾ چيائين. سندس اکر ٽٽل هئا.

"جنگ بند ٿئي پنجاھہ سال ٿيندا، ھي اڏو اڃا تائين آمريڪا جي قبضي ۾ آھي. پھرئين جنگ ۾ فاتح ھجڻ جي حيثيت ۾ قبضو ڪيائون. اڃا تائين اسان جي فادر لئنڊ تي ديرو ڄمايو ويٺا آھن. ھاڻي ڇپائون آمريڪي وچن ٿا پر وري ھتي ناٽو جي فوج جو بھانو بڻائي وري بہ قابض ٿي ويھي رھيا آھن. اسان جي مقدس زمين تي فوجي ڏاڍ اڃا رکيو اچن." ھن وقت اھو ھوائي اڏو ھيڊل برگ شھر جي بن حصن ۾ وچ ۾ اچي ويو آھي. درياءَ ۾ ھلندڙ آگبوٽن مان بہ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ھتان جڏھن بہ جيڪو بہ جرمن لنگھندو آھي محسوس ڪندو آھي تہ ھو شڪست کاڌل قوم آھن. مٿن ٻيو ڪو سوار آھي. ھاڻي اھي جرمن جيڪي ائين سمجھندا آھن تہ ھو سڀ کان افضل ۽ مٿاھين قوم آھن تن کي ھر پل شھر جي وچ ۾ ڏسڻ لاءِ ھيءُ ھنڌ محسوس ڪرڻ تي مجبور ڪري ٿو تہ ھو لاچار ۽ بي وس آھن. ايوا ٻڌائيندي ھلي تہ سنڌن پاءُ مارٽن وليمز چوندو ھو "پھرين عالمي جنگ ۾ سالن جا سال جرمن ھڪ طرف ۽ انگريز فرينچ ۽ ٻيا اتحادي ٻئي طرف (Trenches) کاھين ۾ ويھي بندوق ۽ توبن ذريعي فائر ڪندا جنگ جاري رکندا رھيا. يورپ ۾ سخت سيءُ برف ۽ گپ پريل کاھين ۾ سپاھي رھندا ھئا. آخر ۾ جرمن اھا پھرين عالمي جنگ ھارائي، ڳوٺن مان سمورا مرد جنگ ۾ ڪارخانن ۾ لڳل ھئا پويان زالون ھيون، صرف زالون ۽ ٻار. جنگ جي آخري ڏينھن ۾ جرمن ھٽندا ويا. ڳوٺن تي اتحادين قبضا ڪيا." اتي پروفيسر ڳالھائيندي ماٺ پئجي وئي.

مون کي ياد آھي تہ ھڪ انگريزي فوجي آفيسر جو رٽائر ٿيڻ بعد آمريڪا لڏي ويو ھو. ان ھڪ ناول لکيو آھي. تاريخي ناول، جو ھن جوڌپور رياست جي مھاراجا جي فوج سندس پاءُ جي ڪمان ھيٺ يورپ جي جنگ ۾ ميدانِ جنگ تي ھئي، ان تي ناول لکيو آھي. ناول نگار لکيو آھي تہ اتحادي يورپي فوجي آفيسرن جرمنن جي ڀاڄ بعد انھن ڳوٺن ۾ جرمن عورتون ڪنيون ڪري ڇڪلو شروع ڪيو ۽ سالن جا شھوت جا بکايل سپاھي جرمن عورتن سان زنا ڪندا ھئا. اتي بہ انگريز ڪمانڊنٽ اھو حڪم جاري ڪيو تہ ڪو بہ ھندستاني سپاھي انھي سفيد فام جرمن عورت

وٺ نہ وجي. اها زنا ڪرڻ جي اجازت صرف يورپي گورن فوجين کي هئي.

اهڙي قسم جي وارداتن ڪيئن نہ جرمن جهڙي بهادر ۽ باوقار قوم کي نفرت ۽ غيرت سان ڀريو هوندو. انهن ڳالهين محترمہ ايوا جي نرم نازڪ جذبن کي ضربون رسايون هونديون. انهن ئي ڳالهين هٽلر ۽ سندس نازي پارٽيءَ جي نفرت ڀريل منشور کي جرمنيءَ ۾ مقبول بڻايو. اسين وري موٽي قلعي جي جبل تي آياسون. مون ڪافي جا ٻہ ڪوپ ناهيا. مون ڏٺو ايوا پنهنجي خيالن ۾ گم هئي. ڪافي ٿڌي ٿيندي رهي. ايوا آخر تائين هڪ ڍڪ بہ نہ ڀريو.

ٻئي ڏينهن اسين ايوا جي ڳوٺ هيڊل باخ وياسون. اتي ايوا طبيعت کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ وائين پيتو. آءُ ڪافي دير تائين رهيس. هن جي گفتگو ٻہ طرفي هئي. هوءَ جرمني بابت ۽ يهودين بابت ساڳئي وقت ٻنهي جي فائدي ۾ ۽ ٻنهي جي خلاف ڳالهائي رهي هئي.

ڊاڪٽر پروفيسر ايوا وليمز فلسفي جي پروفيسر هئي ۽ هن وقت پروفيسر ايميرٽيس Emiritus هئي. هن پنهنجي آتم ڪهاڻي بيان ڪئي. سندس سفيد وار منهن جا گهنج، هلڪو قداور ڪثرتي جسم چغلي هڻي رهيا هئا. هن جا کنڊر ٻڌائي رهيا هئا تہ سندس جسم جي عمارت ۽ حسن ٻئي عجيب ۽ لاشڪ لاجواب هئا. سندس پوڙهي سڊول جسم مان چٽڪ تاريخ جا ورق وڪري رهيا هئا. محترمہ پروفيسر جا اکر هوبهو تہ سنڌي زبان ۾ بيان ڪرڻ مشڪل آهن پر انهن جو خلاصو هو تہ 1930ع جي ڏهاڪي جي آخري سالن ۾ ايوا وليمز هاءِ اسڪول جي شاگرديائي هئي. سندس پيءُ مارٽن وليمز، هٽلر جي پوليس گيستاپو ۾ ننڍو آفيسر هو. بين قانونن سان گڏ هٽلر اهو بہ قانون ناهيو تہ جيئن تہ جرمن خاص اعليٰ نسل جا ماڻهو آهن ۽ سنڌن قوم مٿيري آهي، تنهن ڪري ان کي نسلي ملاوٽ کان بچائڻو آهي. ائين نسلي پاڪائي کي قائم رکڻ لاءِ ملاوٽ کان جرمن قوم کي محفوظ رکڻو آهي. هٽلر جو نظريو هو تہ يهودي لالچي، دغاباز ۽ ڪريل آهن. انهن سازشون ڪري جرمن قوم کي ذليل ڪيو هو جنگ ۾ شڪست ڏياري هئي، ٽڪر ٽڪر ڪيو هو وغيره وغيره انهي ڪري يهودي رت جرمن رت سان نہ

ملايو ويجي. هٽلر اهو بہ قانون نافذ ڪيو تہ ڪو بہ جرمن مرد توڙي زال ڪنهن بہ غير جرمن سان نڪي هم بستر ٿئي، نڪي شادي ڪري. انهي دور ۾ ايوا مائي، جا اسڪول گرل هئي تنهن جو عشق هڪ يهودي نوجوان سان ٿيو. ان مان ڪيس بنا شاديءَ جي حمل ٿيو. اها ايوا جي نابالغيءَ جي ٻاراٽي پل هئي. پر پيٽ ۾ حمل سماج اڳيان لڪي نٿو سگهي، پوءِ اهو ڪٽي يوربي سماج ٿي هجي. ايوا جا ماءُ ۽ پيءُ حيات نہ هئا. سندس ڪٽنب جو اڪيلو ٻاتي سندس ٻاءُ مارٽن وليمز ٿي هو. جنهن کي جيئن ٿي اها پروڙ پئي هن خطرو محسوس ڪيو تہ هاڻي وڏو ڏوهہ سرزد ٿي ويو. هاڻي ايوا ۽ سندس يهودي عاشق ٻنهي کي وڏي سزا ملندي. ٿي سگهي ٿو تہ سندس (مارٽن جي) نوڪري هلي وڃي.

هٽلر ظالم حاڪم هو پر هو پنهنجي وطن جرمني سان ٻاگلپڻي جي حد تائين محبت ڪندو هو. هن جرمن قوم کي جاڳائڻ، قوم جي دشمن کان وير ونڻ ۽ جرمني کي عظيم قوم ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيترائي قتل ڪيا. هن جي دور ۾ هڪ ڪروڙ ڏهہ لک يهودي صدين کان آباد هئا. جيڪي جرمن زبان مان ورتل اکرن محاورن جي ملاوٽ مان ٺهيل پراڻي عبراني زبان زيدش (Zedish) ڳالهائيندا هئا. تن مان هن 60 لک يهودي ننڍين ٻارن ۽ عورتن سميت مارائي ڇڏيا. بسون ڀري دروازا بند. بسون خالي زمين تي ڪٽي وڃي ان ۾ گئس ڀري اجتماعي قتل ڪرائي ڇڏيا. هٽلر کي 1924ع ۾ قيد ڪيو ويو. هن کي سزائون ڏنائون، سياسي احتجاج ڪرڻ ڪري لئنڊس برگ جي قلعي ۾ قيد رکيائون. جتي جيل ۾ نويڪلو ويهي هن ڪتاب لکيو. نالو رکيائين Mein Kampf معنيٰ منهنجي جدوجهد (My Struggle) ان ۾ هن پنهنجي سياسي نظرئي جي چند چاڻ ڪئي آهي، انهن خيالن کي عملي جامون پهرائڻ لاءِ هن سياست ڪئي جدوجهد ڪئي اقتدار هٿ ڪيو. جنگ لڙيو. انهي ڪري اهو ڪتاب گهڻو بدنام ٿيل آهي. پر اهو ڪتاب آهي پڙهڻ جهڙو چوڻي آهي تہ دوزخ بہ نيڪ ارادن سان ٺاهيو ويو هو.

هتي اهو لکڻ مناسب ٿيندو تہ ٻي عظيم جنگ (1945_1939) کان 25 سال اڳ پهرين عظيم جنگ (1918_1914) ۾ لڳي هئي جنهن ۾ جرمني سان

ساٽ ۾ ترڪي هوءِ بئي پاسي ساڳيا اتحادي انگلئنڊ، فرانس، آمريڪا ۽ روس وارا هئا. انهي جنگ هارائڻ کان پوءِ امن جو معاهدو ٿيو جنهن کي ورسيلز معاهدو (Versailles Treaty) سڏجي ٿو. پئرس لڳ ورسيلز جو محل آهي. جنهن ۾ ايترا ته آئينا لڳل آهن، جو ان کي (Palace of mirrors) به چئبو آهي. انهيءَ محل ۾ جيڪو جنگ بعد معاهدو ٿيو جنهن ۾ هارايل جرمن هڪ طرف ۽ اتحادي فاتح ٻئي طرف صحيح ڪئي. انهيءَ معاهدي ۾ اهڙا ته شرط هئا، جو جڻ جرمني کي گهٽو ذليل ڪيو ويو هو. جرمني کي مجبور تي صحيح ڪرڻي پيئي. جنهن جون خاص ڳالهيون هن ريت هيون:

1_ جرمني جو صوبو لورين فرانس حوالي ٿيندو.

2_ اولهه پرشيا صوبي جا حصا اتر سلسيا ۽ پوسن پولنڊ جي حوالي ڪيا ويا.

3_ اتر سليلوگ صوبو ڊينمارڪ کي ڏنو ويو.

4_ دنگ جا 3 ضلعا بيلجيم کي ملندا.

5_ جڳ مشهور ڊئنزگ آزاد شهر قرار ڏنو ويندو.

6_ اوپر پرسيا باقي جرمن حڪومت کان الڳ ڪيو ويندو.

7_ ميمل جو علائقو لتوئانيا کي ملندو.

8_ آسٽريا جرمني جو حصو آهي ان کي جدا ملڪ ڪيو ويندو.

9_ سموريون جرمن ڪالونيون اتحادين جي قبضي ۾ اينديون.

10_ رائين ندي جو ساجو ڪنارو 30 ميلن تائين غير فوجي علائقو بڻبو.

11_ آسودو شاهوڪار صنعتي علائقو سار 15 سال ليگ آف نيشن تحت رهندو ۽ ان ۾ پيدا ٿيندڙ ڪوئلو فرانس کي ملندو.

12_ انهي معاهدي تي عمل ممڪن بڻائڻ لاءِ رائين نديءَ جي کابي ڪناري تي اتحادين جو قبضو رهندو.

13_ جرمن فوج (بشمول آفيسر ۽ سپاهي) هڪ لک کان مٿي نه رکي سگهندي.

14_ جنگ ۾ اتحادين جو ٿيل نقصان پرڻ جو فيصلو بعد ۾ ڪيو ويندو تيستائين عبوري عيوضو 20 ارب جرمن مارڪ سون جي صورت ۾ ادا ڪندو.

15_ جرمني جا جنگ کان اڳ جا ڪيل بين الاقوامي واپاري معاهدا رد سمجهيا ويندا.

16- جرمني جو ٻاهرين ملڪن ۾ سرمايو ضبط ڪيو ويندو. سنڌس واپار وارا سمورا سامونڊي جهاز ضبط ڪيا ويا.

فاتح فوجن جيڪي مفتوح جرمن عوام سان ظلم ۽ ڏاڍايون ڪيون سي جدا هيون. انهي معاهدي ۾ روش هر جيئري جرمن کي ايتري تہ ڪاوڙ ڏياري جو هو هر ساهہ کڻڻ سان گڏ وير وٺڻ لاءِ آتو هو.

سو هٽلر جرمن قوم جي وير وٺڻ، بي عزتيءَ جو بدلو وٺڻ لاءِ يهودين جو قتلام ڪيو ۽ ٻي عالمي جنگ لڙي يورپ کي تباهيءَ طرف وٺي ويو ۽ خود بہ آپگهات ڪري پنهنجو انت آندو ۽ وري جرمني اها ٻي جنگ هارائي. ٻي انصافيون ڪيترو نہ تاريخ ساز ٿين ٿيون. بغض ۾ وير وٺڻ جا جذبا ٻنهي ڌرين کي تباهہ ڪن ٿا. يورپ وارا تاريخ کان سبق سکندي اڳتي لاءِ جنگين کان جند ڇڏائڻ لاءِ گڏجي يوربين يونين گڏيل اتحاد جوڙي وينا آهن. يهودين تي ڪيل ظلم جو ازالو ڪرڻ لاءِ هنن کين فلسطين، سندن مذهبي ۽ تاريخي خطي ۾ آباد ڪرايو. جيئن تہ اتي هنن اشراف صلح پسند فلسطيني عربن کي اجاڙيو آهي. جنهن جي نتيجي ۾ اسرائيل ۽ فلسطينين ۾ اجا مارا ماري جاري آهي. جنهن جي بدلي ۾ القاعده ۽ طالبان آمريڪا ۾ 9/11 وارو واقعو ڪيو جنهن ۾ هڪ ڏڪ سان 5 هزار ماڻهو مري ويا ۽ اجا دنيا ۾ دهشتگرديءَ جي جنگ جاري آهي. هزارين بي گناهہ ماڻهو مري رهيا آهن.

الا جي ماڻهو تاريخ مان سبق چو نٿا سکن!

مون محترمہ پروفيسر ڊاڪٽر ايوا وليمز جي لڙڪن ۾ تاريخ ڏٺي، هن پوءِ هڪ ڏيءَ کي جنم ڏنو جا وري ان سندس يهودي پيءُ وٽ آمريڪا موڪلي ڏني، جا وڃي اسرائيل ۾ Kubtz ۾ پهتي اهو قصو وري ايندڙ مضمون ۾ لکندس.☼

# تاريخ سبق سيکاري ٿي

(حصو ٽيون)

(امرتا جولاءِ 2009ع)

جڏهن منهنجو جرمنيءَ مان رواني ٿيڻ جو وقت آيو ۽ پروفيسر ايوا وليمز کي ٻڌايم، تنهن تي هن، ان جي اڳئين ڏينهن منهنجي ميزبان نصير نجم کي فون تي چيو ته مهمان کي ايئرپورٽ تي ڇڏڻ لاءِ هوءَ گاڏي وٺي ايندي ۽ نجم صاحب تڪليف نه وٺي. منهنجو جهاز شام جو روانو ٿيڻو هو. پر پروفيسر صاحبه اڳينءَ شام فون ڪيو ته شام بدران، هوءَ صبح سوير و ڪار ڪٺي ايندي ۽ صبح جو ناشتو هلي فرئنڪ فرٽ ڪنداسون. سو مائي صبح جو سوير آئي. اسان نجم کان موڪلائي، سندس مهمان نوازي ۽ قرب جا ٿورا مڃيندي، هن جي پيءُ ۽ گهر وارن کان دعائون وٺندي، هيڊبل برگ کان روانا ٿياسون. فرئنڪ فرٽ ڏانهن پهچڻ ۾ به ڪلاڪ موٽر جو سفر هو. رستي ۾ ڪا خاص ڳالهه ٻولهه نه ٿي. مائي ڏنم ته خيالن ۾ گم هئي. فرئنڪ فرٽ ۾ سندس پسنديده ريسٽارنٽ تي پهتاسون. آرڊر ڏيئي ٽانئيڪا ٽي ويٺاسون ته، مائي صاحبه چيو ته لنڊن ۾ سندس نياڻي جيني وليمز آيل آهي. هن ڪيس تاڪيد ڪئي آهي ته مون سان ضرور ملي. وڌيڪ چيائين ته هن جو ساهه سندس نياڻيءَ ۾ اٽڪيل آهي. جا هن وقت سندس جرمن ۽ ڪرسچن ماحول کان جدا ٿيل آهي. سندس نياڻي جينيءَ کي هن سئٽزرلينڊ ۾ جنم ڏنو. ان کي اتي ئي تاتيو ۽ پڙهايو. پروفيسر ايوا خود به سئٽزرلينڊ ۾ تعليم حاصل ڪئي. ڊاڪٽوريٽ ڪئي. تنهن بعد جيئن ئي جيني هاءِ اسڪول مان مٽي آئي، ته هن ڪيس آمريڪا ۾ سندس پيءُ آبا فرئنڪ وٽ موڪلي ڏنو جتي هن پنهنجي پيءُ جي يهودي مذهب جي ڄاڻ حاصل ڪئي ۽ پڻ يونيورسٽيءَ جي تعليم.

پروفيسر ٻڌائيندي هليو، تہ سندس من پنهنجي نياڻيءَ ۾ لڳل آهي ۽ هر وقت خط ٽيليفون ذريعي جڻڪ ڏينهن رات ڏيءَ جي وڇوڙي جي ياد ۾ گذاريندي آهي. عورت جو پنهنجي "وياءَ" سان جيڪو سنبنڌ هجي ٿو سو عام طرح مرد گهٽ سمجهي سگهي ٿو. هن پنهنجي جسم کي ڪٽي اولاد کي دنيا ۾ آندو آهي. پنهنجي جسم جا قوت جا حصا ۽ جينز اولاد ۾ وڌا آهن. اهو جڻڪ هنن جي جسم سان من سان ۽ روح سان جڙيل آهي.

پروفيسر صاحب وري پنهنجي خيالن ۾ گم ٿي ويئي.

منهنجي ذهن ۾ بہ سوال ايريا. خيال آيم پڇڻ مناسب ٿيندو يا نہ؟ پروفيسر جڻڪ اونهي تبيءَ ۾ گم هئي. هوءَ هر هر جينيءَ جي ٻالڪپڻ ۽ سادگيءَ جا احوال بيان ڪري رهي هئي. جيئن ئي نيرن ٽيبل تي آئي تہ سجاڳ ٿي ۽ sorry چيائين. پڇيائين، "بور تہ نٿا ٿيو؟"

اتي مون کيس چيو تہ "منهنجي ذهن ۾ بہ سوال ايريا آهن، اجازت ملي تہ پڇان، هن مرڪي ڪنڌ ڌوٽي هائوڪار ڪئي.

پهريون سوال اهو تہ "انهي يهودي ابا فرئنڪ سان تنهنجو عشق ۽ دل جو ڳانڍاپو واقعي هو يا نہ؟ ڇا تون هن کي پنهنجو دل گهريو دوست يار، مڙس آقا يا واسطيدار سمجهين ٿين؟"

۽ ٻيو سوال، اهو تہ "ڇا هٽلر جو يهودين بابت رايو ۽ ان موجب شديد نفرت صحيح، جائز ۽ مناسب هئا؟ ڇا يهودي ايترا برا هئا، نفرت لائق هئا؟"

مائي، منهنجا سوال سمجهڻ ۽ جواب ڳولڻ جي ڪوشش ڪري رهي هئي. هن ناشتي ڪائڻ واري پليٽ کي ٽشوءَ سان صاف ڪيو ڪانٽو ڇري ۽ چمچو کڻي پليٽ تي سنواري رکيا ۽ مون ڏانهن عجب وچان ڏسڻ لڳي. هيءَ ستر سالن کان بہ وڌي ڪراڙي ائين ڏيکاري ڏيڻ لڳي، جڻڪ الهڙ نوخيز ڇوڪري هجي. هن جي منهن تي رونق آئي جڻڪ ڪجهہ ياد آيس. پر وري ڳنڀير ۽ سنجيده ۽ ڏکويل ٿي پيئي. مون کي خيال آيو تہ ذاتي سوال پڇڻ تي ڪانئس معافي گهران ۽ سوالن تان هٿ ڪڻان. هن مون کي اشارو ڪيو تہ ناشتو ڪڻان ۽ پاڻ هن جوس جا ڍڪ ڀريا ۽ ٻوءِ ڊبل روٽيءَ جي سلائيس تي مکڻ لڳائڻ شروع ڪيو.

هن اسڪول جي الهڙ ۽ ڪچي نينگر ايوا وليمز جو سندس هم ڪلاسي ابا فرئنڪ سان چاهه هو يا نه؟ ان سان عشق ۾ ڦاٿي هئي ڇا؟ اهو عشق اهڙيءَ منزل تي ڪيئن رسيو هو؟ ڇا اهو عشق مست ۽ گهرو ليلا مجنون يا روميو جوليئيٽ اسٽائيل هو؟ (پيلا ڪراڙي عورت 50 سال پراڻي عشقيه واقعي کي ۽ پوراڻيءَ جي عمر جو احوال ڪهڙي انداز ۾ بيان ڪري؟ هن جو پوڙهي هجڻ باوجود جسم سڊول ۽ ڪسرتي هو پر ان ۾ ٻڍاپي جا اهڃاڻ ظاهر هئا. هن وقت ته هوءَ مغربي ۽ مشرقي ٻنهي تهذيبن جي فلسفي جي ماهر هئي. بين الاقوامي معيار جي ناليواري پروفيسر هئي) هوءَ خيالن ۾ گم هئي. سندس ڪانٽي ۾ ڊبل روٽيءَ جو ٽڪر لٽڪيل هو. شايد انهيءَ مونجهه ۾ هئي, ته ڳالهه ڪٿان ۽ ڪيئن شروع ڪري, مائي ڊبل روٽي وات ۾ وجهي, آهستي آهستي چٻاڙڻ لڳي. مون وچ ۾ دخل ڏيندي چئي ڏنو "بک ۽ محبت زندگيءَ جا ٻه عڪس آهن, جسم لاءِ ضروري آهي ته ان جي خوراڪ سان تواضع ڪجي, بک مٽائجي, جسم جي توانو ٿيڻ بعد ان ۾ ٻي بک پيدا ٿئي ٿي. هن ۾ سنسار جو سلسلو جاري رکڻ لاءِ ۽ پنهنجو وجود قائم رکڻ لاءِ ٻار پيدا ڪرڻ ۽ سرجڻ جي توانائي زور وٺندي رهي ٿي, جنهن ۾ قدرت عجيب لذت رکي آهي, جنهن کي فني زبان ۾ پيار ۽ محبت چيو اٿن, جڏهن ته سائنسدان ان کي جنسيات, شهوت يا سيڪس چون ٿا."

هن جي ذهن ۾ جيڪي خيال ايريا ۽ جن جو ذڪر ڪرڻ کان هوءَ نٽائي رهي هئي, سا منهنجي ڳالهه روڪي نه سگهي. مون کي چيائين ته "آئون مڪينيڪل انداز ۾ فن جو بيان ڪري رهيو آهيان, جيڪو ٺيڪ ناهي." هن اهو به قبول ڪيو ته سمورا عظيم اديب پيار جي ڄار ۾ خيال پوئيندا آهن. انسان انهي قسم جي جادوئي ڪيفيت ۾ رهندا آهن. هو محبت جي نشي ۾ سرشار ٿي اکر ۽ جملا جوڙيندا آهن. هاڻي هو جڻ ته طلسم جي دنيا مان ڪلپنا جي دنيا مان موٽي آئي. هن جو بيان هن ريت هو: هوءَ ڪشور اوَستا ۾ هئي. 13 سالن جي هئي. هوءَ ٻالڪپڻ کان مٿي رسي هئي ۽ عورت هن ۾ جاڳي رهي هئي. جڻ ته هن ۾ ڪو جذبن جو خزانو لڪل هو جو ابا فرئنڪ جي مرداني جسم جي پگهر جي خوشبوءِ سان کلي پيو.

جڙ تہ ڪنھن فولادي تجوڙي خوبصورت چابيءَ سان کولي ڇڏي. سمورا لڪل جذبا ۽ ارمان ٻاھر نڪري آيا. جڏھن ڪيس اڪيلو ڏسي ابا ڀاڪر پائيندو ھو تہ ھوءَ عجيب سرور محسوس ڪندي ھئي. سندس سارو وجود تڙپي اٿندو ھو ۽ چاھيندي ھئي تہ ھو اجا زور سان گهٽي زور سان ڪيس ڀاڪر ۾ جڪڙي. ھن کي اھو ياد ئي نہ رھيو تہ ھوءَ ڪا ٻار آھي. ھوءَ تہ ھن ساري ڪائنات سرجڻ واري آھي. حياتيءَ جون سموريون رمزون سندس وجود ۾ سمايل آھن. ھوءَ ابا کي ھمٿائيندي ھئي. آخر اھو وقت آيو جو ھو ھڪ ڏينھن ڏيمون جهرٽو ڇوليون ماريندڙ دھشت واري درياءَ جي وهڪري ۾ وھي ويو گم ٿي ويو. جهرڪي وچي دام ۾ ڦاٿي. ھن ھڪ عجيب آنند ۽ تسڪين حاصل ڪيو. اڪيون ھوندي جڙ تہ ھوءَ ٻيو ڪجھ ڏسي ئي نہ رھي ھئي. پر ھن جو ڌيان سندس دل جي ڌڙڪڻ ۽ جسم جي تڙپ طرف ھو. ھن جي ٻانھن ۾ شھزادو ھو. خوبصورت ٻرندڙ جسم ھو. لوھہ جون ٻانھون ھيون، جن جي ڀاڪر ۾ حفاظت سان حياتيءَ جا ايام ڪاٽي سگهجن ٿا. ھن جو سينو ويڪرو ھو. ھن جا سمورا ارمان منزل حاصل ڪري ويا. ھن ڏنو ابا جي جسم، سندس جسم، جان ۽ روح کي قبضي ۾ ڪري، ھن کي ڪنھن بلند مقام تي رسائي ڇڏيو ھو. ھن جا حواس سن ٿي ويا. اکيون انڌيون ٿي ويون، ڪَن ٻوڙا ٿي ويا، دل ٻيھي رھي ۽ ساھہ روڪجي ويو. ھن ڪان وسري ويو تہ ھوءَ اعليٰ نسل واري جرمن قوم جي نينگر آھي ۽ سامھون يھودي آھي. ھنن کي ھاٽي اسڪول مان نيڪالي ملندي. يھودي ڪرستانن جو خون چوسيندڙ قوم آھن. ھن جو پيءُ جرمن گيسٽاپو جو آفيسر آھي. ان وقت سندس سوچ تي پڙدا چڙھيل ھئا.

مون محسوس ڪيو تہ فرئنڪ فرٽ جي ڊي ريسٽوران جي ٽيبل تي ناشتي جي پليٽ تي وينل سندري جڙ تہ ھڪ اپسرا وانگر آسمانن تي اڏامي رھي آھي. ھن ائين چئي ڏنو تہ اسين سمورا فلسفي انھيءَ عشق جي ڳجهارت جي جواب ڳولڻ ۾ لڳا پيا آھيون. ھوءَ اجا تائين اھو سمجهي نہ سگهي آھي، تہ ھوءَ ڪيئن ۽ ڇو بيوس بڻي؟ يھودين متان ھٽلر ڪاٽ کهاڙا ڪنيو بيٺو ھو. ڪيئن يھوديءَ کي ھمت ٿي ھڪڙي نابالغ، بالاتر نسل

۽ قوت واري قوم جي نينگر ۾ هٿ وجهڻ جي. پر مرد ۽ عورت جي لاڳاپي، ميل ميلاپ ۾ شايد رنگ نسل، قوم ۽ سماجي هم آهنگي جي عدم موجودگي خاص اثر نٿي رکي. ينگون پيئڻ ته سوليون آهن، پر نشا جهلڻ ڏکيا آهن. ڳالهه ته لڪي وڃي ها، درگذر ٿي وڃي ها، پر محترمه فطرت جي نيم کي ٽوڙي نه سگهي. حمل رهجي ويو ڳالهه لڪائڻ جي ڪوشش ڪندي به ظاهر ٿيڻ لڳي. ايوا جي پاءُ مارٽن وليمز ڏنو پر هاڻ هو ڇا ڪري؟ ڳالهه ٿو ظاهر ڪري ته ابا فرئنڪ ته جهلجي ويندو. پر سندس صدوري پيڻ ۽ خود پاڻ به مصيبت ۾ پئجي ويندا. هن ڪنهن طرح جرمنيءَ مان لڏيندڙ يهودي قافلي سان گڏ ابا فرئنڪ کي لنڊن روانو ڪري ڇڏيو. سئٽزرلينڊ، جرمني سان دنگئي ملڪ آهي. جنهن ۾ 80 سيڪڙو جرمن علائقو آهي. جنهن جي زبان جرمن آهي. هن ايوا کي اتي موڪلي ڏنو جتي هن ڌيءَ کي جنم ڏنو ۽ جنگ (1939 کان 1945) وارو سارو عرصو هوءَ اتي رهي. اتي پڙهي، ۽ اتي ئي 1946ع ۾ Ph.D پاس ڪيائين. سندس پاءُ مارٽن وليمز جنگ ۾ مارجي ويو.

ڊاڪٽر ايوا وليمز جنگ بعد جڏهن جرمنيءَ جا ڪجهه حال سڌريا ته موٽي جرمني ويئي. جتي اتحادي ڪمانڊ وٽ نوڪري ڪرڻ لڳي ۽ آخر هيڊل برگ يونيورسٽيءَ ۾ فلاسافي جي پروفيسر وڃي ٿي. جتان رٽائر ٿيڻ بعد پنهنجي اباڻي ڳوٺ هيڊل باخ ۾ اچي رهي. سندس ڌيءَ جيني سئٽزرلينڊ ۾ يهودين جي اسڪول ۾ پڙهندي رهي. جتي هن جي سار سنڀال لهڻ لاءِ سندس پيءُ جيڪو آمريڪا وڃي وسيو هو. سو وٽس سئٽزرلينڊ ايندو ويندو هو ۽ پروفيسر ڊاڪٽر ايوا وليمز به ويندي هئي. پر ايوا ۽ ابا پاڻ ڪڏهن ڪو نه مليا. نڪي هڪ ٻئي سان منهن مقابل ٿيا. ايوا وري سڄي عمر شادي ڪا نه ڪئي. سندس ڌيءَ سندس مڃتا سان پنهنجي پيءُ جي خيال تي يهودي ڌرم ۾ داخل ٿي ۽ ان جي چوڻ تي ته، آمريڪا ۾ وڌيڪ آزادي ۽ ترقيءَ جا موقعا آهن، تعليم به سٺي آهي، انهيءَ ڪري جيني به آمريڪا جي هڪ يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿي، پر جيني سندس پيءُ جو نالو فرئنڪ استعمال نه ڪيو بلڪ ماءُ جو نالو وليمز اختيار ڪيو ۽ سڏرايائين. "جيني وليمز"

ناشتي جا ٿانو تہ ڪجي ويا هئا. ڊاڪٽر وڊيڪ ڪافيءَ جو آرڊر ڏنو. هن مون لاءِ ڪوپ ناهيو ۽ پنهنجي لاءِ بہ ڪوپ ناهيو. هوءَ اجا فارم ۾ نہ آئي هئي. اجا تائين پراڻين يادن ۾ گم هئي. سندس جسم جڻ تہ اجا تائين ننڍي عمر ۾ رسيل عذاب جو درد محسوس ڪري رهيو هجي. ابا فرئنڪ جي مرداني حسن جي ضرب جي سور جي سرور ۾ آنند، شهوت جي مزي، مخمور ۽ مستيءَ جي لست جي ياد جڻ تہ اجا بہ تازو تصور ڪري رهي هجي، جڻ تہ حياتيءَ جو مقصد حاصل ٿيو هوس.

ڊاڪٽر خوابن جي دنيا ۾ پهچي وئي هئي. هوءَ شعور جي بالائي منزل تان ڳالهائي رهي هئي. سندس لفظ دنياوي حوس کان متيرا هئا. ڪيس گهڻگهرن دوستن شاديءَ جي آڇ ڪئي، پر هن ڪا بہ مرد جي صحبت جي حاجت محسوس نہ ڪئي. هن لاءِ هڪ رات جي نينهن جو جڙاءَ جڻ تہ اجا تائين تازو هو هن کي ڪا بہ جسماني بک نہ هئي. هوءَ جڻ تہ تازو ابا فرئنڪ جي آغوش مان اٿي نڪتي هجي. عمر جون ستر بهارون گذارڻ بعد بہ اجا هوءَ هاءِ اسڪول جي نينگر هجي ۽ابا جي مرداني حسن جي تاءُ ۾ تک جو شڪار ٿيڻ، ڪُسجڻ ۽ وڍجڻ واري جسماني عذاب کي وساري نہ سگهي هجي.

آئون اندازو نہ لڳائي سگهيس، تہ ڊاڪٽر ڪچي عمر جي عذاب طرف اشارو ٿي ڪري يا ڪنهن ڪاڪ پسڻ جي لذت ۽ سرور طرف اشارو ٿي ڪري. هن ٻڌايو تہ جيتوڻيڪ جيني هتان کان هزارين ميل پري ٿي رهي. پر هوءَ ائين پيئي سمجهي تہ جيني سندس رحم ۾ جسم جي ذري ذري ۾ ويني آهي ۽ هن کي سور ۾ سرور بئي حاصل ٿي رهيا آهن. ائين هن زندگيءَ جا 50 کن سال اڪيلائيءَ ۾ گذاري ڇڏيا.

ائين بنپهرن کي وبجهو اچي رسياسون. سامهون گهڙيال ۾ 12 وڳا هئا. اسين اٿياسون. ڊاڪٽر ايوا چيو تہ. ”قدرتي سائنس جي ميوزيم جي ڪيوريٽر ڪارل لنچ لاءِ چيو آهي. توهان لاءِ بہ چيو اٿس. اتي ٿا هلون. توهان کي ميوزيم بہ ڏيکاريندا سون ۽ لنچ بہ ڪنداسون ۽ توهان جي بئي سوال جو جواب اتي ڏينديس. آئون اجان تصورات جي محويت مان نہ نڪتي آهيان. دل دونهاتيل آهي.“

اسين ميوزيم پهتاسون. ڊاڪٽر ڪارل Natural History جي ميوزيم جي ڪيوريٽر اسان جو استقبال ڪيو. پهريائين هن سندس ڪئبن ۾ ڪافي پياري پوءِ اسان سان گڏ هليو. ميوزيم گهمائيندو ڪمينٽري ڪندو هليو سندس انگريزي جرمن لهجي ۾ هئي. مون کي گهٽ ٿي پلئہ پيئي. بنا جرمن زبان جي ڄاڻ جي جرمنيءَ ۾ هلڻ چلڻ سمجهڻ ڏکيو ٿو ٿئي. هن اسان کي وٺي آٽي ميوزيم جي Big Bang واري حصي تي بيهاريو. اتي هن جڻ تہ هڪ ليڪچرڏيڻ شروع ڪيو تہ ڏرتي ڪيئن، ڪڏهن ۽ ڇو سڄ کان ٽٽي؟ خير اهو بگ بئنگ جو قصو تہ عام معلومات جو حصو آهي، ڪا لکڻ جهڙي ڳالهہ ڪانهي، پر اتي مون هنن جو ڌيان سامهون لکيل اکرن ڏانهن ڇڪايو جتي سائنسدان آئن اسٽائن جو قول لڳل هو تہ ان وقت سڄ سوين هزارن سورجن جي روشني ۽ شعاع سان ظاهر ٿيو ۽ ان مان گئس جو گولو جدا ٿيو جو ٺرندي ٺرندي هيءَ ڌرتي بڻيو. مون کي ياد آيو. مون ٻڌايو تہ ڀڳوت گيتا جي هڪ شلوڪ ۾ ڀڳوان جي وشو روپ (ورات سروپ) ظاهر ٿيڻ وقت روشني سوين هزارن سڄن برابر ظاهر ٿي ڄاڻايل آهي. سنسڪرت جا لفظ آهن سوريہ سهشريشيہ پويہ. سهشريشيہ معنيٰ آهي سوين هزار. خير نيچرل هسٽريءَ ۾ اها ڳالهہ عام طرح بيان ٿيل آهي. جڏهن تہ مذهب ۽ ڌرم پنهنجي نموني ڌرتيءَ جي پيدا ٿيڻ بابت راءِ رکن ٿا.

لنچ تي ڳالهيون هلندي پروفيسر مون کي ٻئي سوال جو جواب ٻڌائڻ شروع ڪيو. سوال هو ڇا يهودي ايترا برا هئا؟ ايتري نفرت لائق هئا؟ جي نہ هئا تہ پوءِ هنن خلاف تعصب ۽ سخت نفرت ڪندي، ڇو هنن تي ظلم ڪيا ويا هئا؟ ڇو هنن جو قتلام ٿيو؟ "گذريل ٻن هزار سالن کان ڪرستان يهودين خلاف نفرت اوڳاڇيندا رهيا آهن. اها تاريخي حقيقت آهي تہ يورپ ۾ يهودين سان تڪرار جو هڪ سبب هو يهودين جي معاشي برتري، ننن واپار ۽ بئنڪن تي قبضو ڪري ورتو هو. جيڪي يورپ جي سماج ۽ معاش جي ضرورت تہ هئا، پر نفرت جو سبب بہ بڻبا آيا. ٻيو سبب هو تہ خود ڪرستانن ۾ هڪ طبقو معاشي طور اڀَري آيو جن کي يهودين سان مقابلي ۾ اڀَري وڌڻو هو جنهن ۾ هو يهودين کي رڪاوٽ سمجهندا هئا، جنهن ڪري نفرت وڌندي

ويئي. ٿيون سبب اهو هو تہ جڏهن ڪرستان خود علم، معاش ۽ واپار ۾ پيڙ ٿي ويا، تہ پوءِ هنن کي يهودين جي ضرورت نہ رهي ۽ هو يهودين کي ڌڪي پري ڪندا ويا ۽ يهودي فراريت ۽ تنهائيءَ طرف ڌڪبا ويا." پروفيسر وڏيڪ ٻڌايو تہ "ائين ناپسنديدگي وڌندي وڌندي نفرت جي شڪل اختيار ڪئي."

اتي مون چيو تہ "هڪ اهو بہ سبب هو جو يهودي پنهنجي ٽي هزار سال پراڻي شناخت قائم رکندا آيا. هو عام غير يهودي مخلوق ۾ ضم ٿيڻ کان انڪار ڪندا، پنهنجي جدا حيثيت هر حال ۾ قائم رکندا آيا ۽ هو سندن ڌرم مطابق ساڻن ڪيل واعدي تي اعتبار ڪري پڪا ٿي بيٺا، تہ وري جيروشلم موٽندا."

آخر پروفيسر اها راءِ ڏني ۽ ڪارل پڻ هن سان سهمت هو تہ يهودي ايترا برا نہ هئا، ايتري نفرت لائق نہ هئا. اها تاريخ جي بدقسمتي آهي، جو هنن يلن ۽ چڱن ماڻهن سان ۽ محنت ڪندڙ انسانن سان اهڙو جارحانہ ظالمانہ سلوڪ ڪيو ويو. هو ٻئي هٽلر جي پاليسيءَ جا سخت مخالف هئا. هو هٽلر جي جنگجو حڪومت کي بہ صحيح نہ سمجهندا آهن ۽ هٽلر جي هلت کي هو تاريخي جرم سمجهن ٿا.

ڳالهيون ڪندي شام ٿي ويئي ۽ واپسيءَ جو وقت بہ اچي ٿيو هو. فرئنڪ فرٽ ۾ هڪ کان وڌيڪ ايئرپورٽ آهن. مين ايئرپرٽ تان منهنجي روانگي نہ هئي، پر ٻئي هوائي اڏي Hans (هانس) تان هئي. پروفيسر ڊاڪٽر ايوا وليمز ۽ ڪيوريٽر ڪارل مون کي اتي ڇڏڻ آيا ۽ آئون جرمنيءَ جون يادون ڪٺي جهاز ۾ واپسيءَ لاءِ روانو ٿيس. لنڊن جو پهريون ايئرپورٽ هيٿرو ڇڏي، ٻيو ايئرپورٽ ڇڏي (جن جا نالا مون کان وسري ويا آهن) ٽئين ايئرپورٽ تي اچي لٿس. هاڻي لنڊن ۾ ڊاڪٽر ايوا وليمز جي نياڻي جيني وليمز سان ملاقات جو احوال ايندڙ مضمون ۾ ڪندس.

# تاريخ سبق سيکاري ٿي

## (حصو چوٿون)

## (ايوا وليم جي ڏيءُ سان ڪچهري)

جرمني جي واپاري مرڪز فرئنڪ فرٽ جي نئين هوائي اڏي ”هان“ تان اُڏامي لنڊن پهتس، پروفيسر ڊاڪٽر ايوا خاص فرمائش ڪئي هئي، تہ لنڊن ۾ سندس نياڻي جيني وليمز سان ضرور ملان. جيني جو صحيح نالو هو Jannet Williainz.

سو هڪ ڏينهن جيني مونکي ونڻ آئي، ساڻس گڏ سندس سيڪريٽري هو. جيڪو سندس ڊرائيور توڙي محافظ بہ هو. جيني موجوده اسرائيل گورنمينٽ ۾ هڪ مشهور قبطز جي ڊائريڪٽر هئي ۽ اتر اولهہ اسرائيل ۾ 300 ڪن آبادين، جن مان ڪن ڪي قبطز چوندا آهن، جي ڪوآرڊينيٽر (رابطا آفيسر) هئي. آءٌ پاڪستاني هوس، جيڪي يهودين ۽ اسرائيل بابت مخالفانہ جذبا رکن ٿا. آءٌ سوشلسٽ بہ هوس، جيڪي بہ اسرائيل جي رويي مان خوش ناهن. هوءَ مون کي سندس اسٽوڊيو فلئٽ تي وٺي هلي. اسٽوڊيو فلئٽ هڪ ڪمري وارو خاص نموني جو فليٽ هوندو آهي. نيرن ڪرٽي هئي. اسين رنڌڻي ۾ بہ ڪرسيون رکي، چلهہ جي ٿلهي لڳ ويٺاسون. هن سيل ٿيل ٽن ڪوليو ان مان ساس ٿيل بينز (Beans) ڪڍيا، گرم ڪيا ۽ ڪافي پڙ ناهي. ايستائين صرف رسمي عليڪ سليڪ ڪندا رهياسون، جيني ٻڌايو تہ سندس ماءُ کيس خاص تاڪيد ڪئي آهي، تہ هن جي مون سان ملاقات سبق آموز رهندي. انهيءَ ڪري ڪيترا رسمي تمهيدي ۽ ابتدائي مرحلا هن ترت طئي ڪرڻ تي چاهيا ۽ ترت قريب ٿيڻ تي چاهيو جيئن غيرواقف هجڻ جون رنڊڪون آڏيون نہ اچن. سندس ماءُ اهو بہ چيو هو

تہ آءُ سندس خاص پسنديده دوست آهيان ۽ منهنجي مهمان نوازي، وندر ورونهن جو بہ اشارو ڏنو هئائين.

انهيءَ استوڊيو فليٽ جي سجاوٽ سادي هئي، ڪا بہ اهڙي شيءِ ڪانہ هئي، جنهن مان سمجهجي تہ ڪنهن امير يا شوقين جو گهر آهي. هوءَ وڏي عهدي تي هئي پوءِ بہ رنگ ڍنگ ۽ ڪپڙو لٽو سادو هئس. سندس ماءُ سان ملاقات ۾ سندس ڏيءَ جي جمر جي خبر پيئي هئي، ان موجب سندس عمر 50 کي ويجهو هئي، جسم ٿولهہ طرف مائل هوس. سندس ماءُ مون کي چيو هو تہ جيني بيحد حسين عورت هئي. واقعي جيني ۾ اجا بہ چمڪ هئي. روپ، اجا رنگت نہ ڇڏي هئي. منجهس نسواني دلڪشي قائم هئي. جيترو سادي ۽ بنا ميڪ اپ هئي، اوترو ئي سندس ادا جو شعاع پرڪشش هو رخ جوڳڻ جهڙو هوس. جنهن مان روءَ مان ترڪ دنيا جي روشني جهلڪا ڏيندي هجي.

جواني کان موٽڻ وقت حسن وڏيڪ چمڪندو آهي، ائين برابر آهي تہ جهڙو سندس حسن گل گلاب جهڙو هو تهڙو هوءَ سينگار يا ويس نہ ڪندي هئي. سينٽ، خوشبو يا عطر جو بہ شوق نہ هوس. ڊيوٽي، ڪاروبار ۽ ڪم ۾ مشغول هئڻ ڪري ذاتي زندگي، نہ جهڙي هئس، جي ڪٽي سندس جنسي جذبا هئا، تہ بہ اهي ظاهر نہ هئا.

جيني لاءِ ائين بہ چئي سگهجي ٿو تہ هوءَ يوگيني (جوڳڻ) هئي، جنهن پنهنجا سمورا سنڪلپ (خيال ۽ تمنائون) ڦٽيون ڪري پنهنجي مقصد ۽ منزل حاصل ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڪرڻ وارو رستو اختيار ڪيو هو. اسرائيل جو وجود، جيرو سلم ۾ يهودين جو آباد ٿيڻ کان سواءِ هن کي ٻيو ڪو ڪم، ڪو خيال، ڪو مقصد ڪونہ هو ڪا طلب نہ هئي، هوءَ قديم دور جي جوڳڻ ٿي لڳي. انهيءَ کان انڪار ناهي تہ هوءَ انسان هئي، عورت، جنهن جي منزل ڪائنات جي ارتقا ۾ هٿ ونڊائڻ هو هن جو حسن جذبا جيئڻ جون خصلتون، عام انسان وانگر هيون، تياڳ (ترڪ دنيا) ڪيترو بہ ڪجي، ماڻهو مرد عورت جي ۽ عورت مرد جي ڇڪ کان خالي نٿو رهي سگهي. پوءِ بہ هوءَ عام انسان کان مٿاهين هئي. چاهي ها، تہ هوءَ اجا بہ ڪنهن عاشق جي دل ۾ پاڻ ارپڻ جا جذبا اُپاري سگهي ها، پر هن جو عشق

دنيوي عشق کان مٿيرو سندس يهودي قوم ۽ ان جي وطن جيرو سلم سان هو. انسان جيڪڏهن پنهنجي منزل ۽ مقصد ۾ يڪسوئيءَ سان لڳل هجي ٿو ته هن کان ٻيون سڀ ڳالهيون وسري ٿيون وڃن. هن جو چت آچت نٿو ٿئي، ائين فطري جذبن کي روڪڻ سان ڪڏهين بند ٽٽي پوندا آهن، پر جيني جا بنداجا نه ٽٽا هئا.

پر سندس حسن اجا قائم هو سندس قدمن ۽ جسم جي چرپر مان اهو اندازو ڪرڻ ناممڪن نه هو ته هوءَ اجا چست، هوشيار ۽ ڦڙتيلي آهي، اجان منجهس عاشق کي قتل ڪرڻ جي سگهه ۽ سامان موجود هئا.

مون کي محترمه جيني وليمز اهو بنا روڪ چئي ڏنو ته سندس ماءُ ڪيس اِي ميل تي (منهنجي متعلق) تفصيل سان آگاهه ڪيو هو ته آءٌ عيش عشرت، کائڻ پيئڻ وارو، عورتن پويان لڳڻ يا نچڻ وارو عام ايشيائي ناهيان، پر سنجيده، علم دوست ۽ سياسي ذهن وارو شخص آهيان.

مون جينيءَ کي ٻڌايو ته، مون کي تعجب آهي ته هوءَ جنهن قبطز جي ڊائريڪٽر آهي، سا 500 ڪن ڪٽنبن جي سيٽلمينٽ (آبادي) آهي. اها ته عام ڄاڻ آهي ته قبطز جا رهاڪو پنهنجي ذاتي ملڪيت نه رکندا آهن، نڪي ذاتي ڪاروبار ڪندا آهن. سموري آبادي هڪ گهر، هڪ گڏيل ڪٽنب وانگر آهي، اجتماعي (Commune) حياتي گذاري ٿي، گهڻا يهودي، روس ۽ ٻين مشرقي يورپ کان آيا. مغرب کان اتر آفريڪا، مصر ۽ ٻيا وارن عرب ملڪن مان به. 500 ڪٽنب، جيڪي جيني واري قبطز ۾ رهيا، تن مان صرف 5 مذهبي هئا. باقي ڪميونسٽ ۽ سوشلسٽ هئا. ڪافي ڪميونسٽ پارٽيءَ جا ميمبر به هئا. اسرائيل اندر شروع ۾ اتي جي ڪميونسٽ پارٽي به هئي. سمورا اجتماعي پورهيت آهن. هنن ۾ دنيا جي اول درجي جا سائنسدان، انجنيئر، ڊڪڻ، اوستا، ڪٽي، ٻنيون پوکيندڙ بئنڪر، شاهوڪار، هنرمند، تاريخدان، سياستدان ۽ هر شعبي جا ماهر هئا. هنن محنتون ڪيون، جسماني ۽ ذهني مشقت جو مثالي نمونو پيش ڪيو. هن وقت 1945ع کان وٺي 60 سالن ۾ هنن جي ڪميون وٽ 200 ايڪڙ جو باغ آهي، جيڪو جديد زرعي فارم آهي ۽ دنيا جو ناليوارو زراعت جو علمي ۽

تحقيقاتي ادارو بہ آهي. ان سان لڳ ٽرئڪٽر ۽ زرعي اوزارن ٺاهڻ جو بہ ڪارخانو آهي، پاڻ جو پلانٽ جدا آهي. هوائي جهاز جا پرزا ٺاهڻ جو ڪارخانو بہ آهي، جيڪي سرڪار خريد ڪري هوائي جهاز ٺاهيندي آهي. هنن وٽ يونيورسٽي آهي، Ph. D جي تحقيقات ڪندڙ ديسي ۽ پرديسي شاگرد آهن. انجنيئرنگ ۽ ميڊيڪل ڊگريون ڏيندڙ ڪاليج اٿن. ائٽم ۽ نيوڪليئر بم ٺاهڻ جا اوزار اٿن. هينئر هو 200 ڪن گهر آهن، ڪو ننڍو ناهي ڪو وڏو ناهي، عالم ۽ سائنسدان نوبل انعام کٽڻ جي معيار جا آهن. شاعر بہ آهن تہ اديب بہ، عاشق بہ ۽ معشوق بہ، شاديون بہ ڪن، طلاق بہ ڏين، پر ٻارن جي خاص سنڀال لهن، هنن جي قبطز ۾ داخل ٿيڻ شامل ٿيڻ لاءِ ٻاهريان يهودي 5 سال 10 سال انتظار ڪندا آهن. سمورا هڪ ليول تي رهندا آهن. ڪنهن وٽ ڪا ذاتي ملڪيت ناهي. گولڊا ميئر اسرائيل جي مشهور وزيراعظم هئي، سا بہ سندن قبطز جي ميمبر هئي. جڏهن وزيراعظمي تان دستبردار ٿي، تہ هن وٽ صرف هڪ بئگ هئي. هوءَ وزيراعظم جي چارج ڇڏي، موٽرون ۽ محافظ ڇڏي، اچي بس اسٽينڊ تي بيٺي ۽ قبطز جي بس ۾ چڙهي، قبطز ۾ وڃي پنهنجي گهر پهتي. مون کي عجب ڪائيندو ڏسي، غور سان سندس ڳالهيون ٻڌندو ڏسي، جيني چيو تہ مون سان هل تہ توکي اها قبطز ڏيکاري اچان. بنا ڏسڻ جي اعتبار نہ ڪندين، تہ ڪو ائين ممڪن هوندو. هن وڌيڪ چيو تہ، 1967ع واري جنگ ۾ يهودين جي آدمشماري 15 لک هئي، پر اسين 37 لک هئاسون، آبادي گهٽ لکيل هوندي آهي. اسان جي جنگ عربن سان ٿي، جنهن ۾ فلسطين جي عرب گوريلن کان سواءِ چوڏاري عرب ملڪ ۽ ايران سميت 50 ڪروڙ مسلمان هئا. اسان جيڪا جنگ کٽي، سا توهان ڏٺي، اسان سينائي ڊيزرٽ، سئيز ڪئنال، سمورو جيروسلم، الهندو ڪنارو شام جون گولان پهاڙيون سڀ فتح ڪيا. اهو سارو جادو نہ هو پر توهان اسان جي همٿ، هوشياري ۽ جانبازي کي داد نہ ڏيندا؟ مون کي طعنو ڏنائين.

مون انهيءَ الزام تي ڪو ردعمل نہ ڏيکاريو پر ايترو چئي ڏنم تہ توهان کي يهودين جا ڏک ڏسڻ ۾ آيا، پر اتي هزارن سالن کان آباد غريب عرب

مسلمان ڪرستان توهان کي نظر نہ آيا. انهن کي گهرن مان لوڏڻ، تشدد ڪرڻ ۽ مارڻ کي توهان جائز سمجهي، پنهنجو مطلب حاصل ڪندا آيا آهيو خير بحث جو وقت نہ هو سموريون ڳالهيون واضح هيون، فرق صرف اهو هو جو مون روبرو هڪ يهودڻ ڏٺي ۽ ان جي ڪاميابين بابت ويجهي معلومات حاصل ڪئي. اهوئي سير سفر جو مطلب هجي ٿو نوان ملڪ، نوان ماڻهو نوان خيال، نوان علم ۽ نوان تجربا.

هتان اسان وٽان رسول بخش پليجو صاحب ۽ فاضل راهو صاحب، عربن جي فلسطين جي جنگ جو جائزو وٺڻ ۽ فلسطين سان يڪجهتي ڏيکارڻ لاءِ بيروت ويا هئا. مون کين چيو هو "فلسطيني نندين جماعتن ۾ ورهايل آهن، هڪ ٻئي سان رابطو نٿا ڪن. جدا هوندي بہ پنهنجي آزاديءَ جي مقصد خلاف نٿا وڃن. يڪجهتي قائم رکيو وڙهن پيا. اسين سنڌ ۾ بہ انهن کان ڪي خيال وني سمورا هڪ مقصد تي هڪ ٿي لڙي سگهون ٿا." آءٌ هنن جي واپس اچڻ بعد پليجو صاحب کان حال احوال وٺڻ ويس، پليجو وڏو عالم، تاريخ جو ڄاڻو ۽ صاحبِ عمل شخص آهي، موٽيو تہ گڏجي ڪم ڪرڻ لاءِ بيروت مان فلسطينين وٽان ڪي نوان خيال کڻي نہ آيو پر مون کي اتان آندل هڪ ڪتاب ڏنائين، جنهن ۾ هنن اتحاد بابت ۽ حڪمت عمليءَ بابت ڳالهيون نہ هيون، پر صرف فلسطيني گروپن جا فلسطيني عربن ڪرستانن ۽ ٻين جي حقن بابت تجزيا هئا، جنگ يا تحريڪ جي حڪمت عملي نہ هئي.

جيني نيرن ۽ اتي ڪيل بحث بعد، مونکي چيو تہ "اسان جي دوستن لنڊن لڳ سنڊن وئڪيشن هائوس تي رات جو توهان جي دعوت جو بندوبست ڪيو آهي. توهان اسان جي موٽر ۾ لنڊن گهمندا اتي پهچندا. لنچ بہ اتي ٿيندي، اتي توهان آرام بہ ڪجهہ رات ڊنر ٿيندي، تنهن بعد اتان فجر مهل نڪربو، پهريائين هوءَ ايئرپورٽ تي پهچي روانو ٿيندي ۽ پوءِ آءٌ پنهنجي ٿاڪ ڏي.

اتي لنڊن ۾ رات جو ڏهين بجي رات شروع ٿيندي آهي، يارهين بجي مهمان اچڻ شروع ٿيا. آءٌ هنن جي هڪ بيڊ روم ۾ هوس، هنن مون کي بار

روم ۾ پيئڻ جي صلاح ڪئي. جتي 8 _10 جوڙا آيل هئا. منهنجي انهن سان واقفيت ڪرايائون. مون چيو تہ آءُ نہ پيئندو آهيان. هنن کي عجب نہ ٿيو هنن سمجهيو جيني جي اچڻ ڪانپوءِ هي مهمان تيار ٿيندو تيز ٿيندو هنن جو ڊانس ۽ زور زور سان ساز ۽ ڳائڻ چالو رهيو.

12 بجي رات جيني آئي سيني مهمانن سان ياڪر پائي، چميون ڏيندي ملي. مون کي سڏي اتي نهيل گهر بار جي ٽيبل وٽ ڪرسيون رکي هڪ تي پاڻ ويني ۽ ٻي ڪرسيءَ تي مون کي ويهڻ لاءِ چيائين. هوءَ هلڪي ڊرنڪ ونڻ بدران اسڪاچ جو ڊبل ڊوز پيري ويئي، مون کي اهڙي ٽمبلر ۾ جوس وجهي ڏنائين. جڻ تہ آءُ بہ وسڪي پي رهيو آهيان. اسين چپ رهياسون. ڊانس زور تي هو تکو ۽ تيز هو. اندر گهٽو شور هو انهيءَ ڪري اسين اُٿي ورانڊي ۾ وڃي ويٺاسون.

آسمان صاف هو جو عام طرح انگلينڊ ۾ نہ هوندو آهي، رات مُڙي رهي هئي، گهمجي رهي هئي، جيني ويئي بہ پيگ اسڪاچ جا ناهي ڪٽي آئي. چيائين، آءُ بہ نہ پيئندي آهيان توهان بہ نہ پيئندا آهيو اجوڪي آخري رات پاڻ گڏ آهيون، اڄ بہ ڏک پيريو. ذهن ٿورو نشي ۾ اچي. اسين خاموش ويٺا هئاسون ڪنهن نہ ڳالهايو.

شايد جيني ڪن خيالن ۾ گم هئي، مون سوچيو صبح سوير جيني تل عنيف هلي ويندي ۽ آءُ بہ ان بعد صبح جو ڪراچيءَ هليو ويندس. باقي ڇا بچيو آهي جنهن جي ڳالهہ ڪجي.

مون ڏک بہ نہ پريو هو جينيءَ گلاس خالي ڪيو ۽ اٿي بيني. چيائين، اٿو ٻاهر کليل آسمان هيٺ پسار ڪيون. اسين ٻاهر ميدان تي آياسون. آهستي آهستي قدم کڻندا پوک تان ٻنيءَ ۾ هلندا رهياسون. جينيءَ چيو. "ايشيا جا ماڻهو مشرقِ وسطيٰ جا مسلمان توڙي عرب اسان جي ڳالهہ نٿا سمجهن. توهان بہ نٿا سمجهو فلسفي جي برانچ آهي تہ خدا جي وجود ۽ ان جي طرفان موڪليل هدايتن کي نہ مڃيو وڃي. سمورا مذهب اهڙا خيال رکندڙ کي ڪافر سڏيندا آهن. پر اسان جي يهودي قوم ۾ ڪيترائي جڳ مشهور عالم. سائنسدان. سياستدان ۽ فنڪار ٿي گذريا آهن ۽ هن وقت بہ

آهن. جيڪي مذهب جي آسماني حيثيت ۽ ذاتي خدا کي نٿا مڃين ۽ پوءِ به اسان جي بين الاقوامي يهودي مذهب، تحريڪ ۽ ملت جو حصو آهن. اسان سان اسرائيل ۽ جيروسلم جي سوال تي ۽ جدوجهد ۾ اسان سان گڏ آهن.

محترمه مون کي چيو ته آءٌ ڪي به پنج يهودين جا نالا ڪڍان، جيڪي پنهنجي شعبي ۾ نمايان حيثيت رکندا هجن ۽ بين الاقوامي حيثيت جا مڃيل هجن. آءٌ چپ هوس، مون ڳالهه نه سمجهي، جيني ڳنڀير ٿي ويئي، موسم جهڙالي نه هئي، بادل ڇڙوڇڙ هئا. آسمان صاف هو تارا ظاهر ٿي بيٺا هئا، اڌورو چنڊ ايريو هو جينيءَ جي نظر مون ۾ هئي، مون سوال جي اهميت کي نه سمجهندي به سندس چوڻ تي 5 نالا ڪنيا، جيڪي هن ريت هئا:

(1) بروچ اسپنوزا Baruch spinoza، فلاسافر
(2) البرٽ آئن اسٽائن Albert Einstein، سائنسدان
(3) سگمنڊ فرائيڊ Sigmund Freud، نفسيات جو ماهر
(4) ايما گولڊ مئن Emma Goldman، فن تعمير جو ماهر
(5) گولڊا ميئر Golda meir سياستدان.

منهنجي 5 نالن ڪڻڻ بعد مائي صاحبه ٿي بيا به نالا ڪنيا:

(1) جيڪي ڊيريڊا Jecquos Derridea
(2) وڊي ائلن Woody Allen، مشهور ائڪٽر
(3) ڊيوڊ بن گرين David Ben Gureen، سياستدان

هاڻي مائي جيني منهنجو هٿ، پنهنجي هٿ ۾ جهلي چوڻ شروع ڪيو:

(1) اسپينوزا Spinoza اهو فلاسافر آهي، جنهن سڀ کان اول 17 صديءَ ۾ مذهب، اخلاقيات ۽ سائنس کي عقل، منطق ۽ دليل جو پابند ڪيو. هن کي سندس يهودي مذهب وارن نيڪالي ڏني، پر هن فلسفي جي دنيا ۾ مذهب طرفان عقيدن کي عقل ۽ reason جو پابند ڪيو ۽ يهودي، مذهبي انتهاپسنديءَ ۽ اڻ سهپ کان مٿي نڪري سگهيا. وڏيڪ مائي چيو، توهان خود فلسفي جا ڄاڻو آهيو ۽ اسپينوزا بابت علمي ڄاڻ رکندا آهيو.

(2) البرٽ آئنسٽائين ته جديد دور جو وڏو سائنسدان آهي، ان لادينيت

(Atheism يا ناستڪ) کان پاسو ڪندي، هن ڪائنات جي هم آهنگيءَ کي خدا ڪري سمجهڻ کي صحيح رستو چيو آهي. هن انهيءَ ڳالهہ کي ورجايو آهي تہ سچ صرف سائنسي سوچ وسيلي معلوم ڪري سگهبو آهي. (پروفيسر انعام شيخ جو رايو آهي تہ آئن اسٽائن موجب سائنس اصل ۾ مذهب آهي.)

(3) سگمنڊ فرائيڊ جيڪو نفسيات، صحت، جنسيات ۽ Psychoanalysis نفس جي ڇنڊڇاڻ ۽ پاڳلپڻي جي بيماريءَ جو محقق هو اهو پڻ انهيءَ خيال جو هو.

پاڳن پري جينيءَ، باقي ڇئني شخصيتن بابت ٻڌايو تہ اهي مذهبي خيالن وارا نہ هئا. لاديني، انهيءَ نموني سان هئا، تہ هو روايتي خدا کي نہ مڃيندا هئا، پر انسان ۽ ڪائنات جي هيڪڙائي، ان ۾ موجود ڳجهن کي مڃيندي بہ اچڻ واري دنيا جا قائل نہ هئا. يهودي مذهب کي هوءَ هڪ قوم جي تمدن سمجهندي هئي. يهودي قوم موجب، دنيا جي مذهبن جا اڳواڻ يا پيروڪار، پراڻن خيالن ۾ گهٽو قاسڻ ڪري نوان خيال سرجي نہ سگهندا آهن. هنن دنيا ۾ پنهنجو وطن ناهي، اتي يهودين کي آباد ڪري دنيا ۾ نئون رڪارڊ قائم ڪيو آهي.

"انسان مٿان لڳل پراڻا تيل خيال ڦٽا ڪرڻ سان، هن ۾ نوان خيال سرجڻ جي صلاحيت وڌي ٿي، مقصد سان لڳاءُ، هن کي وڏي جدوجهد ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌائي ٿو ائين هنن ڏکين حالتن کي منهن ڏيندي ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن.

ميڊيا ۾ هلي پيو تہ دنيا ۾ بہ ملڪ آهن جيڪي مذهب جي نالي ۾ نهيا آهن ۽ سندن رياست مذهبي آهي. هڪ توهان جو پاڪستان ۽ ٻيو اسان جو اسرائيل". هن زور ڏيئي چيو "اهي خيال صحيح ناهن. پاڪستان تہ برابر مذهبي ملڪ آهي. ان جو سرڪاري مذهب اسلام آهي، پر اسرائيل ائين ناهي، جڏهن 14 مئي 1948ع تي اسرائيل جي رياست وجود ۾ آئي، تہ اسان ان جو تل عفيف ۾ اعلان ڪيو. تڏهن پهريون وزيراعظم ڊيوڊ بن گورين هو، جو پڪو ناستڪ هو. خدا کي بہ نہ مڃيندو هو. هن کان پڇيو ويو، خود

اسرائيل لفظ جي معنيٰ ”خدا جو ظهور“ آهي، ان جو تون ڪيئن وزيراعظم ٿيندين ۽ ڪيئن مذهبي ماحول ۾ ڪم ڪري سگهندين؟“

جيني هاڻي آهستي هلڻ لڳي ۽ چوندي هلي، ”ڊيوڊ جواب ڏنو خدا، حضرت ابراهيم، حضرت موسيٰ ۽ ٻيا اسرائيل ۽ ڪرستانن جا نبي، انسانن جي تاريخ جو حصو آهن. تاريخ هڪ هنڌ بيٺي ناهي، هلندي ٿي هلي. هاڻي عقيدي جو سوال ناهي، اڪيون پوري زميني حقيقتن کان منهن ناهي موڙيُو نون مسئلن کي منهن ڏيڻو آهي. يهودين کي نئين زمين تي وسائڻو آهي، ڪين ناس ڪندڙ قوتن کي منهن ڏيڻو آهي. ڪارخانا هلائڻا آهن، ٻنيون پوکڻيون آهن، رياست جو دفاع ڪرڻو آهي، هٿيار ٺاهڻا آهن، بئنڪون هلائڻيون آهن، واپار ۽ ڪاروبار ڪرڻا آهن. سفارتي معاملا نبيرڻا آهن، ان لاءِ نوان خيال ڪپن.“

مون پڇي ورتو ”توهان مذهب کان جند ڪيئن ڇڏائي؟ پرماتما کان پاسيرا ڪيئن ٿيا؟“

اسين هاڻي فارم هائوس جي دنگ تي بيهي رهياسون. جينيءَ چيو ”هلو واپس هلون، ڊنر ڪائون“ اسين واپس ورڻ لڳاسون. رستي هلندي، هوءَ رڳو ڳالهائي رهي هئي، مائيءَ جي تقرير دلچسپ هئي، آءٌ غور سان ٻڌندو هليس. مائي منهنجي هٿ کي جهلي چيو ”مسٽر رام! ٻڌ اهي يهودي عالم ئي هئا، جن اسپين ۾ عرب ۽ مسلمان سائنسدانن ۽سماجي ليڊرن جي رهنمائي ڪئي هئي. هو نئين سائنس سکي اڳتي وڌي نہ سگهيا. پر وري اونده ۾ هليا ويا. اسان جايهودي عالم هئا، جن اسپين ۽ اٽلي ۾ ڪرستانن جي نئين جاڳرتا Renaissance جي شمع ٻاري، اسين اڳتي وڌندا رهياسون، هو حڪمران هئا ۽ اسين غريب. هو اسان تي ڏاڍ ڪندا رهيا. اسين نوان خيال جذب ڪندا رهياسون.“

اسين مڪان اندر داخل ٿياسون. ٻہ گره کاڌاسون. رات وهامي رهي هئي، جيني، ڪار ۾ ويٺي مون کي پرسان ويهاريائين. اسين هوائي اڏي تي پهتاسون. جينيءَ جو خانگي جهاز هو ان لاءِ هن کي هوائي اڏي جي اندران داخل ٿي جهاز طرف وڃڻو هو. اسان موڪلايو اوچتو اڳتي وچي جيني موٽي

آئي، مون کي اوچتو ياڪر پائي زور سان جهلي چپن تي زوردار چُمي ڏنائين ۽ چڙي ٻوڙندي اندر گهڙي ويئي.

انهيءَ ڳالهه کي 20 سال ٿيندا. آءٌ اجا تائين هن جي ياڪر جي پڪڙ، گرمائش ۽ چپن جي چميءَ جي مٺاج کي وساري نه سگهيو آهيان.

هونئن به اهڙين ڪچهرين، سير ۽ سپاٽي کي وساري ڇڏڻ آسان ناهي، يادگيريون ئي زندگيءَ جو وڏو سرمايو آهن.☼

# پئرس ڇو ۽ ڪڏهن خوبصورت ٿيو؟

منهنجو يت ڊاڪٽر نيل ڪنٽ 1987ع ۾ انگلينڊ ۾ هو هن آئرلينڊ
جي نيشنل يونيورسٽي ڊبلن مان پوسٽ گريجوئيٽ ڪيو هو ۽ ٻارن جي
مشهور ڊاڪٽر وارڊ وٽ ٽريننگ حاصل ڪري لنڊن موٽيو هو تہ هن ڪي اتي
جلاوطن ٿيل ڄام صادق علي مليو جنهن اصرار ڪيو تہ روچي رام ڪي هتي
گهراءِ تہ ڪڇهري ڪيون پرديس ۾ دل ڪي شاد ڪيون، ڊاڪٽر نيل ڪنٽ
ڪي چيم تہ تون موٽڻ ۾ جلدي نہ ڪر آءُ اچان ٿو توکي انگلينڊ ۽ يورپ
گهمائيندس، تنهنجي تعليم ۽ تربيت ۾ فائديمند ٿيندو. اهو نومبر 1987ع
جو مهينو هو. ڊاڪٽر نيل ڪنٽ ۽ محترم ڄام صاحب لنڊن جي هيٿرو
ايئرپورٽ تي مون ڪي وٺڻ لاءِ آيل هئا. هوائي جهاز جي پهچڻ جي وقت تي
هو پهچي ويا، ڪار ڪي هوائي اڏي جي پارڪنگ ۾ بيهاريائون، جتي مسواڙ
وصول ڪرڻ لاءِ ميٽر لڳل هوندو آهي. جهاز اچا نہ لئنڊ ٿيو هو تہ هڪ
سنڌي ڇوڪر ڄام ڪي اچي سلام ڪيو. ڄام پڇيس "بابا ڪهڙو حال
آهي؟" هن چيو "سائين مون ڪي ترت نوڪري ملندي، ڪيسي ۾ پئسا نہ اٿم،
ڄام صاحب نڪي هن ڪان نالو نڪي ڏس پڇيو ڪيسي ۾ هٿ وڌائين،
جيڪي ڪيسي ۾ پائونڊ هئس هن جي حوالي ڪيائين، ڇوڪرو هليو ويو.
اتي اعلان ٿيو تہ ترڪش ايئرلائين جنهن ۾ آءُ استنبول ڪان اچڻو هوس سو
ٻہ ڪلاڪ ليٽ آهي، اوچتو ڄام ڪيسي ۾ هٿ وڌو تہ ڪار پارڪنگ جي
ميٽر جا پئسا ڪيڻ، سندس ڪيسو تہ هو پاڻ خالي ڪري چڪو هو ڪيس
ڳڻتي لاحق ٿي تہ هاڻي ڪيئن مسئلو حل ٿيندو هو سخي ۽ ڏاتار روائتي
فيوڊل هو. ڪنهن ڪان ڪيئن گهري ڪيئن ڳالهہ ڪري تہ پئسا ڏا ڪپن، هو
اچا انهيءَ ڳڻتي ۾ هو تہ اعلان ٿيو تہ جهاز وقت تي ايندو تڏهن سندس دل

جاءِ تي، هو ايتري حد تائين غير محتاط ۽ سخي ڄام هو.

جڏهن مون پئرس وڃڻ جو خيال ڪيو تہ ڄام صاحب چيو" هن جو دوست اتي رهي ٿو جو فرانس جي پيپلزپارٽي جو صدر آهي زور ڏيئي چيائين اهو توکي اسٽيشن تي ونڻ ايندو ۽ ان وٽ توکي رهڻو آهي متان ڪنهن هوٽل تي ٽڪين." ڊاڪٽر نيل ڪنٺ کي ويزا نہ ملي انهيءَ ڪري هو نہ هلي سگهيو ان سان پوءِ انگلينڊ جي ٻهراڙي گهمياسون.

سو آءٌ بس ذريعي لنڊن مان پئرس لاءِ روانو ٿيس. بس لنڊن مان رواني ٿي تہ ڄام صاحب چيو "اتي پئرس ۾ نيپولين بونا پارٽ جو مقبرو ضرور ڏسجان. تون صاحب علم آهين توکي اتي جيڪي خيال دل ۾ اُڀرن سي موٽين تڏهن بيان ڪري ٻڌائجانءِ." هن مون کي ڪونہ چيو تہ ڇو انهيءَ فوجي ڊڪٽيٽر ۽ پراون ملڪن تي حملا ڪندڙ فتوحات ڪندڙ جي قبر ڏسان.

خير بس رواني ٿي ڊوور بندر تي آئي جتي اميگريشن جي چڪاس بعد اسان کي پاڻي جي جهاز ۾ سوار ٿيڻ لاءِ چيائون ۽ اسان کي پاڻي جي جهاز جي لائونج ۾ وهٽو هو. اسان جي بس ڊرائيور ۽ ليڊي ڪنڊيڪٽر کي بہ جهاز تي چاڙهيائون. 21 ميل جهاز سمنڊ جهاڳي فرانس جي ڪئلي بندر تي پهتو. اسين لٿاسون. اسان جي بس بہ لٿي. بس هلي اميگريشن ۽ ڪسٽم پوسٽ تي بيني. يورپ جي ماڻهن لاءِ هڪ ٻئي جي ملڪ ۾ اچڻ وڃڻ جي ويزا ناهي. باقي اسان ٻين نان يوربي ملڪن وارن جا پاسپورٽ ڪٺي ليڊي ڪنڊيڪٽر هيٺ لهي پوسٽ تي چيڪ ڪرائڻ ويئي. واپس اچي ٻين سيني جا پاسپورٽ واپس ڪٺي آئي پر منهنجو پاسپورٽ نہ آندائين. پنيان يونيفارم ۾ آفيسر منهنجو سائو پاڪستاني پاسپورٽ لوڏيندو ڪٺي آيو. هن چيو تہ مان بئگيج چيڪ ڪندس. مون بئگ سندس حوالي ڪئي. هن نہ کولي ۽ چلتو ڪيائين. هي نومبر 1987ع جي ڳالهہ آهي ۽ نہ ڪي 9/11 واري سال 2001 کان پوءِ جي.

خير بس هلي پئرس بس اسٽيشن تي بيني. سج اجا نہ لٿو هو اتي ڄام وارو ماڻهو موجود نہ هو انتظار ڪيم. سج لهڻ لڳو هو نہ آيو هو پنجابي

نوجوان هو ،شيخپوره جو رهاڪو هو. مون سندس فليٽ تي فون ڪيو ڪو جواب نہ آيو اجا موبائيل چالو نہ ٿيا هئا. جڏهن اوندهہ ٿيڻ لڳي تہ سوچيم هاٽي ڪا هوٽل ڳوليان. اتي جي انڪوائري واري ڪان پڇڻ جو خيال ڪيم. هو ڪا هوٽل ڏسي، هن جي ڪڙڪي وٽ انگريزي ۾ پڇيم. "توهان ڪي انگريزي اچي ٿي؟" هن ڪنڌ جي لوڏ سان ها ڪئي. پڇيم. "ڪا نزديڪ پنڌ تي هوٽل هجي تہ فون ڪري ڪمرو بڪ ڪرائي ڏيو." هن جواب فرينچ ۾ ڏنو جو مون کي نہ ايندي هئي. مون چيو "سائين انگريزي ۾ ٻڌايو آءٌ فرينچ زبان ڪونہ ڄاڻان." هن چيو "Ok" پر وري جواب فرينچ ۾ ڏنائين. اسين اڃا انهيءَ ٻولي جي معاملي ۾ رڌل هئاسون. هن هوٽل واري کي فون پٺي لڳايو تہ مون وري پي سي او تان پنهنجي ميزبان کي فون ڪيو. هن فون کڻيو چيائين "مان توهان لاءِ ڄام جي ٻڌايل اسٽيشن تي ويو هوس توهان نہ مليا. آءٌ فڪرمند آهيان توهان ڪٿي آهيو." مون ڏس ڏنو هن چيو "مان اچان ٿو." اتي مون انڪوائري واري جو ٿورو مڃيندي چيو تہ هاٽي هوٽل جي ضرورت ناهي، منهنجو ميزبان آيو آهي. هن چيو "فڪر ناهي موسيو".

سلمان وٽ هڪ روم وارو "ريو ڊي جنير" تي فليٽ هو. ان سان هڪ مختصر باٿ ۽ رنڌڻو هو سندس ڪمري ۾ هڪ پلنگ هو ۽ هڪ ڪٻٽ. اها رات هن مون کي پلنگ تي سمهڻ لاءِ چيو ۽ خود ڪٻٽ مٿان هڪ گدو ويڙهي رکيل هو اهو ڪڍي پٽ تي پکيڙيائين. مون چيو "ائين نہ ڪر" پر هن چيو تہ ڄام صادق علي سندس پيءُ وانگر آهي. "توهان لاءِ هن فون تي هدايت ڪئي آهي تہ جيئن تہ آءٌ سندس بزرگ آهيان، منهنجي سني آؤ ڀڳت ڪئي وڃي، بس توهان مٿي سمهندا ۽ مان هيٺ." هن انهيءَ رات پنهنجي دوست الله يار کي فون ڪيو تہ صبح جو سوير اچي. وڏي اسر جو آءٌ اٿي پنڌ ڪرڻ لاءِ ٻاهر ويس. موٽي آيس تہ الله يار ۽ سندس گهرواري جا سفيد فارم عورت هئي سي بہ سلمان جي فليٽ تي رسي ويا هئا. انهيءَ مائي جو نالو ايمي هو جا آئرلينڊ جو ڪئٿولڪ فرقي جي هئي ۽ پئرس ۾ فرينچ ٻولي سکڻ جو ڪورس ڪرڻ آئي هئي. گڏجي نيرن ڪئي سون. انهيءَ ڏينهن پئرس ۾ ان جا تاريخي مقام وغيره ڏسڻ سمورا گڏ وياسون. پوءِ روز صبح جو سوير چانهہ بسڪٽ کائي

سلمان پنهنجي ڪارخاني جي ڪاروبار تي هليو ويندو هو. الله يار سوير ايندو هو مون لاءِ نيرن ٺاهيندو هو. ڪجهه دير بعد ايمي ايندي هئي، ۽ ٻئي مون کي پئرس گهمائڻ هلندا هئا. هڪ ڀيري الله يار اجا اڪيلو مون سان فليٽ تي هو. سلمان نڪري ويو هو ايمي اجا نہ آئي هئي، مون الله يار کان پڇيو ”تون اڳ ۾ تو اچين نيرن تيار تو ڪرين پوءِ ايمي تي اچي هو ڇو نٿي اڳ ۾ اچي نيرن ڪري“ الله يار اکيون ڦاڙيون. چيائين، ”يرا! هيءَ سالي ڪافر آهي صبح جو نيرن مهل سوئر جو گوشت ٺاهي کائيندي آهي انهيءَ ڪري مان اڳ ۾ حلال نيرن کائي نڪري ايندو آهيان. هوءَ پنيان حرام ٺاهي کائيندي آهي انهيءَ ڪري پوءِ ايندي آهي.“

مون چيو ”پر هي تہ تنهنجي زال آهي، اوهان ۾ (Adjustment) هئڻ کپي.“

جواب ڏنائين، ”منهنجي زال ناهي سريت ڪري رکي وينو آهيان غريب آهي انهيءَ ڪري مون وٽ رهي ٿي، خرچ مان پريان ٿو.“ هن بہ تي گار جهڙا اکر هن لاءِ چيا. انهيءَ ڏينهن اسين نيٽرو ڊيم گرجا گهر ڏسڻ وياسون، هي مشهور ۽ تاريخي عبادتگاهہ آهي، سين (Seine) درياءَ جي ڪناري تي، هن کي فرانس جي مشهور اديب ۽ ناول نگار وڪٽر هيوگو پنهنجي لکڻين ۾ مشهور ڪيو. مشهور فلم Hunch back of Notredame هن چرچ کي ابدي حيثيت ڏني. فرانس خاص ڪري پئرس ۾ مفاصلي جي ماپ نوٽري ڊيم کان شروع ٿئي ٿي. اسان جو سڄو ڏينهن نوٽري ڊيم ڏسڻ ۾ لڳو. نوٽري ڊيم جي تاريخ تمام پراڻي آهي، اوائل ۾ عيسوي صدي کان اڳ روم جي فاتحن انهيءَ جڳهہ تي Jupitor جو مندر ٺاهيو هو جيوپيٽر گريڪ مٿالاجي ۾ ديوتائن جو بادشاهہ آهي ۽ هندو مٿالاجي ۾ برهسپتي گرو آهي جنهن کي سنڌي ۾ وسپت سڏجي ٿو جو هڪ سيارو پڻ آهي. ان کان پوءِ ڪرستان اڳواڻن ان کي پنهنجو عبادتگاهہ بڻايو. آخر ۾ ان کي سڀ کان سندر ۽ اهم فرانس جي جڳهہ پرسڌ (مشهور) فاتح نيپولين بوناپارٽ بڻايو. هن آسٽرلز جي فتح کانپوءِ انهيءَ چرچ ۾ پاڻ کي تاج پهرائڻ جي رسم اُتي ڪئي. هن اٽلي فتح ڪئي هئي ۽ روم جي پوپ کي گهرائي ان کان تاج پهرائي ها ۽ تخت نيشيني ڪرائي ها. هن ان چرچ ۾ وڏي تقريب ڪئي جنهن ۾ مقدس پوپ

تاج ڪڍي هن کي پارائڻ لاءِ اٿيو تہ نيپولين هن کان تاج وٺي خود پاتو
ڇاڪاڻ تہ هن جي راءِ هئي تہ هن کي ڪرستان جي مذهب يا پادري جي دعا
حڪومت ۽ فتوحات نہ عطا ڪيون هيون پر هن پنهنجي زور، بازو سان هٿ
ڪيون هيون، تنهن ڪري هو اهو اعزاز پوپ صاحب کي ڏيڻ لاءِ تيار نہ هو.

فرانس جي تاريخ جڻ انهيءَ چرچ نوٽري ڊيم جي اردگرد گهمي ٿي. الله
يار ۽ ايمي سان گڏ عاليشان چرچ گهمي پوءِ ان ۾ حضرت عيسيٰ جي تاريخ
جون آرٽ جون مورتيون جڙيل هيون سي ڏٺيون سين. الله يار تہ ائين چئي
هڪ طرف وڃي ويٺو تہ هو بت پرست ناهي، آءٌ ۽ ايمي گهمندا رهياسون.
ساري رومن ڪئٿوليڪ مذهب جي تاريخ مورتين ۾ هئي، حضرت عيسيٰ
جي آخري دعوت واري مورت جنهن ۾ هو صليب جي آخري ڏينهن تي
پنهنجي ساٿين کي دعوت ڏني هئي. ان ۾ هنن بريڊ (پٽر تي پڪل ماني)
انگورن جي مشروب سان کاڌي هئي. ايمي اتي هٿ جوڙي بيٺي. ان جي
پرسان مقدس ميري جي وڏي تصوير هئي جنهن تي اڳيان استينڊ هو ان تي
ماڻهو موم بتيون ٻاري جهڪ پوڄا ڪري رهيا هئا. مون الله يار کي چيو تون بہ
اچ اسين موم بتيون وٺون ٿا اچو تہ گڏجي پاڪ ميري کي خراج پيش
ڪيون. هن چيو توهان بت پرست آهيو آءٌ مسلمان آهيان. خير بحث ۾ پوڻ
بدران مان ۽ ايمي موم بتيون ٻاري بہ چار منٽ مورتي اڳيان خاموش ٿي
بيناسون. هڪ وڏو هال هو ان سان متصل ڪمرا هئا. ايمي ٻڌايو تہ هن ۾
عيسائي فادر ويهن ٿا ۽ ماڻهو ان ۾ گناهہ قبول ڪرڻ لاءِ اچن ٿا. ڪڙڪي جي
هڪ طرف پادري ويهي ٿو ۽ ٻئي طرف گنهگار هو هڪ ٻئي کي نڪي ڏسن
ٿا نڪي سڃاڻين ٿا. گنهگار پنهنجا ڏوهہ ٻاسي ٿو پادري جو قسم کنيل ٿو
هجي تہ هو اهي ٻئي ڪنهن کي نہ ٻڌائيندو. ائين انسان جو بار هلڪو ٿئي
ٿو سندن خدا گناهہ بخشي ٿو جيڪي هونئن بہ حضرت عيسيٰ جي قرباني
ڪري سموري عيسائي ڪميونٽي جا بخشائي ڇڏيل آهن. مون ايمي کي
چيو اسين سڀ گنهگار آهيون، اچو تہ پاڻ بہ هلون پادري اڳيان. ايمي چيو
"اهو خيال تہ نيڪ آهي پر اهو ڊگهو پروسيس آهي پاڻ کي اڳتي نڪري
پئرس گهمڻو آهن." اتي انهيءَ پاڙي ۾ فرانس جي انقلاب وقت جي راڻي

ميري ائنتوني ۽ بادشاهہ لوئي جي محل جي دري ڏسون جتان راڻي احتجاج ڪندڙن جي انبوهہ کي ڏسي پڇيو هو تہ "ماڻهو ڇو ٿا دانهون ڪن" جواب مليو تہ "بريڊ (ماني) لاءِ ٿا ٻاڏائين." راڻي چيو "يلا جي بريڊ نٿي ملين تہ ڪيڪ کائين." راڻي ايترو تہ پنهنجي عيش ۽ فضول عادتن ۾ محو هئي جو هن کي ڪا سرت ڪانہ هئي تہ مسڪين جي ڪيئن ٿي گذري. خير ماڻهن انهيءَ راڻي ۽ بادشاهہ کي پڪڙي ميدان تي وني ويا اتي ڪاٺ کوڙي ان ۾ هنن کي ڦاسيءَ تي لٽڪايائون ۽ عوامي حڪومت وجود ۾ آئي، جا ناڪام ويئي ۽ نيپولين فوجي ڪمانڊر حڪومت تي قبضو ڪيو.

خير هنن مون کي پئرس جا ڏسڻ جهڙا هنڌ، محل وغيره گهمايا مضمون ڊگهي ٿيڻ جي ڊپ کان ايترو لکڻ ضروري آهي تہ ميوزم ۽ لئبريريون وغيره تہ گهمياسون. وڏو آرڪ جنهن کي فتح جو آرڪ هاڻي چارلس ڊي گال جو آرڪ چون ٿا سو ۽ ايفل ٽاور سمورا گهمياسون، منهنجي پياري دوست عبدالحئي پليجي پنهنجي ڇپيل سفرنامن ۾ انهن سمورن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. پر هن پئرس ۾ جيڪي نہ ڏٺو ۽ مون ڏٺو ۽ سمجهيو سو ٿو هن مضمون ۾ لکان. پئرس جي مشهور تاريخي رستي Champs Elisse جنهن کي فرانسسي ٻولي ۾ اچارين ٿا "شيزان ليزي" اتي اسان کي هڪ پاڪستاني مليو جو هڪ ڪاري ۾ صوف وجهي پوليس کان لڪندو وڪڻي رهيو هو. ان کي اسين وٺي هڪ رستوران ۾ چانهہ لاءِ ويناسون. الله يار چيو تہ هي نوجوان پئرس ۾ سلمان کان سرٽيفڪيٽ وٺي تہ (PPP)پاڪستان پيپلزپارٽي جو ورڪر آهي. اميگريشن وارن کان هتي رهڻ جي اجازت ورتي آهي رستن تي ٻوهاري پائڻ جو ڪم ڪندو آهي. اتي جي ٻي گوري رنگ واري ميونسپل ورڪر جا هڪ عورت آهي ان سان عشق اٿس ان جي انتظار ۾ آهي. هو اچي تيستائين رستي تي لڪندو صوف ٿو وڪڻي، عشق ڪيترن عاشقن کي مجبور ڪري ڇا ڇا نہ ڪرايو آهي؟ پنهون بہ تہ ڪيچ جو شهزادو هو سسئي لاءِ ڪپڙا ڌوئڻ جو (ڌوٻي جو) ڪم ڪندو هو سسئي ڪين چيو هو.

ڪـڏهين ائـين هيـاس جـو پنهـون ڌوتـم ڪپـڙا
هـاڻي ائـين ٽيـاس جـو جـت نــہ نـين پـاڻ سـين.

ٻهارو ۽ ٽوڪري هٿ ۾ هئس ۽ محبوب لاءِ وتندو هو پئرس جون گهٽيون ڪڇيندو، هڪ پيري ايمي اسان ساڻ نہ هئي الله يار چيو هل تہ پئرس جي بازار حسن ڏيکاريان، اسين شيزان ليزي تان ٽيندا، اڳتي وياسون، هڪ بالڪني ۾ قدآور مضبوط جسم واري اڌ جسم اگهاڙي عورت بيٺي هئي. الله يار چيو هي مٿي ڏس. مون ڏٺو جهٽڪ ڪنهن فوجي جهڙي مضبوط جانني جسم واري بيحد خوبصورت عورت هئي، حسن جو نادر نمونو هئي، الله يار چيو هنن عورتن سان پاڪستاني يا هندستاني مقابلو نہ ڪري سگهندا آهيون. اسڪاٽ لينڊ جا جاننا ماڻهو ۽ اتر انگلينڊ جا جسيم شخص جيڪي ڊرائيور آهن. لنڊن کان ترڪ کڻندا آهن مال ساري يورپ کي رسائيندا آهن استنبول ترڪي تائين ويندا آهن. واپسي ۾ ترڪ پرائي موٽندا آهن وڏا محنتي ۽ ڪثرتي جسم وارا آهن انهن جاننن لاءِ هي عورتون آهن. شوقينن لاءِ ناهن پر توانا چٽن ڊرائيورن لاءِ آهن. هتي بہ سؤ کن ائين آرٽ اسڪول آهن جتي اهو واپار هلي ٿو.

هاڻي سيلاني وارو دورو پورو ڪري اچون ٿا چام صاحب جي پئرس تي، هن جو سوال هو پئرس ڇو ۽ ڪيئن دنيا جو خوبصورت ترين شهر بڻيو ۽ ان ۾ ڇو اڄا تائين فوجي آمر نيپولين بوناپارٽ جي حيثيت قائم آهي. فرانس وارا اڄا نيپولين کي فرانس ٺاهيندڙ سمجهن ٿا. محترم شهيد ذوالفقار علي ڀٽو صاحب کي بہ نيپولين پسند هو ان جي بهادري ۽ قابليت ۽ فرانس کي عظيم بڻائڻ جي عمل جو داد ڏيندو هو.

ايمي ۽ الله يار کي چيم هلو تہ نيپولين جو مقبرو ڏسون. مولانا ابوالڪلام آزاد لکيو آهي تہ آسترلز جي جنگ فتح ڪرڻ بعد نيپولين کي جرمن جي مشهور فاتح فريڊرڪ اعظم جي قبر تي وٺي ويا. اتي جي مجاور مقبري تي فريڊرڪ جي رکيل تلوار پيش ڪئي. مولانا لکي ٿو تہ نيپولين جواب ڏنو تہ ”مون کي پرائي سهاري جي ضرورت ناهي. مون کي پنهنجي تلوار تي ڀروسو آهي ۽ اها تلوار ئي تاريخ ۾ نوادرات ٿي سجاتي ويندي“ فريڊرڪ اعظم اهو شخص هو جيڪو مشهور شاعر ۽ اديب والٽير جو خاص دوست هو. والٽير تي فرانس مان وارنٽ جاري ٿيا هئا تڏهن هن کي فريڊرڪ

پناهہ ڏيئي حفاظت ۾ رکيو هو. فريڊرڪ مڪاويلي جي ٿيوري خلاف ڪتاب لکيو هو. ان ڪان سواءِ جنگي جوڏي هجڻ سان گڏ 30 ڪتابن جو مصنف هو. هن چڙوچڙ ٽيل جرمني کي پنهنجي تلوار جي زور تي گڏي تدبر سان هڪ قوم جو احساس جاڳايو. هن هڪ وقت ۾ 18 صدي ۾ فرانس، روس ۽ آسٽريا تي فتح حاصل ڪئي. هن جرمن سياسي فلسفي کي هٿي ڏني تہ سياسي تدبر ۽ فهم فلسفي کان بهتر ٿئي ٿو. جيئن اڳتي جرمن قوم جو ڪلچر ٿيو تہ طاقت، عقل، علم ۽ دانش کان وڌيڪ ڪارگر ٿئي ٿي. پوءِ فرانس جي مشهور تاريخي جڳهہ بئسٽائيل تي پهتاسون. جتي مشهور جيل هو جنهن ۾ پئرس جا گهڻو ڪري سمورا دانشور شاعر عالم سياسي ليڊر فرانس جي بادشاهہ لوئي قيد ڪري رکيا هئا ۽ ان وقت بئسٽائيل جيل جِٽڪ علم جو گهر هو. انقلاب فرانس وقت 14 جولاءِ 1789 تي عوام جي هجوم ان تي حملو ڪري سمورا قيدي آزاد ڪرايا. اهو آمر ۽ ڊڪٽيٽر بادشاهہ جي ظلم جو خاتمو ڪرڻ برابر هو ۽ هر سال ملهايو وڃي ٿو.

پئرس کي عظيم ۽ خوبصورت بڻائڻ ۾ ڪيترن ئي حڪومتن، ڊڪٽيٽرن ۽ بادشاهن جو هٿ رهيو آهي پر سڀ کان گهڻو حصو نيپولين جو رهيو آهي. نيپولين ذري گهٽ سارو يورپ هٿ ڪيو هو. انگلينڊ فتح ڪري ڪونہ سگهيو ڇاڪاڻ تہ ان جي چوڌاري سمنڊ آهي ۽ هي ٻيٽ آهن. جن کي British Ispes برٽش ٻيٽ سڏبو آهي. روس هن کي تباهہ ڪيو پر فتح ڪري نہ سگهيو. يورپ کي فتح ڪري مصر تائين پهتو جتان هن جو ارادو هندستان فتح ڪرڻ جو هو قاهره ۾ هن ٻڌو تہ سندس راڻي جوزفائن سندس غير حاضري ۾ ڪو يار رکيو آهي هو مايوس ٿي پيو ۽ موٽي آيو. هن جوزفائن کي طلاق ڏني ۽ بهانو ڏنائين تہ هن کي پٽ نہ پيدا ٿي سگهيو آهي.

نيپولين جو اصول هو جنهن تي هن سختي سان عمل ڪيو تہ (1) هر فرينچ کي جيئڻ جو حق آهي (2) هر ڪنهن فرينچ کي دنيا جون نعمتون حواسن جي مزن جو نعمتون خوشيون جيترو ٿي سگهي اوترو ماڻڻ، بنا ڪنهن پابندي جي بنا ٻئي ڪنهن کي نقصان پهچائڻ جي شادمانيون ماڻي ۽ (3) هر فرينچ جون صلاحيتون قابليت ۽ تخليق جون قوتون پوري

جولان سان اجاگر ٿين. انهيءَ تنهي ڳالهين سان گڏ فرينچ قوم هڪ ڏاڍي ۾ پوتل هجي. ڇڙوڇڙ نہ هجي: هڪ قوم هڪ زبان هڪ ڪلچر ۽ هڪ حڪومت جي دائري ۾ رهي، وٽس جيڪي بہ هجي سو سڀ ٻين انسانن کان غير فرينچ ماڻهن کان مٿيرو هجي. اهي سمورا چڱي طرح نيپولين سندن مغز ۾ وڌا. هنن سيني شهرين لاءِ هڪ جهڙو سول ڪوڊ نافذ ڪيو. هتي اهو لکي ڇڏيان تہ هن وقت مسلمان ڇوڪرين لاءِ اسڪولن ۾ مٿو ڍڪڻ ۽ حجاب پائڻ تي بندش انهيءَ ڪري وڌي اٿن جو هنن جي قانون موجب ڪنهن بہ شاگرد کي ڪلاس ۾ اهو احساس محسوس نہ ڪرڻ ڏنو وڃي تہ هو ٻين شاگردن کان مختلف آهي ڪا نرالي شناخت اٿس. هن کي اسڪول مان اهو خيال ڪٽي زندگي جي ڌارا ۾ داخل ٿيڻو آهي، تہ سمورا انسان برابر آهن. هو ڪابہ راءِ ڪي بہ اصول ڪنهن بہ قسم جي حياتي گذارڻ لاءِ آزاد آهي، خود مختيار آهي، ڪلچر يا مذهب ماڻهو کي ٻين جي مقابلي ۾ ڪمتر سمجهڻ لاءِ مجبور نہ ڪري سگهي، انسان جي ارتقا ۽ فلاح آزادي سان ٿئي ٿي.

نيپولين ويهي پئرس کي خوبصورت ڪرڻ جون رٿون رٿيون، نوان رستا نيون جڳهيون نهرايون. انهيءَ آزاد خيالي جي نتيجي ۾ ڇا ٿيو تہ پئرس ۾ 60 ٿئيٽر يا ناٽڪ گهر آهن. 15 ڊانس (ناچ) گهر آهن. 65 ميوزيم آهن، 75 ڪتاب اسٽور ڪرڻ واريون لئبرريون آهن. پئرس ۾هڪ سال جي عرصي ۾ هڪ ارب معنيٰ هڪ هزار ملين لٽر شراب وڪامجي ٿو يا کپي ٿو معنيٰ پيتو وڃي ٿو. پاڻي ڪاڏي گوشت يا بجلي جا انگ اکر ڪونہ ٿو لکان. پئرس جي شهر وچ مان سين ندي لنگهي ٿي جنهن جي ڪناري تي 2300 وڻ آهن ۽ وري ساري شهر ۾ 87000 وڻ آهن. پئرس جي هر ڇهن ماڻهن جي مقابلي ۾ هڪ وڻ آهي. اگهاڙپ عيش آرام آرٽ فن راڳ ساز ۾ فرانس دنيا ۾ پهرئين نمبر تي آهي. فرانس جي مکہ شاهراه سيزان ليزي Champs Leysee تي جيڪي دڪان آهن تن جي مسواڙ 15 لک ڊالر آهي. يورپ ۾ مهانگي ۾ مهانگي زمين هن روڊ تي آهي. فرانس وارا انهيءَ رستي لاءِ چوندا آهن تہ La Plus belle avenue du monde جنهن جي معنيٰ

انگريزي ۾ ٿي. The most beautiful avenue in the world. سنڌي ۾ معني ٿيندي دنيا جو خوبصورت ترين رستو. انهيءَ رستي جو انتظام بازار جي دڪانن جي جماعت هلائيندي آهي. رستي جي ڊيگهه 2 ڪلوميٽر آهي ۽ ڪٿي به سنڌس ويڪر 70 فوٽن کان گهٽ ناهي. هڪ دڪان خالي ٿيو سوئيڊن جي واپاري بين الاقوامي شهرت واري ڪمپني دڪان کولڻ چاهيو. ان کي منظوري نه ڏنائون انهيءَ ڪري جو سندن خيال موجب هو انهيءَ معيار جي گراهڪن کي معياري وکر نه ڏيئي سگهندي. آخر هڪ آمريڪي فرم دڪان ورتو. اتي اڄا تائين اهي دڪان قائم آهن. جتي نيپولين جي راڻي جوزفائين ڪپڙا ۽ سينگار جو سامان عطر ۽ سينٽ وٺندي هئي. اسان به هڪ شيشي ورتي. هڪ رات انهيءَ رستي تي ڪافي پيئڻ وياسون. اتي اڌ رات جو دڪانن هوٽلن تي ايتريون ته زالون هيون جو عجب وٺي ويو. ٽئڪسي وٺڻ لاءِ ڪلاڪ کان وڌيڪ عرصو لائين ۾ بيهڻو پوندو هو. مون اُتان ٻن دوستن کي خط لکيا. هڪ مرحوم ظفر حسن شاهه کي ته "هتي توهان وانگر هي فرينچ به ٻولي جا پڪا جنوني عاشق آهن جيئن تون سنڌي ٻولي، جو محافظ آهين. تيئن زبان جي باري ۾ هي ڪا چڻ چوٽ يا رعايت ڪرڻ لاءِ تيار ناهن." ٻيو خط اسان جي ڳوٺ جي مکي سنت داس کي لکيم. اسان جي شهر مني جو مکي هو. مکي لڌارام مني جي اولهه ۾ هڪ تلاءُ هو جنهن کي ٻهرن واري ترائي چئبو آهي هڪ سال سني برسات پيئي. ٻهرن جي ترائي تار پراٽي. مکي لڌارام سنڌس حاضري جي دوست ڦوتي مل کي ساڻ ڪٺي برسات جي پاڻي سان تار پريل تلاءُ ڏسڻ نڪتو. جڏهن ٻهرن جي ترائي وٽان لنگهيا ته اتي شهر جون سوين زالون وهنجڻ ۽ ڪپڙا ۽ گهر جون رليون ڌوئڻ لاءِ موجود هيون. ٿر ۾ پاڻي جي اڻاٺ آهي. کوهه تان پاڻي ڪڍڻ ڏکيو ڪم هوندو آهي. زالون برسات پوڻ تي ٻهرن جي ترائي تي گهر جو سارو ڪپڙي جو سامان وغيره اچي ڌوئينديون آهن. مکي لڌارام ايتريون گهڻيون زالون ڏسي عجب ۾ پئجي، چيو "ڦوتا هيتريون ڌوسيون (زالون)!" ڦوتي جواب ڏنو "مکي صاحب هي هيتريون ڌوسيون گهڻيون ناهن. اڃا به مني ۾ هر مرد کي مشڪل سان هڪ

زال ملي ٿي، تنهن ۾ اسان جهڙا چڙا اڪيلائي سمهندا آهن.“ سو مون پنهنجي دوست مکي سنت داس کي لکيو ته هتي پئرس جي بازار سيزان ليزي ۾ زالن جا جهنڊ ڏسي مون الله يار کي چيو ”يار هيتريون زالون!“ پئرس جي ڪئبري ۽ اگهاڙن ڊانسن جو ۽ سئنيمائن جو ڪهڙو ذڪر ڪجي! آرٽ ڪلچر پينٽنگ شاعري ۽ علم ادب جو ڪهڙو ذڪر ڪجي؟ ڪهڙا نه مٺيرا ماڻهو آهن؟ انساني جذبن، احساسن صلاحيتن زندگي جو سمورو لطف ماڻڻ جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي؟ ڪورٽون، حڪومت جو نظام، واپار جو نظام اسڪولن جي معيار جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي؟

خاص ڳالهه ٻڌيان، هتي جون يونيورسٽيون سڄي دنيا جي ڪميونسٽن ۽ سوشلسٽن جو مرڪز آهن. اجا تائين سوشلزم تي پئرس يونيورسٽي ۾ ئي معياري بحث ٿين ٿا. منهنجا ميزبان سلمان ۽ الله يار ته پي پي پي جا ميمبر هئا پر مون کي هڪ پيري جارج پاميڊيو سينٽر جي لئبرري ميوزم ۾ ٻڌايو ويو ته سوشلزم ۽ سرمائيداري ۾ ڪهڙو فرق آهي. ٻڌائيندڙ شيدي ڪارو آفريڪي شاگرد هو جنهن جي بغل ۾ خوبصورت گوري عورت هئي.

هن چيو ”گذريل تاريخ ۾ گم ٿيڻ سرمائيداري نظام آهي. هن دنيا جي هر انسان کي برابر جو انسان سمجهڻ اڄ لاءِ سوچڻ سوشلزم آهي.“

آخر پئرس مان روانو ٿيڻ لاءِ بس تي آياسون. مون محترمه ايمي کي چيو ”هي الله يار ٻولي جو ڪرو ۽ ڪهرو آهي پر سندس دل پيار ڪندڙ ۽ نرم آهي.“ مائي جواب ڏنو ”تنهن ته مان هن وٽ ويٺي آهيان.“ ۽ بس واري اعلان ڪيو هاڻي روانو ٿيو ۽ بس ۾ چڙهي واپس ٿيس.

جام صاحب کي جيڪي پئرس ۾ محسوس ٿيو هوم سو بيان ڪيم. جام صاحب پڇيو پئرس ۾ ماڊل جو اگهه ڪهڙو آهي؟ مون سوال ڪونه سمجهيو. هن سوال نه ورجايو. مون پاڻي جي جهاز ۾ اسڪاچ وسڪي شواز ريگل ورتي هئي، سا پيش ڪيم جام ڪٺي شراب پيئندو هو پر محفل جا سمورا آداب ۽ فضيلتون قائم رکندو هو. ❊

# خط سارو ٽيون

## (حصو پهريون)

### (اُمرتا سيپٽمبر 2005 ۾ ڇپيل)

**مانَ وارا پيارا پرڏان:**

توهان کي، توٽي ميرپورخاص کي وسارڻ ڏکيو ڪم آهي. وسارڻ چاهيندي بہ وسرن نٿا. نورچشم سياش ۽ ڪنوار خوش هوندا. محبت ۽ وڇوڙي جا سوين ڏنگ جسم جان کي جهورين ٿا. اهي سنسار ۾ مختلف طرفن ۾ ڦهلجڻ ڪري گهٽ سور ڏين ٿا. پر تو تہ اهي آٽي هڪ ڪمزور جان ننڍڙي سياش ۾ مرڪوز ڪيا. هاٽي تنهنجي ذهن ۾ محبت جو مچ تڏو ٿيو هوندو. طبيعت ۾ نهراءُ آيو هوندو. مون ۽ منهنجي پتا اهو محبت جي ميخن جو ڪيل 24 سال هلايو. جيسين مون 1952ع ۾ فائينل LLB پاس ڪئي. تنهنجي ڪٽنب ۾ توسان گڏ رهندڙ پٽ پائٽيا ۽ بار ايترا تہ آهن ۽ جيڪي سڀ تنهنجي بزرگي جي ڇانوَ ۾ رهن ٿا جو مون کي لڳندو آهي تہ اها بزرگي هاٽي توکي بور ڪندي هوندي. صدارت تہ سٺي ڳالهہ آهي معتبري آهي دل کي خوش ڪندڙ آهي پر ڇا دل نہ ٿيندي هوندي تہ وڏي ٿيڻ بدران ننڍو يا برابر هجڻ جو بہ مزو ونجي، ان نورچشم ٿيڻ جو مزو ۽ ڳالهہ ئي جدا آهي.

مون ٿر مان سنڌ ۾ اچي ڇا محسوس ڪيو؟ ڪيئن انن وسيلي ديهاتي ريگستاني سنڌ مان پهچي ڪاليج ۾ داخل ٿي نازڪ، گهڙيل، ترقي ڪيل شهري عامل ديوانن جي دنيا ۾ داخلا ورتي، دل ٿيندي آهي تہ ڪنهن سان اهي جذبا ونڊيان. توهان ٿر کان ٻاهر نڪتا تہ مسلمان سماج کي هندو لاءِ خاص احساس ۽ برتري جا جذبا هئا.

پر آئون جڏهن 30 ميل اٺ تي چڙهي ريگستاني ڪلچر جي واري ۾

وريل شاگرد طور 1945ع ۾ مئٽرڪ جي تياري لاءِ حيدرآباد جي خدا آبادي عامل ديوانن جي بستي هير آباد ۾ ڪاليج جي هاسٽل ۾ رهي ڏنم ۽ 1946ع ۾ قليلي واري ڪاليج ۾ داخلا ورتم. آئون اڪيلو ٽري هوس. شهري ماحول مون لاءِ نئون هو. هاسٽل جو طور طريقو بہ مون لاءِ نئون هو. هاسٽل ۾ ڪو بہ عامل ڇوڪرو نہ رهندو هو صرف ڀهراڙي جي سيٺين ۽ زميندارن جا پٽ پائيبند شاگرد رهندا هئا. جن کي ديوان عامل وچائت ڪري سڏيندا هئا. ٽري وري نئين جنس هئي. آئون ان وقت پهريون ڀيرو ايڏانهن آيو هوس. مون اکيون ڦاڙي تعجب وچان شاهي بازار، قلعو سري گهاٽ، راڻي باغ ۽ هير آباد ڏٺا تہ تلڪ چاڙهي جو تجلو بہ ڏٺو. ٽر جو حال هنن کان مختلف هو بولي ٻي ڊريس ٻي رنگ ڍنگ ٻيو ڪاڏو ٻيو هوندئن بہ ٽر کان ٻئراجي علائقي ۾ ان وقت وڏو فرق هو.

اجا سنڌ يونيورسٽي نہ ٺهي هئي. مسلمان شاگرد هر ڪلاس ۾ هڪ يا ڪو بہ نہ هو. منهنجي ڪلاس ۾ نصير آباد جو شيخ شاگرد هو پر هو پڙهيل گهر جو ۽ سگهڙ ڪٽنب مان هو. ٽر سنڌ جي ٻين علائقن کان ڪسو ۽ بچڙو نہ هو پر مختلف ضرور هو. عام طرح ٽر وارن کي پوئتي پيل بورچي نوڪر ۽ ننولي ڪجي اهڙو سمجهيو ويندو هو. اسان جو عاملن کان ڌرم بہ جدا هو. هو سک ڌرم مڃيندا هئا ۽ گرو گرنٿ صاحب کي مٿو ٽيڪيندا هئا.

ديوان هلڪا ڇوڪرا ڇوڪريون ڪپڙا پورل ڏوتل پوتل جديد لباس ۾ هوندا هئا. اسان جو هلڻ وک کڻڻ هنن کان مختلف هو. هنن جا چرچا ۽ کلڻ اسان کان مختلف هو. ديوان، ٻين سنڌين، هندو مسلمان ٽري وغيره بابت هڪ احساس برتري Superiority Complex جو انداز ظاهر ڪندا هئا. پروفيسر گهڻو ڪري سمورا عامل هئا ٿورا ساهتي وغيره جا پائيبند هئا جن کي عامل وچائت چوندا هئا. هو وري ديوان عاملن جون گلائون ڪندا هئا. ڪاليج جو ماحول ۽ قابليت پروفيسرن ۽ پوزيشن هولڊر شاگردن جو معيار اوچو هو ان ۾ هلڪائي نہ هئي. مٿيرا ماڻهو اُچا شخص ۽ بنا پيد پاو وارا هئا. هڪجهڙائي ڪلاس روم يا گفتگو ۽ علمي بحث ۾ هوندي هئي پر غير عامل هڪ احساس ڪمتري ۾ مبتلا رهندا هئا. هنن جي انگريزي توڙي

سنڌي زبان جو لهجو اسان کان توڙي سنڌ جي ٻهراڙيءَ کان مختلف هو. اسان جي ڪلاس فرسٽ ايئر سائنس ۾ جيترا ڇوڪرا هئا اوترئيون ڇوڪريون هيون. شهري ۽ ڪاليج جون ڇوڪريون اڳي ٻه حورن وانگر لڳنديون هيون ۽ هاڻي ٻه آهن. ڊوتل پوتل نهيل نڪيل ناز نخري واريون. گفتگو جو انداز ڊيمون ۽ شريفاڻو هو ڪاوڙ ۾ ٻه معيار هو. ڇوڪرين جي انداز ۾ اکين ۾ نسوانيت ته هئي پر شوخي نه هئي.

شانتي ڪرپالاڻي جڏهن فزڪس ليبارٽري مان هيٺ ڏاڪڻ تان لهندي هئي تڏهن لڳندو هو ڪائنات بيهي رهي آهي. حسن ۽ ان جي انداز جي دهشت سان سج ڪومائجي ويندو هو. يا اسان تي ديوانن جي ڪلچر جو رعب ۽ دهشت هئي جو ائين پاسندو هو جڻ ڏاڪن تان هوءَ قدم کڻي لهي ٿي ريلنگ تي هٿ رکي ساهيڙين سان کلي ٿي ڪو شاگرد همٿ ٻڌي ان سان ٻه ٻول ڳالهائي ٿو ته جڻڪ سرڳ جو سمون هوندو هو. لڳندو هو جنت اتي سندس قدمن ۾ آهي. مون کي ته لڳندو هو ته ماحول سندس سينٽ سان خوشبودار ٿي ويندو هو. آئون ڪلاس مان لهي هيٺ اچي بيهندو هوس ۽ سندس ڏاڪڻ تان لهڻ جو شاهاڻو نظارو پسندو هوس. دل ۾ ڊپ ايرندو هو نه ته هن سان ڳالهائڻ تي دل ٿيندي هئي. اسان ٽرين کي عشق ۽ حسن جو شعاع ٻه حوصلو نه ڏيئي سگهندو هو. آخر دل اتي اچي بيٺي ته ڏاڪڻ جي ريلنگ کي چمجي. اهو ٻه جتڪو خيال هو پر ڊپ وچان اهو ٻه نه ڪري سگهندا هئاسون. زولاجي جي ليبارٽري نئين بلڊنگ ۾ هئي اتي ڏيڏر ڪٽتا هئا. منهنجي حصي جي ڏيڏر جيڪو بي هوش ڪيل هو تنهن پڙڪو ڪاڏو مون چرڪ پريو. شانتي ايڏو ته زور سان ٽهڪ ڏنو جو پروفيسر صفا ڪاوڙجي پيو ۽ هن اها ڪاوڙ شانتي بدران مون تي ڪڍي. بهرحال ان بعد شانتي سان مون کي ڳالهائڻ جي ته همٿ نه ٿي پر هوءَ مون کي سامهون ايندو ڏسي مرڪندي هئي. قربان وڃجي انهي مرڪ تان.

هڪ پيري ڦليلي ڪئنال تي ترڻ جو مقابلو هو. مٿان پل تان ٽپو ڏيئي ڊولڻ داس جي باغ تائين ترڻو هو. شانتي ۽ ٻيون شاگردياڻيون غور سان شاگردن کي ڏسي رهيون هيون. ڏنم شانتي جي توجهه لاءِ ٽپو ڏيئي پل تان

ڦليلي ۾ ٽيپي پوڻ سان شانتي کي متوجه ڪجي. ٻئي ڏينهن آئون به مقابلي ۾ شامل ٿيس. مون به پل تان ٽپو ڏنو ۽ مقابلي ۾ انهيءَ ڪري ڪامياب ٿيس جو منهنجي ذهن ۾ شانتي لاءِ توجهه جو سبب بڻجڻ هو. پوءِ به جڏهن شانتي سامهون ايندي هئي ته ٻول ڳالهائيندي هئي ته آئون سُن ٿي ويندو هوس. پگهرجي پوندو هوس. هوءَ جڻڪ مون تي قياس ڪندي هئي. هوءَ موٽر ۾ ايندي هئي. پٽس ميونسپالٽي ۾ چيف آفيسر هو. جڏهن هو ڪاليج مان روانو ٿيڻ لاءِ موٽر ۾ سوار ٿيندي هئي ته آئون ضرور ڪٿي نه ڪٿي بيهي هن جي وداع ٿيڻ جو نظارو ڏسندو هوس. هوءَ به مون کي ڳولڻ لاءِ چوڌاري نظر ڦيرائيندي هئي شايد اهو ڏسڻ لاءِ ته آئون ڪٿي موجود آهيان يا نه. يا ائين ڪٿي چئجي ته اهو منهنجو وهم هو.

جڏهن ڪجي امتحان ۾ مون مئٿيميٽڪس ۾ فل مارڪون ڪنيون ته عجيب واقعو پيش آيو. به شاگرد منهنجا هم ڪلاسي هئا. هڪ جو نالو هو موتي ٻئي جو موهن. لکبا ۽ سڏبا هڪ نالي سان هئا هڪ ML Notani ۽ ٻيو به هو ML Notani انهن جي پيءَ چوائي موڪليو اهو ٽري ڏسان ڪهڙو آهي جنهن منهنجي پٽن کان وڌيڪ مارڪون ڪنيون آهن. ان کان پوءِ مون ۾ خود اعتمادي پيدا ٿي, ذرمي ڪُئيز ٿي اتي به. جيئن ته ديوانن کي هندو ڌرم ۽ ان جي تاريخ جي گهٽ ڄاڻ هئي مون نمبر ڪنيو. سٽ ڪتڻ جو مقابلو ٿيو مون پيتي واري ائٽ تي تمام سنو ۽ سنهو سٽ ڪتيو ۽ مون کي کاڌي جو ڪپڙو ۽ سرٽيفڪيٽ مليا ۽ منهنجي ڪانگريس جي صدر ڊاڪٽر چمنداس سان واقفيت ٿي تڏهن وچي مشڪل سان احساس ڪمتري مان جند ڇڏايم.

بي ڳالهه لکان. اسين ٽر ۾ ڌوتي پائيندا هئاسون ڪڏهن ڪڏهن پاجامون. حيدرآباد ۾ سو به هيرآباد ۾ ڦليلي ڪاليج ۾ ته سوٽ پائڻ معزز ٿيڻ جي نشاني هئي. اسان کي ڪپڙو خريد ڪرڻ نه اچي, ڪپڙو وٺون ته خبر نه پوي سبائي نه سگهون. پائي نه سگهون. هڪ ڏينهن ۾ ميرو ڪري ڇڏيون, ٻئي ڏينهن جٽ لڳون. سوچيم کاڌي جو فيشن نڪتو آهي اها وٺون. سفيد کاڌي ڪاليج ويندي ميري ٿي وچي ٿي. آخر انهي انعام ۾ ململ پڳوين رنگ جي کاڌي پاتم پوءِ وچي ماٺهن جهڙو ماٺهو ٿيس. ڊاڪٽر چمنداس پاڻ ته سوٽ

پائيندو هو پر منهنجي خاص رنگ واري ڪاڌي پائڻ کي پسند ڪندو هو. گهڻا سال پوءِ مون کي پوني ۾ هم ڪلاسي مليا. زال مڙس ٻئي منهنجا هم ڪلاسي هئا. 40 سالن کان پوءِ 1989ع ۾ مون کي ڪلڪتي ۾ شانتي ملي، سندس مامي مون کي پانڊيچيري ۾ ملي هئي جتان هن جي صلاح سان فون ڪيم ۽ پوءِ مليس، مدراس مان ڪلڪتي جي بڪنگ لاءِ T.T مون کان 250 رپيا رشوت ورتي جو سفر ٻن ڏينهن کان به وڌيڪ وقت تائين هليو. آئون ذهني طرح شانتي سان ملڻ لاءِ تيار ٿيندو رهيس. يادگيريون ۽ وڇوڙا عجيب منو درد محسوس ڪرائين ٿا. شانتي جي قصي جو مون پنهنجي ٻن ناولن ۾ ذڪر ڪيو آهي، جيڪي اڃا نه ڇپيا آهن.

ٿري هجڻ ڪري ۽ ڀهراڙيءَ جو هجڻ ڪري هن علمي دنيا، چمڪ واري دنيا ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڪيترين ئي رنڊڪن ۽ مسئلن مان گذرڻو پيو آهي. اسين اهڙا آهيون يا هرويرو سمجهندا هئاسون ته ٿري بي افعالا آهن. منهنجو سوٽ پنجومل چوندو هو ته هو حيدرآباد جي گورنمينٽ ڪاليج ۾ مئٽرڪ ۾ هو اتي ٿري اڪثر ڪري پڳڙا ڪائيندا هئا ان تي ماستر ۽ هاسٽل وارا ٺوڪون ڪندا هئا. هنن فارسي جي هڪ شعر کي ڦيرائي چيو. ”ٿريا راشش نشاني اي پسر، بنا بک پڳڙا چرندا“ ائين ڪو فارسي شعر هو ان زماني ۾. چوٿين انگريزي کان مئٽرڪ تائين فارسي لازمي مضمون هو. پوءِ فارسي بدران مسلمان شاگردن عربي کنئي ۽ هندن سنسڪرت. جڏهن وڪيل ٿيس پاڪستان ٺهي ويو هو. آئون ديوان ڏرمداس جي آفيس ۾ سيڪڙات تي داخل ٿيس. هو پراڻو ماڻهو هو. هو ٿرين تي هنن جي آفيم وٺڻ تي ٺٺوليون ڪندو هو. ديوان ويندو هو بيسنٽ لاج ۾، جتي ٿياسافيڪل سوسائٽي ۾ ليڪچر هر آچر تي ڏيندو هو. آئون به هن سان گڏ ويندو هوس. هڪ ڀيري واپس پيدل پئي آياسون ته مون ديوان کي چيو ته توهان جيڪو ويدن بابت تقرير ۾ چيو سو ته ويدن ۾ لکيل ناهي. ديوان اکيون ڦاڙي مون کي چيو ”تو ويد پڙهيا آهن ڇا؟“ مون کين اهو جواب نه ڏنو ته مون ويد پڙهيا آهن يا نه. پر اهو چيم ته ويدن ۾ قدرتي نظارن قدرتي طاقتن کي ديوتائون چئي انهن جي ثنا ۾ پوڄا يا اوم جا سلوڪ آهن صرف ٿورا اشارا سائنس قانون ۽

گيان بابت آهن. مون ڪيس اهو به چيو ته جيڪو وڪالت ۾ هندولا DF Mulla جو لکيل هلي ٿو ان ۾ به لکيل آهي ته هندو قانون جو بنياد ويد سمجهيا وڃن ٿا پر انهن ۾ وراثت، شادي، طلاق، گود ونڻ وغيره جو قانون لکيل ناهي. اهو آهي منوسمرتي وغيره ۾. ويد ۽ سمرتي ۾ فرق آهي. جدا شاستر آهن. مون همٿ ٻڌي ديوان کي چيو ته توهان جيڪي چيو سو ته ويدن ۾ آهي ئي ڪو نه. گهر پهتاسون ديوان پنهنجي گهر واري کي چيو ته هن چوڪر اڄ مون کي ويد سمجهايا آهن. ويد حيدرآباد بسنت هال لئبريري ۾ پيل هئا. هڪ آرتوار تي ڏنم ديوان رگ ويد جو انگريزي ترجمو پڙهي ڏٺو. ديوان ان کان پوءِ منهنجي عزت ڪندو هو پر هن مون کي اهو ڪو نه چيو ته هن ويد ڏٺا آهن ۽ آئون برابر هوس. عامل ديوانن ۾ عجيب تسم جي وڏائي هئي.

ٻهراڙيءَ جي ماڻهن کي خاص ڪري ريگستاني ماڻهن کي هر دور ۾ شهري ۽ تهذيبي سماج ۾ داخلا لاءِ محنت ڪرڻي پوندي آهي. سيني گهر وارن لاءِ نياز، ادب ۽ پيار ۽ دعائون. (ڪراچي 29 اپريل 2005ع). ❊

# خط/ساروڻيون

## (حصو ٻيو)

### (امرتا فيبروري مارچ 2006)

**پيارا ڊاڪٽر پرڏان:**

توهان ۽ نورچشم سياش خوش هوندا. سياش نوڪري ۽ ان جي لوازمات ۾ لئہ ۾ خوش هوندو. خود ڪم ڪم ڪي سيڪاريندو ويندو. نہ ڳڻتي ڪرڻ جو سبب آهي ۽ نڪي ٻي صبر ٽيڻ جو. پالڻ ائين شروع ٿيندو آهي، جڻڪ برسات جي موسم، جڻڪ ڪارا بادل آگميو اچن، وڏ ڦڙا وارو ساوڻ سانگ رچائيندو اچي، پلر جي پالوت ٿئي، پر جواني ۾ داخلا جڻڪ سرءُ جي موسم آهي آسمان صاف ڏسجن ٿا. روشني ظاهر ٿئي ۽ آسمان اندلث جا رنگ ڏيکارين ٿا. پر باقي عمر ڪڙي ۽ مني ٿئي ٿي. سياش برسات جي موسم کان چڙهي سرءُ مان پيو لنگهي. اندرين دنيا مان نڪري ٻاهرين دنيا ۾ قدم رکيو اٿس. پرماتما کيس سکي رکي.

آئون چاليهن جي ڏهاڪي جي شروع ۾ چارلس ڊڪنس جو ناول ڊيوڊ ڪاپر فيلڊ پڙهي ارادو ڪري وينو هوس تہ وڪيل ٿيندس يا پروفيسر. آئون ۽ منهنجو پيءُ گهر ۾ اڪيلا هئاسون ٻيو ڪو مرد يا زال نہ هئا. منهنجي پيڻ آئون اڍائي سالن جو هوس تہ جائي هئي ۽ ان جي جمڻ سان منهنجي ماتا ڏنونتي مري ويئي. منهنجي ناني ايسربائي منهنجي پيڻ کي سنڀاليو پر 6 مهينن ۾ ئي پيڻ بہ گذاري ويئي. منهنجي پيءُ ٻي شادي ڪونہ ڪئي. پنهنجي وڏي ڀاءُ کان جدا ٿي مون کي وٺي جدا رهڻ لڳو. اسين ٻئي جدا رهندا هئاسون. ماني تڪي پاڻ پچائيندا هئاسون. ڪهڙا نہ هن منهنجا ناز برداشت ڪيا ۽ ڪهڙي نہ محبت سان مون کي تاتيائين. اسين هڪ ٻئي

سان محبت ۾ اهڙو تہ جڪڙيل هئاسون جو صرف گفتگو ئي اهائي ڪندا هئاسون جا هڪ ٻئي کي پسند اچي. تو ۾ ۽ نورچشم سياش ۾ مون ساڳيو رنگ ۽ حال ڏٺو تنهن ڪري اوهان سان خاص محبت اٿم. منهنجو خيال هو تہ پاٺشالا ۾ سنسڪرت ۽ هندي پڙهندو رهان. منهنجي پتا چيو تہ انگريزي اسڪول ۾ داخل ٿي. مون سندن چيو مڃيو. فرسٽ ايئر سائنس پاس ڪرڻ کان پوءِ منهنجو خيال هو انجنيئر ٿيڻ لاءِ مئٿميٽڪس کڻان ابا چيو "نوڪري مون کي پسند ناهي تون ڊاڪٽر ٿي." مون مئٿس ڇڏي بايولاجي کنئي. ساڌو واسواڻي چيو هلي بنارس ۾ داخل ٿيو ان بنارس هندو يونيورسٽي ۾ انٽر پڙهو." مون ابا جي چوڻ تي هن کان ايترو پري ٿيڻ نيڪ نہ سمجهيو. ڊي جي سنڌ ڪاليج ڪراچي مان رٽائر ٿيڻ بعد پروفيسر ٻٺاڻي گجرات صوبي ۾ احمد آباد لڳ آڻند شهر ۾ نئون ڪاليج کولي پرنسپال ٿيو هو. ان اچي هاسٽل ۾ اسان شاگردن کي چيو آڻند هلي داخل ٿيو. ابا موکان نہ ڏني آئون حيدرآباد ۾ ئي رهيس. هونئن بہ اها منهنجي عمر ٻڌڻ جي هئي ۽ نہ کي ڳالهائڻ جي.

هاءِ اسڪول جي زماني ۾ بينگالي جا برهمو سماج جا ڪتاب ۽ ناول ججهي انداز ۾ سنڌي زبان ۾ ترجما ڇپيا هئا. مون بنڪم چندر چٽرجي جا تاريخي ناول راڻي پرتاب سنگهہ ۽ شيواجي پڙهيا ۽ مون کي شوق ٿيو هٿيار هلائڻ جو. مون ڪاڪي ڪيتي جي سوٽهڙ کان ڪاٺ جي تلوار ٺهرائي ۽ جهنگ ۾ وڃي اڪن جي وڻن تي تلوار جا وار ڪندو هوس ۽ ان جا پن ويڙها هئا جنهن مان اڇو کير نڪرندو هو. پن جهٽڪ سر هئا ۽ اڪ جو کير رت ۽ خيال ڪندو هوس وڏو فوجي ٿيندس. چوٿين انگريزي کان مئٿس ۾ آلجبرا، جاميٽري ۽ انگي حساب پڙهائيندا هئا. آلجبرا ۾ 75 مارڪون، جاميٽري ۾ 75 ۽ ارٿميٽڪ ۾ 50، جملي 200 مارڪون هيون. مون چيومانس 200 ئي کٽندس پر مون کي 195 مارڪون ڏنائون. مون تڪرار ڪيو پيپر کوليا ويا. حسابن ۾ 50 آلجبرا ۾ 74 ۽ جاميٽري 71 مارڪون ڏنائون. ڪو بہ حساب غلط نہ هو. اڪر موتين جهڙا هوندا هئا سيني حسابن جون ريتون صحيح هيون پوءِ بہ فل مارڪون ڇو نہ مليون. ماسترن گڏجي فيصلو ڪيو تہ

سموريون فل مارڪون ڪنهن کي نہ ملنديون آهن. آلجبرا ۾ هڪ مارڪ گهٽ ڏيڻ ۽ جاميٽري ۾ 4 گهٽ ڏيڻ تعليم ۽ امتحانن جي اصول مطابق آهن. پر پوءِ هاءِ اسڪول مئي جي امتحانن ۾ مئٽس ۾ ڪا هڪ مارڪ بہ گهٽ نہ ڏنائون. پر سنڌي ۽ انگريزي ۾ 60 مارڪن کان وڌيڪ ڏيڻ جو رواج نہ هو.

سائين منهنجا! هي آئون پنهنجا ٻالڪپڻ جا قصا بيان ڪيان ٿو جنهن عمر کي مون برسات سان تشبيهہ ڏني آهي.

هڪ حيدرآبادي ديوان مئي ۾ مختيارڪار ٿي آيو. سندس ڌيءَ اسان جي ڪلاس ۾ داخل ٿي. اسان کي ڇوڪريءَ جو ڪلاس ميٽ هجڻ جو تجربو ڪو نہ هو. هو جي اسان سان ڳالهائيندي هئي، اسين شرمائجي ويندا هئاسون. ماستر بہ ٽڙندو پيو هو. اسان جو ڪلاس هيڊماستر جي چئمبر کان پوءِ پهرئين نمبر تي هو. ڪلاس روم ۾ بينچن جي ترتيب هن ريت هئي: اوير پاسي ديوار لڳ وچ ۾ ماستر جي ڪرسي ۽ ان اڳيان ميز پيل هو. ماستر جي پنيان بلئڪ بورڊ هو. ماستر جي ساڄي پاسي ٻن سيٽن وارو بينچ هو جنهن تي آئون مانيٽر ۽ ٻيو نائب مانيٽر وهندا هئاسون. کاٻي پاسي ٻيو بينچ هو جنهن تي مختيارڪار جي ڌيءَ اچي ويٺي. ماستر کي سامهون اولهہ طرف ٻن سيٽن وارا ٽن قطارن ۾ ٻہ سيٽر بينچ هئا ۽ هر هڪ قطار ۾ 4 بينچ هئا ڪل 14 بئنچ هئا ۽ اسين 27 شاگرد هئاسون. هاڻي ليڊي شاگرد جو بينچ منهنجي بينچ کي سامهون هو. هوءَ اسڪرٽ پائيندي هئي پيرن کان گوڏن تائين سندس ٽنگون کليل هيون. سلوار نہ پائيندي هئي. چولو (اسڪرٽ) ائين هوس جيئن انگريز عورتون پائينديون هيون. درگا جڏهن بينچ تي وهندي هئي تہ منهنجي بينچ کي سامهون هئي. ويهڻ مهل هن جو اسڪرٽ ٿورو گوڏن کان مٿي بيهندو هو ۽ آئون سندس گوڏن کان مٿي سٿرن کي غور سان ڏسندو اڳتي ڏسڻ لاءِ اتاولو ٿيندو هوس پر اڳتي هوءَ ڍڪيل هئي. جڏهن حيدرآباد ڪاليج ۾ 1946ع ۾ داخل ٿيس ۽ سندس ڀائو خانچند ۽ درگا مون سان گڏ فرسٽ ايئر ۾ هئا هڪ ڀيري سندن گهر ۾ مون اها ڳالهہ ڪئي تہ خانو کليو پر درگا ڇيو سمورا مرد ٿري يا سنڌي عامل يا

پائي بند ڀهراڙي يا شهر جا هڪ جهڙا حوسي ٿيندا آهن. سيني ۾ شيطان جو واسو ٿئي ٿو. مني جا سادا سڀاجها ڇوڪرا به ٻين جهڙائي هئا.

1945ع ۾ اسين مئٽرڪ ۾ هئاسون. آگسٽ 45 ۾ آمريڪا جپان ۾ هيروشيما ۽ ناگا ساڪي تي ائٽم بم اڇلايو لکين انسان هڪ پل ۾ اجل جو شڪار ٿيا. جرمني پيش پيو هو جپان به پيش پيو ۽ جنگ بند ٿي. حڪومت انگريز جي هئي سرڪاري طرح جنگ کٽڻ جو جشن ملهائڻو هو. هيڊماستر به لوڪلبورڊ جو ملازم هو. ساري اسڪول جي ماسترن، شاگردن، شهر واسين کي جشن ۾ شريڪ ٿيڻو هو ضلع جو ڪليڪٽر به آيو هو. مني شهر جي وچ ۾ انسپيڪشن بنگلو آهي. ان جي ٻاهران ميدان تي يونين جئڪ انگلستان جي جهنڊي کي سلامي ڏيڻي هئي. تقريرون به ٿيڻيون هيون. اسان اسڪول جي شاگردن فيصلو ڪيو ته جيئن ته جنگ انگريز کٽي آهي. اسين غلام آهيون هاڻي غلامي جا زنجير وڌيڪ مضبوط ٿيندا. اسين انهي جشن جو بائيڪاٽ ڪنداسون. هيڊماستر مسٽر بي ٽي شاهاڻي صاحب کي ڪڙڪ پئجي ويئي. هن اهو ڏينهن موڪل هوندي به صبح جو سيني کي اسڪول ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ چيو. اسڪول اسيمبلي ۾ هن جنگ خلاف تقرير ڪئي ۽ ماسترن کي حڪم ٿيو ته ڇوڪرن کي ميدان تي وٺي هلو. اسيمبلي اسڪول جي ڏکڻ طرف ٿيندي هئي ۽ جشن ۽ سلامي جو ميدان اتر طرف هو. جيسين اسيمبلي کان ميدان تائين هليا سمورا شاگرد ڇڙوڇڙ ٿي ماسترن جي قبضي مان نڪري ويا. هيڊماستر ۽ ماستر اڪيلا ٿي پيا. هو اسڪول اچن وري اسان کي چون تنهن ڪري اسين اسڪول کان ڏکڻ ۾ شهر کان ٻاهر نڪري ڪولهين جي گهرن جي پٽ تي وڃي ويناسون. جتان جشن وارا ڪليڪٽر ۽ پوليس اسان کي ڏسي رهيا هئا.

ٻئي ڏينهن اسڪول ۾ هيڊماستر وٽ اسان جي شنوائي ٿي. آئون ليڊر هوس. مون اڪيلي کي هيڊماستر پنهنجي آفيس ۾ گهرائي ٻانهن کان جهلي اسان جي ڪلاس ۾ وٺي آيو. ان وقت اسان جو ڪلاس بلڊنگ جي وچ واري وڏي روم ۾ هو. اهو پهريون پيرئڊ به هيڊماستر جو انگريزي جو هو. سيني ڇوڪرن جي روبرو هيڊماستر صاحب مون کي ڪاوڙ مان چيو

”ڪلهه جلسي مان شاگرد ڇو ڀڄايئي؟“ هيڊماستر جي، استاد جي عزت ڪرڻ اسان جي خمير ۾ داخل هئي. آئون چپ رهيس. هيڊماستر صاحب مون کي چماٽ وهائي ڪڍي، چيائين (۽ اهو هن ڪلاس طرف مخاطب ٿي چيائين جيئن منهنجا ساٿي شاگرد ٻڌن ۽ مون کي بي عزتو ٿيڻ ڏسن) ”ڇوڪرا ٻڌو اوهان جو ليڊر ڏڄڻو آهي. سچ نٿو چوي“ مون ٿهڪائي چيو ”سائين مون ڇوڪرن کي نه ڀڙڪايو هو. هو خود غلامي ۾ وڏيڪ جڪڙجڻ کي ڪيئن جشن ڪري ملهائين! توهان نه چوندا هئا جيسين اسين انگريزن کان آزاد نه ٿيا آهيون جنگ ۾ فتح اسان لاءِ ڪا معنيٰ نٿي رکي.“ هيڊماستر ٿڌو ٿيو هو ٻه اسان جي خيال وارو هو هن ٿي اسان ۾ اهي خيال وڌا هئا پر نوڪري ۽ زماني جي واءَ ڪري مجبور هو. پوءِ شاهاڻي صاحب هيڊماستري واري خول مان نڪري هڪ قوم پرست ۽ آزادي جو پرستار ٿي چوڻ لڳو. ”آزادي اسان جو حق آهي پر اسين جنگ ۽ خونريزي خلاف آهيون. لکين انسان قتل ٿيا آهن ملڪ بم باري ۾ تباهه ٿيا آهن انهي ڪري اهڙي جنگ ختم ٿيڻ تي اسين خوش ٿيا آهيون. اسين جنگ بند ٿيڻ جي خوشي ۾ جشن ۾ شريڪ ٿياسون ۽ نه انگريزن جي فتح تي.“ سائين اسان وٽ دل جي ڳالهه ڪئي پر جلسي ۾ انگريزن جي فتح تي خوشي جو اظهار ڪيو هو. وڏي عمر وارا، نوڪري، ڪاروبار واري عمر ۾ ماڻهو مصلحت ۽ مفاد کي نظر انداز نٿو ڪري سگهي.

1945ع ۾ ٻي مهاڀاري جنگ ختم ٿي ان وقت جپان جي شهرن تي هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي جيڪي ائٽم بم اڇلايا ويا هئا تن هڪ ئي لمحي ۾ هزارين لکين انسان باري ماري ڇڏيا هئا. سارا شهر جلي خاڪ ٿي ويا هئا. چيو ويو ته اها به وڏي سائنسي کوجنا ۽ ترقي ٿي هئي. انسان جي تباهي جي ۽ ترقي جي انتها سمجهي ويندي هئي. مئٽرڪ جي امتحان ۾ هڪ سوال ٻين سوالن کان وڌيڪ مارڪن وارو هوندو هو اهو هو مضمون ائٽم بم تي، ماستر مختلف اهم موضوعن تي مضمون لکڻ جون تياريون ڪرائيندا هئا. اسان کي چيائون ته ائٽم بم تي به مضمون اچي سگهندو. صدر ٽرومن ۽ بم ڦٽو ڪندڙ هواباز جو جپان جي شهرن هيروشيما ۽

ناگاساڪي جو ذڪر عام جام ٿيندو رهندو هو. اسان جي اسڪول جي ڊبيٽنگ سوسائٽي طرفان انهي موضوع تي تقريرن جي مقابلي جو پروگرام ٿيو. هڪ مقرر چيو ائٽم وارياسي ۽ نرم زمين تي نڪي ڦاٽندو نڪي ڪو نقصان پهچائي سگهندو. ٻئي چيو هاڻي وري جنگ لڳندي ته ان ۾ ٻئي ڌريون ائٽم بم استعمال ڪنديون. ساري دنيا تباهه ٿي ويندي رڳو اسين ٽري بچنداسين پوءِ دنيا جا رهواسي رڳو ٽريا جيئرا هوندا ۽ دنيا جي لنگئا فرئنڪا ڍاٽڪي (ٽري) زبان ٿيندي. دنيا جا ٻچيل ماڻهو ”منا تنا ٻيجو ٽيجو پيچ ماتي“ واري زبان ۾ گفتگو ڪندا.

1940 ۾ اسان وٽ مني هاءِ اسڪول ۾ به پنجاب مان M.A پاس ماسٽر مقرر ٿيا. ان وقت گريجوئيٽ ماسٽر جو پگهار 60 رپيا ۽ وار الائونس 5 رپيا هو. هڪ مولانا محمد شفيع جو پنجاب يونيورسٽي جو مئٽس ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ M.A هو ۽ ٻيو سيد اصغر حسين شاهه جو پنجاب يونيورسٽي جو سائڪلاجي ۾ B.A آنرس ۽ فلاسافي ۾ M.A هو. اسان کي چوٿين انگريزي ۾ جاميٽري پڙهائيندي جڏهن مسٽر محمد شفيع جيئن ٿئين ٿيئرم تي آيو جيڪو هو پئرلل لائينون انهن کي چئبو آهي جيڪي هلندي ڪٿي به نه ملي سگهن ۽ ان جو مخالف ٿيئرم هو جيڪي ليڪون ڪٿي به نه ملن تن کي پئرلل يعني پور وچوٽي ليڪون چئبو آهي. شفيع صاحب ذهين اسڪالر هو ۽ مذهبي عالم هو. ڏاڙهي به ملن جهڙي رکيل هئس. هن چيو ته جاميٽري ذريعي اهو معلوم ڪري سگهجي ٿو. ماپ ڏيئي سگهجي ٿي ته خدا ڪٿي ليي سگهجي ٿو وڏيڪ چيائين ته جتي پور وچوٽي ليڪون ملن اتي خدا هٿ ڪري سگهجي ٿو. سو مطلب ڪڍيائين ته جيئن ته پور وچوٽي ليڪون (Parallel Lines) ڪٿي ملنديون سا خبر ڪا نه پئجي سگهي ٿي انهي ڪري ڪٿي خدا رهي ٿو سا به خبر ڪانهي. اسان ۾ ڪنهن کي همٿ نه ٿي جو چئونس ته سائين پڳت ته چون ٿا پڳوان هر انسان جي دل ۾ رهي ٿو. اسان جي گلي جي رڳن ڪان به ويجهو آهي. مطلب ته اهڙا ذڪيا خيال به اسڪولن ۾ اٿندا رهندا هئا. مسٽر بالاڻي اسان وٽ سائنس ماسٽر ٿي آيو. هو قابل ۽ سانتيڪو ۽ محبتي ماسٽر هو. هو هڪ پيري ڪلاس ۾ گهڙيو ته

اسان جي ڪلاس جي شاگرد ڦوٽي پيل هڪل ڪئي ”ڪُتيءَ!!“ ماستر ڏسي ورتو هو اهو چوڪر ڦوٽو مل پيل هو. هن چيو ”ڦوٽا بينچ ڪان ٻاهر نڪر.“ ڦوٽو ماستر جي ويجهو ويو. هاڻي اسان سمجهيو ڦوٽي جو اڄ خير ناهي پر ڦوٽي ماستر ٻالاٽي کي چيو ”سائين! توهان ڪلاس روم ۾ داخل ٿي رهيا هئا. منهنجي بينچ جو ٻيو شاگرد هريو (هريرام) بي خبر هو ان کي مون زور سان آواز ۾ چيو ”اُٿي“ توهان شايد غلط سمجهيو آهي ”ڪتي.“ سمورو ڪلاس کل ۾ پئجي ويو. ماستر به ٺهڪ ڏنو معاملو خوش اسلوبي سان طئي ٿي ويو.

مون کي جنگ ڪٽڻ واري معاملي ۾ هيڊماسٽر چماٽ هڻئي هئي هاڻي آئون اها ڳالهه تو ٻڌايان ته سائين شاهاڻي صاحب مون کي ٻي لپاٽ ڪڍهن ۽ ڪيئن هڻئي. مسٽر لڇمڻداس پارواڻي صاحب D.J سنڌ ڪاليج ڪراچي مان B.A پاس ڪري اسان وٽ مٺي هاءِ اسڪول ۾ ماستر مقرر ٿي آيو. هن کي شاهاڻي اسان جي مئٽرڪ جي ڪلاس ۾ انگريزي جو پيرئڊ ڏنو. اسان سيني احتجاج ڪيو. شاهاڻي وڏو مقرر ۽ انگريزي ادب جو عالم هو. وڏي دٻ دٻي سان ڪلاس وٺندو هو. ٽئگور جي آڪاٽين جو ڪتاب ۽ شيڪسپيئر جي ڊرامن جو نثر ۾ ٻارن لاءِ لکيل خلاصو جيڪو چارلس لئنب ۽ سندس ڀيڻ ميري لئنب گڏجي لکيو هو. سو شاهاڻي وڏي شان سان پڙهائيندو هو. اهو ڪلاس ۾ شاهاڻي جو ليڪچر ئي زندگي جو وڏو سرمايو هو. اسان جي سموري ڪلاس جو به زندگي جو قيمتي سرمايو اهو انگريزي وارو ڪلاس هو. ٽئگور جو ناٽڪ ڪا ٻولي والا شيڪسپيئر جو مرچنٽ آف وينس وغيره اڄا ذهن تي چٽا آهن. هاڻي سوال اٿيو شاهاڻي جهڙي شينهن سامهون ڪير وڃي چوي ته سائين ٽائيم ٽيبل بدلايو. مسٽر لڇمڻداس بدران توهان ڪلاس وٺو. ايتري ان وقت شاگردن ۾ همت ۽ پاور نه هو جو سندن گهر مڃي وڃي ته ڪير ڪهڙو ڪلاس وٺي. مون تي ڪلاس زور رکيو ته تون وڃ هيڊماسٽر وٽ. مون سندرو ٻڌو وڃي هيڊماسٽر جي ڪمري ٻاهران چيم ”سائين اندر اچان!“ (Sir May I come in) شاهاڻي صاحب کي شايد ڪڙڪ پئجي ويئي هئي ته مئٽرڪ وارا ڪا سُس پُس ڪن

پيا. هن ڪرڙي اک سان مون ڏانهن ڏٺو ۽ چيائين Yes (ها!) آئون اندر ويس پر ڪجهه نه سگهان. مسٽر شاهاڻي مون ڏانهن نظر ڪري وري چيو Yes (معنيٰ ها ڳالهه ڪر!) آئون مشڪل سان چئي سگهيس "سائين سڄي مئٽرڪ جي ڪلاس جي راءِ آهي ته اسان جو آخري سال آهي اسان جو ڪلاس پوزيشن کڻڻ جي حيثيت وارو آهي اسان کي اوهان پڙهايو آهي باقي عرصو به انگريزي توهان پڙهايو." شاهاڻي صاحب بنا ڪجهه چوڻ جي صرف ايترو چيو "هل ڪلاس ۾ مان اچان ٿو." مون اچا ڪلاس وارن ساٿين کي رپورٽ پئي ڏني ته شاهاڻي صاحب ڪلاس ۾ گهڙي آيو. ڪرسيءَ تي وينو اسان اٿي بيٺا هئاسون. چيائين "ويهو (Sit down) مون ڏانهن اشارو ڪري آڳر سان سڏيائين. آئون ماستر جي ڪرسي ڏانهن وڌيس. شاهاڻي صاحب ڪرسي ڇڏي مون ڏانهن وڌيو ۽ چوٽ مان ۽ زور سان مون کي لپاٽ هڻي ڪڍيائين ۽ چيائين "هيڊماستر مان آهيان يا توهان؟" ائين چئي هليو ويو. اسان سمجهيو مار به کاڌيسون ڪم به نه ٿيو. پر نئون ٽائيم ٽيبل نڪتو ان ۾ هيو ته ماستر لڇمڻ داس صاحب بدران مسٽر شاهاڻي صاحب مئٽرڪ کي انگريزي پڙهائيندو. اهڙا هئا اسان جا ماستر. اهو غلط تاثر وينل آهي ته اڳي ماستر ماريندا هئا. ماستر ته مائٽن کان به وڌيڪ پيار ڪندا هئا. قابل شاگردن سان ته هو خاص طرح پٽن جهڙو پيار ڪندا هئا.

منهنجا ڏگها خط توکي تنگ ڪندا هوندا انهي ڪري باقي اسڪول جو احوال ٻئي خط ۾ لکندس. اچا منهنجي برسات واري عمر هلي پئي سرءُ جي مند ناهي آئي. تيستائين دعائن سان.

خير انديش
روچي رام

# خط/ساروٽيون

## (حصو ٽيون)

## (امرتا- ڊسمبر 2005ع)

**پيارا پرڏان!**

اج ڏياري آهي. منهنجي ڪرم ڀومي ميرپورخاص رهي آهي جتي مون 1954ع کان وٺي 2004ع تائين پنجاهه سال وڪالت ڪندي گذاريا. نه رڳو دوست ناهيا پر اهي ڏينهن انهن سان محبت وندبيندي ڪاٽيا ۽ هڪڙي جي دل ۾ جاءِ ڏني ۽ ورتي. 1952ع ۾ ايل ايل بي پاس ڪرڻ بعد اڍائي سال کن حيدرآباد ۾ رهڻ کان پوءِ 50 سال ميرپورخاص ۾ وڪالت ڪئي. هر گهٽي، هر موڙ هر ماڻهو هر دڪان منهنجي اکين اڳيان پيا گهمن. ڪيئن ايترا نظارا ايترا تجربا وسرن؟ ميرپورخاص جون يادون ته ڪومائجن ٿيون پر توهانجون يادون، سياش ۽ مهيش سميت، هر وقت تازيون پيون ٿين.

اسين 1967ع ۾ ڪار پاڙي واري نئين گهر ۾ اچوڪي ڏينهن پهرين نومبر 1967ع تي اچي وينا هئاسون. ڊاڪٽر نيل ڪنٺ 9 سالن جو هو، ڪيشوَ 7 سالن، شارڊا 3 سالن جي ۽ انسوريا ڏيڍ سال جي، انهن چئني کي نائي پاڙي مان لڏي ڪار پاڙي اچڻ ياد آهي. باقي ڊاڪٽر هري ڪنٺ ۽ ڊاڪٽر ڪملا، ڪار پاڙي واري گهر ۾ ڄاوا هئا. سمورا ٻار سينٽ ٽيريسا اسپتال ۾ ڄاوا هئا ۽ سينٽ مائيڪل ڪنوينٽ ۾ پڙهيا. آئون خود نڪي ميرپورخاص ۾ ڄائو هوس ۽ نڪي پڙهيو هوس، سواءِ انهي جي ته شاهه عبداللطيف ڪاليج پرتاب پور ۾ ڪوليو هئاسون ۽ منهنجو پراڻو دوست واءِ ايس طاهر علي پرنسپال ٿيو هو. ان مون کي چند مهينن لاءِ ڪاليج ۾ اعزازي ليڪچرار ڪري رکيو هو. اسين جڏهن مني هاءِ اسڪول ۾ پڙهندا هئاسون ته هو ميرپورخاص ۾ مدرسي

گورنمينٽ هاءِ اسڪول ۾ ماستر هوءِ پوءِ جوناگڙهه ڪاليج ۾ پروفيسر ٿيو ۽ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ميرپورخاص خانگي ڪاليج ۾ پرنسپال ٿيو. نيشنلائيز ٿيڻ بعد سمورا پروفيسر ۽ ليڪچرار گورنمينٽ سرونٽ ٿيا. جن ۾ پروفيسر باطن صاحب ۽ ٻيا سمورا به هئا. ميرپورخاص ۾ ڪاليج کلڻ سان ڪيترائي ٿرپارڪر جا شاگرد گريجوئيٽ بڻيا. سٺ جي ڏهاڪي ۾ لا ڪاليج به کوليوسون، جنهن ڪيترائي شاگرد وڪيل بڻايا. وڏا وڪيل به ٿيا هڪ شاگرد ميرپورخاص ۾ وڪالت ڪندي هاءِ ڪورٽ جو جج به ٿيو. پوءِ اهو ڪاليج بند ٿي ويو. اهو ڪاليج، مدرسي جي هاسٽل (جيڪا هاڻي شاهه ولي الله پبلڪ اسڪول آهي) ۾ هلندو هو. 30 سالن بعد محترم يوسف لغاري وري ميرپورخاص ۾ لا ڪاليج کوليو آهي. مون جڏهن آمريڪا جي رياست جارجيا ۾ آمريڪا جي اڳوڻي صدر ڪارٽر سان سندس ڳوٺ پلينز ۾ ملاقات ڪئي هئي اتي لکيو هوم ته آئون ميرپورخاص لا ڪاليج جو پروفيسر آهيان، ته هنن مون کي وڏيڪ عزت ڏني. مون صدر ڪارٽر جي ڳوٺ ۾ ڏٺو ته اتي جا ماڻهو فخر سان اها ڳالهه ڪندا آهن ته ڪارٽر اسان جي ڳوٺ جو رهاڪو آهي. ڳوٺ جو جيڪو به ڪم يا ترقي ٿيل آهي سا ڪارٽر جي ڪوشش سان. هو اتان کان سينيٽ وغيره جو ميمبر ٿيڻ کان سواءِ پنهنجي رياست جارجيا جو گورنر به چونڊاڻو هوءِ پوءِ صدر.

جارجيا صوبي ۾ (آمريڪا ۾ صوبي کي رياست چوندا آهن) ڪارن شيدين خلاف سخت تعصب هوندو هو. ايتري قدر جو ساڳي چرچ ۾ هو گورن سان گڏ بندگي به نه ڪري سگهندا هئا. موجوده سيڪريٽري آف اسٽيٽ (وزير خارجه) کان اڳي آمريڪا جو سيڪريٽري آف اسٽيٽ رٽائرڊ جنرل ڪولن پاول هو. هو نيگرو (ڪارو شيدي) هو. هن پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکيو آهي، ته هو جارجيا اسٽيٽ ۾ واقع ملٽري ڪاليج ۾ انسٽرڪٽر (ماستر) هوءِ فوج جي وڏي عهدي تي هو شايد ڪرنل هو. تڏهن موڪل وٺي ڪارن (شيدين) جي چرچ ۾ آچر جي ڏينهن بندگي لاءِ ويندو هو ته سندس ڊرائيور ۽ اسٽاف آفيسر، جو ميجر هو هن سان گاڏي ۾ گڏ هوندا هئا پر جيئن ته هو ٻئي گورا (سفيد فام) هئا. تنهن ڪري شيدين جي چرچ ۾

بندگي نہ ڪري سگهندا هئا انهي ڪري ٻاهر فوجي گاڏي ۾ وينا هوندا هئا. پر هاڻي اهي قانون بدلجي ويا آهن.

ان زماني ۾ ڪارن جي حقن لاءِ لڙندي پنهنجي ڳوٺ پلينز (Plans) ۾ صدر ڪارٽر پنهنجي خانگي چرچ اڏائي، جنهن ۾ گورا ۽ ڪارا گڏجي بندگي ڪندا هئا. هو انهيءَ چرچ ۾ اسان سان مليو. مذهبي عبادتگاهون بہ انساني تعصب ۽ لالچ جو شڪار ٿيل آهن. 1982ع ۾ آئون گوئا Goa ويو هوس، اتي اولڊ گوئا شهر ۾ مشهور ڪئٿرڊرال (چرچ) ۾ بہ ويس. جتي انهي چرچ ۾ مٿي پليٽ فارم ٺهيل هو جتي پادري عبادت جي قيادت ڪندو هو سو ويهندو هو ۽ سامهون ڪرسيون لڳل هيون جتي عبادت گذار مسيحي ويهندا هئا. انهن عام ڪرسين جي وچ ۾ وڏي قد واريون اٽڪل 5 فٽ ڪن اوچي پليٽ فارم تي ڪرسيون هيون. اهڙيون بہ ڪن ڪرسيون اوچائي تي عام ڪرسين وچ ۾ رکيل هيون. پڇيم "اهو ڇا آهي؟" چيائون "گوئا ڊمن ۽ ڊيوٽي بندرگاهہ پورچوگيز گورنمينٽ جي قبضي ۾ هئا، جتي انگريزن جو راڄ نہ هو. پر پورچوگيز حڪمران هئا. پورچوگيز بادشاهت هئي ۽ بادشاهي ۽ امير گهراڻي جا شهزادا گوئا ايندا هئا تہ هو هندستانين کان پاڻ کي مٿيرو سمجهندا هئا ۽ انهن جي رتبي سارو هو مٿيرو ٿي ويهندا هئا. گهڻو ڪري پادري بہ گورا پورچوگيز هئا. ڪٽي اهو مذهبي موقعو هجي پر ان تي بہ دنيادارن جو قبضو آهي. هاڻي تہ آمريڪا ۾ اها ٻيائي ناهي. اسڪولن، ڪاليجن، بسن ۽ چرچن ۾ گڏيل بنا ڇوت ڇات جي داخلائون ملنديون آهن. انسان غلامي جا مرحلا طئي ڪندو آيو آهي. پر اڃا بہ ڪيترائي ذهني غلامي جا مرحلا طئہ ڪرڻا آهن. فڪر جي آزادي انسان جو وڏو اثاثو آهي.

هتي اسان جي ڪلفٽن واري گهر ۾ آئون ۽ ڪيشو رهندا آهيون. سندس ڪمري واري بالڪني اتر اوير واري ڪنڊ تي آهي ۽ منهنجي ڏکڻ اولهہ واري پاسي. هن جي ڪمري مان اپرندو سج ڏسجي ٿو ۽ منهنجي ڪمري ۽ بالڪني مان لهندو. شايد ائين هجي تہ هو اپرندڙ جذبن، ماحول ۽ حالتن جو نمائندو آهي ۽ آئون لهندڙن جو. هن جي ذهن تي تاريخ توڙي معلومات ۽ تجربن جو بار گهٽ آهي ۽ مون تي گهڻو. تازو نيوز ويڪ رسالي ۾ هڪ مضمون شايع ٿيو آهي.

هڪ 68 سالن جي پوڙهي لکيو آهي تہ صحت تي، ڪاڏي تي، ڪثرت تي، جواني تي، سيڪس تي ۽ نفسيات تي، هن پوڙهپ جي فائدي ۾ لکيو آهي. بہ زالون وڙهيون هڪ چوي "پوڙهو مڙس ڪڏهين نہ ڪجي وجائجي نہ وهي" ٻي چيو "پوڙهو مڙس بيشڪ ڪجي وجائجي نہ وهي" هر ڪو ٿو پنهنجي طرف ڇڪي. شيڪسپيئر بہ پوڙهپ ۽ جوانيءَ تي هڪ سنو شعر چيو آهي. ٻنهي جا پنهنجا مزا آهن. جوانن وٽ جواني آهي، قوت آهي، حوصلو آهي، پوڙهن وٽ ڇا آهي؟ نہ جواني نہ قوت ۽ نہ حوصلو پر صرف ڳالهيون، تجربو ۽ پراڻا فرسوده خيال. الائجي ڇو مائوزي تنگ پوڙهو شخص ۽ جبل لکي ۽ نوبل انعام حاصل ڪندڙ اديب. پوڙهو ۽ سمنڊ. لکي پوڙهن کي مٿي ڪنيو آهي؟ پوڙهن وٽ خود اعتمادي هجي تہ ٻي ڳالهہ آهي باقي بزرگي تہ ڍونگ آهي.

ڪافي سال سياسي ليڊرن ۽ ورڪرن سان واسطو رکنديءَ اهو ڏٺو اٿم تہ عوام، مخلوق ۽ جنتا ڪنهن بہ نالي سان انهن کي سڏجي عورتن وانگر آهن. جيڪي ڪمزور مڙس تي حڪمراني ڪرڻ بدران ڏاڍي ۽ ڏنگي مڙس اڳيان جهڪڻ کي وڌيڪ پسند ڪن ٿيون. هنن کي پنهنجي جسماني ڪمزوري جو احساس آهي، هو چاهين ٿيون کين اهو پاڪر ملي جو کين ايترو تہ سختي سان جڪڙي پلي هڏاچور ڪري، پر کين سلامتي ۽ حفاظت جو احساس ڏياري. هنن جي ذهن ۾ هڪ خيالي محافظ جو تصور هجي ٿو جيڪو صرف سندن ئي هجي ۽ جنهن جي ڇانوَ ۾ هو خطرن کان آجيون هجن. ساڳي نفسيات عوام ۽ جنتا جي آهي. اهو ليڊر کپي جو طاقت وارو ڏسڻ ۾ اچي، وڏيون ٻٽاڪون هڻي پنهنجي برتري ظاهر ڪري، هو سمجهن تہ هنن اڳيان دنياً جون سموريون نعمتون آڻي رکندو. ذهني تشدد ۽ غلامي ۾ هڪ سلامتي جو انگ هجي ٿو. مذهبي جنون بہ هڪ وڏي طاقت جي آسري تي نعمتن ملڻ جي پروسي تي قربان ٿيڻ لاءِ تيار ڪري ٿو. آزادي وڏي نعمت ٿئي ٿي، اها وناڻي ڏيڻ لاءِ ليڊر جي ٻٽاڪ وڏي تسلي مهيا ڪري ٿي.

پکي پنجري ۾ بند آهي، جهنگلي پکين ۽ شڪارين کان محفوظ آهي. کائڻ لاءِ مناين ۽ ميوا آهن، ٻولي ۽ ڪڙو ڪڙو مالڪ جي اشاري تي ڪرٽي آهي. ان کي پنجري مان آزاد ڪيو. آسمان جون بلنديون تہ

ملنديون. تازيون هوائون آزاديون تہ ماڻيندو جيڏانهن چاهيندو اوڏانهن اڏامي سگهندو اوڏانهن وڃي سگهندو پر خوراڪ لاءِ محنت ڪرڻي پوندي. آسمانن ۾ خونخوار پکي ۽ باز اڏامن پيا. شڪاري تير تفنگ بندوق کنيو هلن. آزادي برقرار رکڻ ڏکيو ڪم آهي. ڪيئي جوکا آهن. عوامي ذهن غلامي طرف مائل آهي. ان کي دم دلاسا ڏيئي وڏا سبز باغ ڏيکاري هٿ هيٺ رکن ٿا. اصلي جمهوريت ہي ڳالهہ آهي، ان لاءِ قبائلي سوچ، فيوڊل سوچ، زرعي معاشري ۽ ٻھراڙي جي ڪلچر کان مٿي نڪري صنعتي، تجارتي ۽ مڊل ڪلاس ۽ بورجوادي معاشري طرف قدم وڌائڻو پوندو.

صبح جو پسار ڪندي ايرندي سج ڏسبو آهي ۽ شام جا 15 منٽ لهندڙ سج کي لال ٿيندي سون جي ٿال جي صورت ۾ لهندي جي خوبصورتي تي داد ڏيڻو پوندو آهي. ننڍي هوندي بوٽا (پڦي) مون کي ماٽ ڪرائيندي لهندڙ سج ڏانهن اشارو ڪندي چيو هو "ڏس هو سارو ڏينهن سفر ڪري ٿڪجي گهر موٽي ٿو. ڏس هن شفق پوياں سج جي ماءُ بيٺي آهي ڍڳي جهڻ پيل وٽي ۾ ڌهي ڦيڏرو ٺاهي هن لاءِ جهلي بيٺي آهي. سج افق وٽان گهر رسڻ شرط اهو کير پيئندو ۽ گهر ۾ آرام ڪندو. تون بہ کير پي ۽ سمهي پئو." آئون گهڻو ڪري روز سج کي لهندي ماءُ کان وٺو وننڌي ڏسندو آهيان ۽ پوءِ هو هليو ويندو آهي. ڏسڻ ۾ نہ ايندو وري پارڪ ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي ٻئي صبح ٿيڻ تي. ايرڻ وارو سج پيو ٿو هجي، لهڻ وارو پيو.

ڪمزور ۽ ٻي پهچ دانشور کان دڙڪو داب ڪندڙ زماني ساز ۽ دنيا دار بازي کٽندو رهندو آهي. منجهيل ماريل ۽ ستايل عوام ۽ دانشور کي ڪيئن سندرو ٻڌائجي هو تہ نااميد ٿي بازي هاري ويٺا آهن. تاريخ دان نہ پر تاريخ ساز انساني ڪمزورين تي عمارتون اڏين ٿا.

آئون انهي دنيا ۾ رهيو آهيان جنهن ۾ ڪتاب رکڻ ۽ پڙهڻ کي خاص اهميت آهي ۽ ضرورت آهي. ڪتاب پڙهڻ جو خاص مقصد هجي ٿو تہ ماڻهوءَ ۾ جيڪي صلاحيتون آهن ۽ قابليتون آهن. تن ۾ جيڪي خال ۽ رهيل ڳالهيون آهن، تن کي پيري ۽ پورائي ڪري ۽ ان جو ٻيو مقصد آهي تہ سندس فرض نباهڻ لاءِ جيڪا ڄاڻ ضروري آهي تنهن ۾ ڪوتاهي کي پري

رکي، هڪ پنهنجو خزانو علم سان پيري ۾ بيو دنيا وارن کي ڏي. ڪتاب جو هر پنو هر سٽ ۾ هر اکر بامعنيٰ هجي ٿو ڪجهه بہ بيڪار نٿو هجي. ڪو بہ ڪتاب نڪي خراب هجي ٿو. نڪي ڦٽو ڪرڻ جهڙو هجي ٿو ۽ نڪي بيڪار هجي ٿو. انسان جو وفادار دوست ۽ ساٿي هجي ٿو. اهو بيو سوال آهي تہ ماڻهو انهيءَ جاڻ جو ڪيترو فائدو وني سگهي ٿو. ڪتاب جو هر اکر زندگي جي موزئڪ جو ننڍڙو چمڪندڙ سنگ مرمر جو ٽڪرو هجي ٿو. ڪتاب انساني ذهن جا خزانا پر ڪري ٿو ڇڏي. پر ڪتابي علم ماڻهوءَ ۾ هڪ آڪڙ پڻ پيدا ڪري ٿو تہ هو سڀ ڪجهہ ڄاڻي ٿو. هن کي سڀ خبر آهي بيا سمورا جاهل آهن. پر عمل جي دنيا وارو صحيح عالم جيئن پڙهندو وڃي ٿو متس اها ڳالهہ عيان ٿئي ٿي تہ هن کي تہ انهن ڳالهين جي اڳ ۾ ڪا خبر ڪا نہ هئي. جاهل ڄاڻي ٿو تہ هن کي سڀ خبر آهي. علم دوست کي اها خبر پوي ٿي تہ هن کي اڃا بہ وڌيڪ ڄاڻڻ جي ضرورت آهي، هو اڃا پورو علم وارو نہ ٿيو آهي. ڇاڪاڻ تہ اڃا باقي ڪيترو ئي علم موجود آهي، جنهن جي هن کي خبر ڪانهي. سنڌ جا سگهڙ عالم ۽ جاهل، عشق ۽ عقل وغيره جي تڪرارن جا قصا سگهڙائپ ۾ بيان ڪندا رهندا هئا.

پاڪستان جو وڏي پئماني تي NGO هلائيندڙ جاويد جبار ڪراچي مان سوشل ورڪرن جون ڪارون پيري ٿر ۾ خدمت خلق لاءِ گهٽو ايندو ويندو هو. هڪ عورت پڙهيل سنواريل وڏي مرتبي واري ڏاني ڏانڊل جي ڳوٺ ۾ هڪ عورت کي چيو توهان اڻ پڙهيل جاهل آهيو. گهٽي ڦيٿ تي ٿري عورت ڪاوڙجي بيئي. چيائين "تون ٻڪري ڏهي ڄاڻين"؟

جواب مليو "نہ"

پڇيائين "ٻڪري کي جٽائي سگهين"

جواب مليو "نہ"

پڇيائين "جر ڇا ٿيندي آهي؟"

پڙهيل ليڊي ڪو جواب نہ ڏنو. اڻ پڙهيل عورت چيو "پوءِ تون ڇا جي پڙهيل آهين؟ ٻڪري ڏهي ڪو نہ ڄاڻين. ٽاندو ڦوڪي ٻاري ڪو نہ ڄاڻين. گهوڙي اُٺ تي ويهي ڪو نہ ڄاڻين. ڪٽڪ. ڇانور جي پوک جو فرق ڪو نہ

سمجهين. گوچاڻ ترڪول، مڙهي جي فرق جي خبر ناهي باقي ڇا پڙهيو اٿيئي؟“

جرمني واري سيڪنڊ ورلڊ وار واري هٽلر 1932ع ڌاري ڪميونسٽ ليڊر کان پڇيو هو ”جرمن مزور جي پگهار ۽ بونس جي تہ خبر اٿو پر هن جي احساس جي خبر اٿو تہ پهرين عظيم جنگ (19_1914) First World War جي شڪست بعد ڪيترين جرمن عورتن سان اتحادين جي فوجين زنا ڪيا. هنن ڳوٺ بڌا هئا جنهن ۾ جرمن عورتن سان زنا ڪندا هئا. انهي جرمن شهري کان مائون پيٽون وسري ويون هونديون؟“

مون 1944ع ۾ جرمني جي شهر هيڊل برگ ۾ بہ هفتا رهي علامہ اقبال جو فلئٽ ڏٺو هو جتي هو 1901ع ڌاري رهيو هو پر مون اتي جو هوائي اڏو بہ ڏٺو هو جنهن تي آمريڪي فوجي قبضو ڪيو وينا هئا. هاڻي نئين عهدنامي کان پوءِ ساڳيا آمريڪي نيٽو جي فوج جي نالي تي قبضو ڪيو وينا آهن. ان جي پرسان ترام لنگهي ٿي. هر جرمن مرد توڙي عورت جون اکيون اتان لنگهڻ مهل ڳاڙهيون لال ٿي وينديون آهن. اهي احساس ڪير رڪارڊ ڪري ٿو قلمبند ڪري ٿو؟ ميرپورخاص ۾ هڪ هنڌ مرحوم غلام محمد لغاري ۽ حفيظ قريشي موجود هئا. اتي ٽنڊي جام واري علي نواز ٽالپر چيو تہ هي بئي هڪ ئي مقصد لاءِ لڙن ٿا. حفيظ ڪاوڙجي پيو. حفيظ سخت طبيعت وارو ۽ ڪڙڪيدار آواز وارو هو. هن دانهن ڪري چيو ”نہ!! آئون ۽ غلام محمد لغاري صاحب هڪ راهہ تي ناهيون. هن جو ڪم سولو آهي. هي هاري کي چئي ٿو بني تنهنجي آهي ڪيڏي سو ڪائي، زميندار کي بنئي ڪٽڻ جو ڪو حق ناهي. ڪهڙو نہ آسان ڪم آهي. هاري خوش ٿئي ٿو. هو مل مزدور کي چوي ٿو ڪارخاني جو مالڪ تون آهين. مزور خوش ٿئي ٿو. غلام محمد بہ خوش. پر منهنجو مسلڪ ٻيو آهي، آئون قومي غيرت کي للڪاريان ٿو. وطن لاءِ جان گهران ٿو. منهنجو ڪم ڪيترو نہ ڏکيو آهي. هو ٽيڙ ميڙڻ جي ڳالهہ آهي، منهنجي ٽيڙ قربان ڪرڻ جي ڳالهہ آهي.“ مصر وارو جمال عبدالناصر روس ويو هو هن کي خرشچوف، چيو اسان جرمن خلاف جنگ ۾ 2 ڪروڙ ماڻهو مارايا ۽ جرمن کي شڪست ڏيئي، روس جي آزادي برقرار رکي ڪميونسٽ نظام کي بچائڻ لاءِ اسان جي سپاهين ۽ شهرين قربانيون ڏنيون.“ ناصر جواب ڏنو ”ائين ناهي روس جي سپاهين ڪميونسٽ نظام لاءِ نہ پر وطن لاءِ جانيون قربان ڪيون.

وطن ڪان متي ڪا مقدس شئي ناهي. چين ۾ 50 لک هاري پهاڙن جهنگن ۾ لڏي وڃي جپان خلاف آزادي جي جنگ جاري رکي فتح حاصل ڪئي. هنن قومي آزادي لاءِ جنگ ڪئي ۽ انقلاب اچي ويو.

هاڻي ته لڳي ٿو اهي قدرون موڪلائين پيون پر وطن لاءِ پوءِ به محبت شايد نه وسري. پر جيتوڻيڪ مون کي نورچشم سياش جي اها نوڪري (مختيارڪاري) نتي وٺي پر هڪ ڳالهه مان، آئون خوش آهيان ته اها نوڪري هڪ چئلينج آهي، ان ڪري سندس صلاحيتون پلي پانتي اجاگر ٿينديون ۽ هو ڪاميابيءَ سان پار پوندو ۽ اسان سڀني لاءِ عزت جو باعث ٿيندو. منهنجيون دعائون هن ساڻ آهن. سياش جي شادي ۽ نوڪري ڪان پوءِ تون اڪيلائي محسوس ڪندو هوندين. ڪاميابيءَ ڪان پوءِ اڪيلائي ۾ ڪو سرور هوندو آهي. هو آفيس ۾ آهي. تون تندي الهيار ۾ آهين ۽ آئون ڪراچي ۾. پري ٿي وري ملڻ ۾ به ڪو لطف ۽ سرور هوندو آهي. ڪنهن کي سارجي ٿو ياد ڪجي ٿو. تازو مني ويندي ميرپورخاص مان لنگهڻ ٿيو باهران رنگ روڊ ڪان نڪري وياسون. ميرپور خاص ۾ گذاريل وقت ياد آيو. سمجهيم اهي 50 ورهين جا فروٽ فارم وڻن تان هوا جي ساز ۾ سمورا آواز ٻڌڻ ۾ آيا. 1967ع ۾ پهرين نومبر تي نئين جڳهه ۾ ڪار پاڙي جي عيدگاهه روڊ تي سامان کڻي آيا هئاسون، تنهن وقت 31 آڪٽوبر 67ع تي ڏياري ٿي هئي ۽ اسين ٻئي ڏينهن پراڻو گهر نائي پاڙي وارو ڇڏي آيا هئاسون ۽ هن سال اڄ پهرين نومبر 2005ع تي ڏياري ٿي آهي.

مون هي خط اڳ ۾ موڪليل خطن ڪان ڊگهيرو لکيو آهي، چاڪاڻ چاهيم ته سموريون دل جون ڳالهيون ۽ اپريل خيال لکي وڃان.

سڀني گهر وارن لاءِ پيار، نياز، ادب ۽ دعائون

خير انديش

روچي رام

# هيڊماستر بي ٽي شاهاڻي

## (امرتا جولاءِ 2007ع ۾ ڇپيل)

اڄ خيال ٿيو تہ آئون پنهنجي مادر علمي هاءِ اسڪول مني جي مثالي هيڊماستر محترم بي ٽي شاهاڻي (ڀڳوانداس تاراچند شاهاڻي) بابت پنهنجون ڪي يادگيريون بيان ڪيان. مسٽر شاهاڻي حيدرآباد سنڌ جي خدا آبادي عامل گهراڻي مان هو. اهي عامل (هن وقت جي دادو ضلعي جي) تاريخي شهر خدا آباد جا رهاڪو هئا. جيڪو ڪلهوڙا حاڪمن جو تخت گاهہ هو. سنڌ جي حاڪم غلام شاهہ ڪلهوڙي اهو فيصلو ڪيو تہ تخت گاهہ خدا آباد بدران نيرون ڪوٽ ڪجي ڇاڪاڻ تہ هن سنڌ جو گهڻو علائقو پنهنجي قبضي هيٺ ڪيو هو ان لاءِ هن ڪنهن مرڪزي جڳهہ تي تخت گاهہ بڻائڻ جو ارادو ڪيو هو. تنهن لاءِ هن نيرون ڪوٽ جو انتخاب ڪيو. جتي نئون قلعو ناهي نالو رکيائين "حيدرآباد." پوءِ ڪلهوڙن جا وزير، سرڪاري ڪارندا ۽ ٻيا ملازم جيڪي گهڻو ڪري هندو عامل هئا، تن ڪي بہ حيدرآباد اچڻو پيو.

ڪاڪي ڀيرو مل مهر چند "سنڌ جي هندن جي تاريخ" ۾ لکيو آهي تہ عامل ڪٽنب ٻيڙين ذريعي اچي گدوبندر تي لٿا. جتان حيدرآباد جي قلعي جي مين دروازي کان اتر طرف هر هڪ عامل ڪٽنب کي پنهنجي پنهنجي گهٽي ملي، جنهن ۾ محلا جوڙي اچي وينا. ان وقت خدا آباد ۾ پائيبندن جو پاڙو هو سي پڻ لڏي حيدرآباد آيا.

سنڌيءَ جو مشهور اديب اي جي اتم (آسن جيناننڊ اُتم چنداڻي) بہ خدا آبادي پائيبند هو. بمبئي ۾ جيڪا تمام وڏي مشهور اسپتال نالي جسلوڪ آهي، سا پڻ سنڌ ورڪي لوڪو مل، سندس پنهنجي نالي ۽ سندس

گهر واري جسودا جي نالي. ٻئي نالا لوڪو مل ۽ جسودا ملائي. جس لوڪ، نالو رکي نهرائي هئي. جيڪا بمبئي جي عام ماڻهن ۽ خاص ڪري پوري هندستان جي سنڌين لاءِ آهي. اهي به خدا آبادي پائيبند هئا.

ڳالهه پئي ڪيم هيڊماستر بي تي شاهاڻي صاحب جي. شاهاڻي صاحب ذهين شاگرد هو. هن انگريزي ادب ۾ D.J سنڌ ڪاليج مان BA پاس ڪئي هئي. سندس پيءُ ديوان تاراچند شاهاڻي 1908ع ۾ بي اي بمبئي يونيورسٽي مان پاس ڪري ماستر ٿيو. هن انگريزي ادب، جنرل سائنس ۽ مئٿيميٽڪس مضمون ڪنيا. ان زماني ۾ BA ۾ سائنس جا مضمون به پڙهائيندا هئا.

تاراچند شاهاڻي ڪراچي ۾ پنهنجو اسڪول نالي "ماڊل هاءِ اسڪول" کوليو. جنهن جو پاڻ 1910ع کان وٺي 1935ع تائين پرنسپال ٿي رهيو. جڏهن ترڪي ۾ خلافت ختم ٿي ۽ مذهبي خلافت بدران مصطفيٰ ڪمال پاشا سيڪيولر ترڪي ناهي، ان لاءِ ترڪي زبان لاءِ عربي رسم الخط بدران نئين رسم الخط ناهڻي هئي. ان وقت ديوان تاراچند شاهاڻي پنهنجي رسم الخط ناهي. جنهن ۾ ڪافي ٻولين جا اچار شامل هئا. ڪاڪي اها رسم الخط مصطفيٰ ڪمال پاشا کي موڪلي. پر ترڪي وارن رومن رسم الخط اختيار ڪئي. ڪاڪو ديوان تاراچند شاهاڻي هر سال انڊين نيشنل ڪانگريس جي ساليانې اجلاس تي ويندو هو. هڪ ڀيري هن مدراس جي اجلاس ۾ مهاتما گانڌي کي به اهو رسم الخط پيش ڪيو. جڏهن عربي ۽ ديوناگري رسم الخط تي اختلاف هلندڙ هو. ڪاڪي پنهنجو رسم الخط چين جي صدر سن يت سن ۽ پوءِ چيانگ ڪائي شيڪ کي به موڪليو. ڪاڪي شاگردن لاءِ هٿ اکرن سڌارڻ لاءِ اسڪولن جون ڪاپيون به ناهيون. جيڪي ان وقت Shahanis Copies "شاهاڻيءَ جون ڪاپيون" نالي مشهور ٿيون هيون. ڪاڪي جو 1935ع کان وٺي 1937ع تائين بمبئي کان جدا ٿيل سنڌ گورنمينٽ (جيڪا پهرين اپريل 1936ع کان وجود ۾ آئي) سان اسڪول جي انتظام ۽ ڪورس گرانٽ وغيره بابت تڪرار ٿي پيو. سرڪار جي ڳالهه ڪاڪي نه مڃي. انهيءَ ڪري سندس گرانٽ بند ڪيائون ۽ اسڪول بند ٿي ويو.

مدراس ۾ ڪانگريس جي اجلاس ۾ سنڌ جا ڊيليگيٽ بازارون گهمڻ نڪتا. رستي تي هڪ بازيگر تقرير ڪري رهيو هو. هن چيو ته آئون 40 ٻوليون ڄاڻان ٿو ائين انگريزي فرينچ وغيره ڳالهائڻ لڳو. هن جي ٻتاڪ تي ڪاڪي کي ڪاوڙ آئي. چيائين ته ”تون چاليهه ٻوليون ٿو ڄاڻين، مان 41 ٻوليون ٿو ڄاڻان.“ ڪاڪي جي ساٿي سنڌ وارن چيو: ”اهي ڪٿان سکيو؟ اسان ته توکي ايتريون ٻوليون ڳالهائيندي نه ڏٺو آهي.“ بازيگر پڇيو: ڪٿان جو آهين؟ جواب ڏنائين: سنڌ جو.“ ڪاڪي هيڏانهن هوڏانهن جا ڪي اکر ڳالهائي بازيگر کان پڇيو ته. ”هي مون ڇا چيو؟ اها زبان توکي اچي ٿي؟“ بازيگر پڇيو: ”تو ڇا چيو پهريائين معنيٰ ٻڌاءِ.“ ڪاڪي جواب ڏنو ”چيم تون منهنجو اڳئين جنم کان پاءُ آهين.“ بازيگر خوش ٿيو ڪاڪو ۽ سندس ساٿي ميدان ماري روانا ٿيا.

ڳالهه هلي پئي ڪاڪي تاراچند شاهاڻي جي پٽ هيڊماستر ڀڳونداس شاهاڻي جي . 1944ع ۾ اوچتو آرڊر آيو ته ڀڳونداس شاهاڻي ۽ سندس گهر واري جيڪا پڻ اسڪول ۾ ماسترياڻي هئي، ان جو شادي کان اڳ ۾ نالو هو ستي ۽ حيدرآباد جي هڪ گرلز هاءِ اسڪول جي هيڊماسترياڻي هئي ۽ شادي بعد نوڪري ڇڏي مني آئي ۽ اسان جي اسڪول ۾ ماسترياڻي تي مقرر ٿي هئي. 1945ع ۾ ٻنهي جي بدلي جو آرڊر آيو ڏيپلي هاءِ اسڪول لاءِ. ان سال ڏيپلي ۾ هاءِ اسڪول کليو ۽ اتان ميمڻ شاگرد مني اچڻ بند ٿي ويا. بي ٽي شاهاڻي صاحب پيءُ جو اڪيلو پٽ هو. صرف هڪ ڀيڻ هئس. اڪيلو پٽ هجڻ ڪري لاڏ سان پليل هو. هن بي اي پاس ڪئي. ايل ايل بي ۾ داخلا ورتي، اتي ساليانی امتحان ۾ ناپاس ٿيو. اسان کي عجب لڳندو هو ته اهڙو قابل انگريزي ۾ فصيح تقرير ڪندڙ ڪيئن ناپاس ٿيو هوندو.

خير مني جو مڊل اسڪول 1936ع ۾ هاءِ اسڪول ٿيو. اسڪول ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جي هٿ هيٺ هو. اخبار ۾ اشتهار آيو ته مني هاءِ اسڪول لاءِ هيڊ ماستر جي ضرورت آهي. شاهاڻي صاحب ان وقت صرف BA پاس هو ۽ DJ سنڌ ڪاليج جو ذهين ڊبيٽر هو تقرير ڪرڻ ۾ هوشيار ۽

چلتو پلتو شاگرد هو. سندس چاچو ديوان چتو مل شاهاڻي ميرپورخاص سب ڊويزن جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو ۽ پڻ لوڪل بورڊ ۽ اسڪول بورڊ جو ميمبر هو. ان هيڊماستري جي انٽرويو لاءِ پراڻو سائنس ماستر مسٽر ويرواڻي به آيو. جو B.Sc, B.T هو ۽ تجربيڪار مڊل اسڪول جو هيڊماستر هو. ان جي سامهون انٽرويو لاءِ حاضر ٿيو. ديوان BT شاهاڻي جيڪو صرف BA هو ۽ بي ٽي جي ڪا به ڪواليفڪيشن ڪا نه هئس. ديوان چتي مل جي ڪري سائنس گرئجوئيٽ ۽ BT پاس (جا BT بمبئي مان ٿيندي هئي) سليڪٽ نه ٿيو ۽ شاهاڻي کي کنيائون. انهي شرط سان ته ٻن سالن ۾ STC ڊپلوما پاس ڪندو. سو ائين 1937ع ۾ بي ٽي شاهاڻي اسان جي اسڪول جو هيڊماستر ٿيو. پهرين بئچ 1939ع ۾ مني مان مئٽرڪ جو امتحان ڏيڻ حيدرآباد سينٽر ۾ اپيئر ٿي. هيڊماستر شاهاڻي صاحب سنڌ جي تعليم کاتي طرفان ٿيندڙ STC ۾ پهرئين ڀيري ناپاس ٿيو. ٻئي ڀيري سندس ڀيءُ رٽائرڊ پرنسپال ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر ديوان چتي مل شاهاڻي جي ڪوشش ۽ سفارش سان پاس ٿيو. ايڏا هوشيار به ان وقت ناپاس ٿيندا هئا.

جڏهن شاهاڻي صاحب کي مني کان ڏيپلي بدلي جو آرڊر مليو ته 1944ع ۾ تڏهن اسين مئٽرڪ ۾ هئاسين. مني ۾ هيڊماستر سائنس ٽيچر ويرواڻي صاحب جو آرڊر ٿيو. شاهاڻي صاحب کي ڏيپلي وڃڻ تي دل نه هئي. پر سندس خلاف اهو دليل هو ته مني جو پراڻو اسڪول آهي. اتي گرئجوئيٽ سائنس ماستر هجڻ کپي. سو لوڪل بورڊ وٽ نه هو. ڏيپلي ۾ نئون هاءِ اسڪول کليو هو جتي مئٽرڪ پاس سائنس ماستر هلي ويندو جيستائين نئون گرئجوئيٽ مقرر ٿئي. هاڻي شاهاڻي انهي معاملي کي ڪيئن منهن ڏئي. سفارشون ته ٻنهي طرف هيون. لوڪل بورڊ تي وڏيرن جو تسلط هو. سياسي ماڻهو پريزيڊنٽ هو. آخر ڀڳوانداس تاراچند شاهاڻي جو والد صاحب تاراچند شاهاڻي مني ۾ آيو ۽ سندس نياڻي يعني BT شاهاڻي جي ڀيڻ جيڪا سائنس گرئجوئيٽ هئي. ان کي وٺي آيو. انهي آرڊر سان ته هوءَ مني ۾ سائنس ماستر ٿيندي. تڏهن وڃي BT شاهاڻي جي بدلي بند ٿي ۽ وير واڻي صاحب ڏيپلي ۾ رهيو.

هڪ ڀيري صبح جو اسين اسيمبلي ۾ بيٺا هئاسون. ننڍي شاهاڻي اسان جي هيڊماستر تقرير ڪندي چيو ته صبح جو ماءُ پيءُ کي ڀيرين پئي. انهن جي دعا وٺي پوءِ اسڪول ايندا ڪريو. هن اجا تقرير بس ڪئي ته ڪمارون هئي ڪلاسن ۾ وڃڻ لاءِ گهنٽي وڳي ته هيڊماستر صاحب جو پيءُ وڏو شاهاڻي صاحب ٿلهي تي اچي بيٺو ۽ زور ڏيئي چوڻ لڳو ته "توهان جو هيڊماستر ته چوي ٿو صبح جو اسڪول ۾ اچڻ کان اڳ ماتا پتا کي ڀيرين پئي آسيس وٺي ايندا ڪريو. سو پڇوس ته پاڻ ان تي عمل ڪري ٿو؟"

اسين اسڪول جا 200 کن شاگرد، ڏهاڪو کن استاد ۽ ٻه پٽيوالا بيٺا هئاسون. سڀ اچي ٿهڪن ۾ ڇٽا. ڇڪ هيڊماستر جا سنڌس روبرو سنڌس پيءُ سيني اڳيان وڪا پڌرا ڪيا هجن. هيڊماستر بيٺو رهيو. ائين نه چيائين ته ڪلو نه. ٽهڪ نه ڏيو. مات ڪيو! پنجن منٽن بعد وڏي شاهاڻي خود ڳالهايو ته "نه هيڊماستر صاحب مون کي ۽ سنڌس ماءُ کي روزانو صبح جو پيرين پوندو آهي ۽ دعا وٺندو آهي. اڄ به پيرين پئي دعا وٺي آيو آهي." ائين خير خوبيءَ سان اسيمبلي پوري ٿي.

هاڻي شاهاڻي صاحب جي پيڻ ماستريائي ته سائنس پڙهائڻ ايندي هئي پر اسان جي مئٿس ڪير پڙهائي. اهو ڪم به سائنس ماستر جو هوندو هو. ان لاءِ وري وڏو شاهاڻي آنرري ٽيچر طور اسان جا ڪلاس وٺندو هو. پهرين ڏينهن هن ڪلاس ۾ اسان کان پڇيو ته: "ٽي پيپر مئٿس جا آهن. آلجبرا، جاميٽري ۽ حساب (Arithmetic) شروع ڪهڙي مضمون کان ڪريون؟"

اسان کي لڳندو هو ته سڀني کان مشڪل جاميٽري آهي. ڪن چيو جاميٽري، ڪن چيو آلجبرا، ڪن چيو حساب. تڏهن پوڙهي شاهاڻي چيو ته اڄو اڄ ٽيئي مضمون گڏ ٿا پڙهون. اسان ڏيان سان ڪراچيءَ مان آيل پراڻي پرنسپال کي ٻڌڻ لاءِ ڪن سرلا ڪري ويٺاسون. پوڙهي شاهاڻي چاڪيو جو چاڪ ڪٽي بلئڪ بورڊ تي هڪ فوٽ ڊگهي ليڪ ڪڍي ۽ ڪرسي کڻي ٽيبل جي اوريان رکي. ان تي اکيون بند ڪري ويهي رهيو. منهن ڪٽي چٻري جهڙو ڪيائين. اسان سمجهيو الائجي ڇا ٿو ڪري، الائجي اڄ ڇا پڙهائيندو؟ ڪلاس ۾ چپ چپات هئي. ڪجهه منٽن کان پوءِ سر سر ٽيڻ

لڳي. اسان جي ڪلاس ۾ هر ڪرشن شاگرد اٿيو. پوڙهي ماستر جي منهن تي ڏسي ٿي ته بڌي ويو. سمورو ڪلاس آهستي آهستي ڪڏڻ ۾ لڳي ويو. ماستر ڪرسيءَ تان اٿيو بليڪ بورڊ طرف وڌيو سڀني شاگردن چپ ڪئي. [illegible] "هي انهيءَ هڪ ليڪ تي آهي سموري مثلث جو بنياد اهو [illegible] آهي جاميٽري ۽ اهائي آهي رشمينڪ انهيءَ ليڪ جي چوڌاري سموري مثلثميٽڪس گهمي ٿي. انهيءَ ليڪ جا مختلف زاويه هيرون [illegible] ليڪ چوڪا ٿي مثلث جو بنياد آهن" هن هڪ ليڪ ۽ لائين تي ليڪچر ڏنو. پهريون پيرڊ اهو ئي ٿيو. چا ٿيو جو اسان جي ڪلاس مان ڪو به انهيءَ مضمون ۾ ناپاس نه ٿيندو هو. هو نڪتا ٻڌائيندو هو ڪلاس ۾ حساب نه ڪرائيندو هو. چوندو هو پاڻ وڃي باقي مرادو ڪيو. هتي ٿي ڪلاس روم ۾ يا گهر وڃي ڪيو.

هڪ پيري پوڙهي شاهاڻي ڪلاس کان سوال پڇيو: "توهان جو مقصد ڪهڙو آهي؟ زندگيءَ ۾ ڇا ٿيڻ چاهيو ٿا؟" اسان جي ڪلاس ۾ هڪ سک شاگرد هو. نالو هوس جڳت سنگهه. ان جي گهر جي ڀرسان ناسڪ مان پڙهي آيل ائگريڪلچر جا گرئجوئيٽ آفيسر رهندا هئا. جيڪي مني ۾ باراني فارم تي ڪم ڪندا هئا. ان چيو: "آئون زراعت پڙهندس." تنهن تي پوڙهي ماستر ساري ڪلاس کان سوال پڇيو: "سامهون ٽينس ڪورٽ اڳيان ڇا جا بوٽا بيٺا آهن." اسان چيو: "اهي اڪ آهن." سائين چيو: "انهن مان ڇا ٿيندو آهي؟ ڪهڙي ڪم ايندا آهن؟" اسان چيو: انهيءَ ٿلهن پنن ۽ ساين ٽارين مان گهاٽو اڇو کير نڪرندو آهي جو بنهه ڪارو هوندو آهي. ان ۾ ڦول به ٿيندا آهن. ڪانيون سڪنديون آهن ته ان مان نوڙيون ناهيندا آهن." چيائين: "ڀلا انهيءَ مان ربڙ نهي سگهندي؟ وڏيڪ چيائين: هڪ ملڪ آهي مٿلي جنهن کي ملايا به چوندا آهن. جنهن جي گادي جو هنڌ آهي سينگاپور. اتي ربڙ جا وڻ ٿيندا آهن. جن مان رس نڪرندو آهي. ان مان ربڙ ٺهندو آهي." ملايا جو هن وقت نالو ملائيشيا آهي. سينگاپور جدا ڪري الڳ رياست ناهي اٿن. جنهن بابت سنڌ جي وڏي سياحت جي ليکڪ الطاف شيخ گهڻا ئي ڪتاب لکيا آهن. اتي نوڪري به ڪئي اٿس.

سو پوڙهي سائين چيو: "اڇو تہ پاڻ اها تحقيق ڪيون. اڪن جا باغ لڳائي انهن مان رس ڪڍي ربڙ ناهيون. اڄ شام جو والي بال جي گرائونڊ پرسان اڪن جو معائنو ڪنداسون ۽ باغ لڳائڻ جون رٿون رٿينداسون."

پوءِ تہ اسان جي ڪلاس جا ڪيترائي شاگرد ڪاڪي سان گڏ نڪري پيا. اسين ٽر جي جهنگ ۾ اڪن ۽ روهيڙي جي وڻن جي کوج ۾ لڳي وياسون. انهي جي سروي ڪئي سون.

هڪ پيري ننڍي شاهاڻي (هيڊماستر) مون کي گهرائي چيو: "توهان پڙهڻ کان درگذر ڪري ننائي جهنگ ۾ رلڻ وڃو ٿا. سو توهان جي تعليم ۽ امتحان جي نتيجي تي اثر انداز ٿيندا. پلي وڏي شاهاڻي سان هلو پر خيال رکجو متان اسڪول جي پڙهائي کان نہ ڪري وڃو." انهيءَ هفتي ننڍي شاهاڻي اسان کي چيو : "مون بابا سان ڳالهايو آهي. هاڻي جهنگ جا سفر بند ڪيو." پوءِ بہ آئون اڪيلي سر وڏي شاهاڻي سان لاڳاپو رکندو آيس. اڪن جي بوٽن ۽ روهيڙي جي وڻن سان منهنجو لڳاءُ اڃا تائين هلندو هلي. جيتوڻيڪ اڪن مان ربڙ ناهڻ جي ڳالهہ اڳتي نہ وڌي. پر اسان مان جڳت سنگهہ نئين کليل ائگريڪلچر ڪاليج سڪرنڊ ۾ وڃي داخلا ورتي. هو انٽر ۾ هو تہ پاڪستان ٺهيو هو. سڪ هجڻ ڪري ترت لڏي ويو.

بي ڳالهہ جيڪا اسان جي هيڊماسٽر محترم بي تي شاهاڻي جي ياد رکڻ جهڙي آهي، سا هن ريت آهي. مون مئٽرڪ پاس ڪئي ۽ حيدرآباد جي ڦليلي تي ڊي جي نيشنل ڪاليج Dayaram Gidumal National College, Hyderabad ۾ داخلا ورتي. اهو 1946ع جو سال هو. انگلئينڊ مان اتي جي ڪئبنيٽ جو وفد هندستان جي ليڊرن ڪانگريس ۽ مسلم ليگ وارن سان ڳالهيون ڪرڻ آيل هو تہ ڪيئن ۽ ڪهڙي نموني آزادي ڏين. هتي جون ڌريون پاڻ ۾ ٺهن، گڏيل هندستان ۾ رهن يا ورهاڱو ڪري پاڪستان ناهين. هڪ پيري جناح صاحب ڪاوڙيو ۽ 16 آگسٽ 1946ع تي احتجاج جو ڏينهن ملهائڻ جو اعلان ڪيائين. ان جو نالو رکيائين Direct Action Day ان وقت بينگال ۾ مسلم ليگ جي حڪومت هئي. جنهن جو حسين شهيد سهر وردي پرائيم منسٽر هو ان زماني ۾ صوبي جي وڏي وزير کي چيف منسٽر نہ

پر پرائيم منسٽر سڏيندا هئا. آسٽريليا ۾ اڃا بہ صوبن جي وڏن وزيرن کي وزيراعظم سڏيندا آهن. انهيءَ تاريخ تي 16 آگسٽ 1946ع تي ڪلڪتي ۽ بينگال ۾ زبردست فساد ٿيا. چون ٿا تہ پهريائين مسلمانن گهڻا هندو ماريا. ايترا جو ڳجهون لاشن کائينديون ٿڪجي پيون. پوءِ وري هندن وارو ڪيو مسلمانن تي. ان تي وري مشرقي بينگال جي ضلعي نواکاليءَ ۾ زبردست فساد ٿيا. مسلمانن هندو ماريا. ايترا جو سمورا کوهہ لاشن سان ڀرجي ويا. درياءَ خون آلوده ٿي ويا. ان تي وري جواب ۾ هندن بهار ۾ فساد ڪيا ۽ مسلمان ماريا. اسان جي هاسٽل وٽان صبح جو سوير هيڊماسٽر صاحب جو چاچو ديوان چيتو مل شاهاڻي لنگهندو هو. شايد سري گهاٽ واري مندر ويندو هو. هڪ ڏينهن صبح جو هو هاسٽل ۾ گهڙي آيو. مون کي سڏي چيائين. توهان جي هيڊماسٽر ڀڳوانداس شاهاڻيءَ جو پٽ ديوان تاراچند شاهاڻي وٽس هيرآباد واري بنگلي تي آيل آهي ۽ مون لاءِ چيو اٿس تہ ساڻس ملان. پوءِ اسين روز هير آباد جي آزاد ميدان تي جتي هاڻي جامع مسجد آهي، اتي رات جو پڪي رستي تي هيٺ ويهي ڪچهري ڪندا هئاسون. اتي هڪ رات جو اسان وٽ هيڊماسٽر شاهاڻي آيو. ماسترن جي ان وقت وڏي هيبت هوندي هئي. آئون اٿي بيٺس. هيڊماسٽر صاحب چيو آئون بہ بابا وانگر هيٺ ٿو ويهان، تون بہ ويهہ.

ان زماني ۾ هاسٽلن ۾ ڪاليجن ۾ نجي محفلن ۾ سياسي سوال ۽ ملڪي معاملا زور شور سان بحث هيٺ ايندا رهندا هئا. اسان شاگردن کي سياست جي ڄاڻ ۽ معلومات پوڙهن کان وڌيڪ هئي. جيتوڻيڪ علم ۾ هو اسان کان گهڻو وڌيڪ هئا. فسادن ۾ ٻئي ڌرم وارن کي مارڻ ڦرڻ تي تفصيل سان بحث ٿيندا هئا.

مون انسانيت، شرافت، اخلاقيات تي جيڪي ڳالهايو تنهن تي هيڊماسٽر صاحب مون کي داد ڏنو ۽ خوشيءَ جو اظهار ڪيو. جيتوڻيڪ هن فسادن بابت منهنجي ۽ سندس پيءُ وڏي شاهاڻيءَ جي راءِ سان اتفاق نہ ڪيو.

پوءِ شاهاڻي عمر ڪوٽ هاءِ اسڪول جو هيڊماسٽر ٿيو. ٽرمينل موڪل ۾ مون مهينو کن ان اسڪول ۾ ماستري بہ ڪئي. 1947ع آئي. 14 ۽

15 آگسٽ جون تاريخون آيون. برصغير فسادن ۽ خون سان لت پت ٿي ويو. ديوان لڏي ويا. شاهاڻين وچي پوني ۾ اسڪول کوليو. اسان ٽر نہ چڏيو. پر شاهاڻين سان ڳانڍاپو هلندو هليو. 1982ع ۾ مونکي هاءِ ڪورٽ جي آرڊر تي پاسپورٽ مليو تہ پوني ويس. وڏو شاهاڻي، سندس گهر واري سندس نياڻي توڙي هيڊماستر شاهاڻي سمورا وفات ڪري ويل هئا. صرف ستي شاهاڻي ۽ سندس اڪيلو پٽ حيات هئا. آئون پوني اسڪول ڏسڻ ويس. مون بہ ڏينهن سندن اسڪول جي اسيمبلي ۽ ان ۾ ڳايل گيت ٻڌا. سندن فلئٽ ڏٺو. ڪيئن نہ ڪٽڪ جا ڳنڍيل سنگ ۾ داڻا. فراق جي ڳاهہ ڳاهي جدا ڪري چڏيا آهن. ڪو ڪٿي ڪو ڪٿي! 1947ع ۾ پنجاب ۽ بينگال يا خود هندستان جو ورهاڱو تہ ٿيو هو پر اسان جو سنڌ جو سنڌين جو ورهاڱو ٿيو هو. اسين ٿتي وياسون. پنجاب وارن پنجابين کي هڪ هندو هڪ مسلمان ۽ هڪ سک تنهي کي جدا جدا پنهنجو نجو پنجاب مليو. بينگال جي هندو ۽ مسلمان ٻنهي کي جدا جدا بينگال مليو. پر سنڌي هندو ۽ مسلمان ٻنهي کي ڇا مليو؟ آزادي تہ ملي يا نہ. پر وڇوڙو بہ مليو. سچل سرمست جو ڪلام آهي:

مس ڪاريءَ جان من کي تا قاري ڪارو ڪن،
مدعا جنهن تئي ڳالهہ ۾ تنهن ويجهو ڪين وڃن.



لنڊن ۾ برٽش لائبريري جي انڊيا آفيس لائبريري ۽ رڪارڊس بلڊڪ
فرائر روڊ تي



1950ع ۾ ڀٽ شاهه جي ميلي تي ڊاڪٽر مهڪري جو ڪڍيل فوٽو
روچي رام سان گڏ سندس ماموامرومل بيٺل آهي



روچي رام، مير علي بخش ٽالپر، غلام محمد لغاري ۽ روسي سفير
(1957ع ميرپورخاص)



روچي رام، مهراج محمد خان، مولوي عبدالحق رباني صاحب ۽ مير
ڪرم علي خان (ميرپورخاص)

ڳالهيون ڪنڊڙي ڪاڪ جون

روچي رام

سهيڙيندڙ: نيل ڪنٺ

”مون پنهنجي حياتيءَ ۾ ڪامريڊ روچي رام جهڙا ذهين ماڻهو تمام گهٽ ڏٺا آهن. افراتفريءَ واري معاشري جي انيڪ بدنصيبن مان سڀ کان وڏي بدنصيبي اها هوندي آهي جو وائڙائپ سبب پينگ ٿيل معاشرو ڪامريڊ روچي رام جهڙي ذهين ۽ آگاهه شخص جي تجربن، سوچ ۽ ساڃاهه مان ڪو لاڀ پرائي نه سگهندو آهي. تاريخ پڙهبي آهي. مون ڪامريڊ روچي رام جي شخصيت ۾ تاريخ کي ڳالهائيندي ٻڌو آهي.

مان ڪامريڊ سوڀي گيانچنداڻي ۽ ڪامريڊ روچي رام جو پراڻو معتقد آهيان. ڪنهن سان محبت، عقيدت ۽ احترام بابت منهنجي پنهنجي ٿيئري (Theory) آهي، جنهن تي مون ايتري سختيءَ سان عمل ڪيو آهي جو اها ٿيئري منهنجن روين ۾ لاڙن جو حصو ٿي پيئي آهي.“

**امر جليل**

# پَڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو کـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيکـڏهن کو بہ شخص اهـڙي دعويٰ کـري ٿـو تـہ پَـکَ ڄاڻـو تـہ اُهـو کُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي کـي پئسا گَڏ کـيا ويندا. جيـکـڏهن کـو اهـڙي ڪوشش کـري ٿو تـہ پَـکَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ کُوڙو آهي.

ڄَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهـن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهنـدڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سگهـن ٿـا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل کِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ کَـم کـار سَـهکاري ۽ رَضاکار بنيادن تي ٿين، پـر ممکـن آهـي تـہ کـي کـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئـي جـي مـدد کَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ کنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران کـتـابن کـي ڊِجيِـٽـائِيز digitize کرڻ جي عَملَ مان کـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل کـرڻ جي کـوشش نہ کـئي ويندي.

کـتابن کي ڊِجيِٽائِيز کـرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿـيندو. اِهو کـم کـرڻ وارن مـان جيـکـڏهن کـو پيسا کمائي سگهي ٿو تہ ڀلي کـمائي، رُڳـو پَـنَ سان اُنَ جـو کـو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ کٽين، جيڪي بہ کٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)